رتن جوت

لکياڻي آکہ جي سيٺ ميارام ٿانورداس جي ڪٽنب جو شجر



لکياڻي آکهہ تي سراسري نظر

## لکياڻي آکهہ جي سيٺ تلوکچند ٿانورداس جي ڪٽنب جو شجرو




* بنان اولاد

## لکياڻي آکھ جي سيٺ نولرام ٿانورداس جي ڪٽنب جو شجرو




* بنان اولاد

# لکياڻي آکهہ جي سيٺ ننديرام ٿانورداس جي ڪٽنب جو شجرو




* بنا اولاد

# لکياڻي آکہ جي سيٺ نارومل ٿانور داس جي ڪٽنب جو شجرو

لکي مل

ساجنداس — ٿانورداس

ٿانورداس: نيڀائومل، نارومل، نندرام، نولراءِ، تلوڪچند، ميارام، لالچند *

نارومل: هوتچند *، آسومل، ايسرداس، شيوڪرام

آسومل: ناڪومل *، گهنومل

گهنومل: وسندمل، اوڌوداس

شيوڪرام: هيمونمل، ويڙهومل، چندومل

ايسرداس: جيرامداس

جيرامداس: اتمچند، چيلداس، تولارام، نارائڻداس، رامچند، لالچند

* بنان اولاد

گذاريندو هو. ڪنهن سنڌن جي واڻي ڪنت هوندي هئي.
سيٺ نهالچند ۽ سيٺ وشنداس جي واڻين سان ڏاڍي دل
هوندي هئس. پڪتاري تي ڳائيندو رهندو هو. پاڪستان
بعد، لڏي وڃي ڪلياڻ، بمبئي ۾ رهيو. هڪ دڪان
ڪيو هئين، جنهن مان چڱي روزي پئي ملندي هئس.
آگسٽ ۱۹۴۸ ۾ چالاڻو ڪيائين. پڇاڙيءَ تائين، منگهو ل
پنهنجي جنم ڀوميءَ ماڇيوءَ کي پيو ياد ڪندو هو.



ڀائو صاحب گرداس



کيمنداس جگومل



هيرانند خوبچند



ٽوپڻداس هيرانند



قيمتراءِ کيمنداس



آسنداس کيمنداس

کان سيٺ وشنداس وٽ نوڪريءَ ۾ گهڙيو ۽ وڏي سيٺ
صاحب جي ڪراچيءَ واري ڪوٺيءَ تي ڪاٺين، ڪوئلن ۽
دلالن جي ڪم جو منيب ٿيو. پوءِ نوڪري ڇڏي، پنهنجو
انڊيو ڪميشن جو ڌنڌو ڪولهائين. محنت ۽ ادم سان ڌنڌي
۾ ڪاميابي حاصل ڪيائين ۽ چڱو ڪمايائين. سنه ۱۹۳۷ ۾
پاڻ ۾ چانورن جي انجڻ خريد ڪيائين. آسودو وقت
گذارڻ لڳو. ڀائي کيمنداس، ۳ اپريل ۱۹۶۱ تي، ۶۸ ورهين
جي ڄمار ۾، ڪراچي شهر ۾ چالاڻو ڪيو. سندس چالاڻي
بعد، سندس پٽ ڌنڌو هلائيندا رهيا. پاڪستان بعد،
الڏي بمبئيءَ ۾ وڃي وسيا آهن. بمبئيءَ ۾، مشنريءَ جي
امپورٽ جو ڌنڌو ڪن ٿا ۽ سندن آفيس فورٽ، بمبئيءَ ۾
آهي. سيٺ کيمنداس جو هڪ پٽ ديوڪشن، آزاديءَ
جي هلچل وقت، ڪراچي شهر ۾ امن ڀاڱڻ جي الزام هيٺ
گرفتار ۽ سزاياب ٿيو هو. ديوڪشن ۾ شعر جو الڳ جوهر
آهي ۽ هن وقت به، بمبئي ۾ سنڌي شاعريءَ ڪنهن ۾
چڱي دلچسپي وٺندو آهي.

هيرانند خوبچند ڀائي کيمنداس جڳومل جو سڳو سوٽ
۽ انڊيڻ کان سيٺ وشنداس وٽ نوڪريءَ ۾ رهيو. پوءِ،
سيٺ صاحب، کيس ڀائيواريءَ ۾، ايمپريس مارڪيٽ ڪراچيءَ
۾، اناج ۽ ڪرياني جي شاپ کولي ڏني، جا هلائيندو
رهيو. چالاڻي کان پوءِ، سندس پٽ نوڀطداس اها شاپ
هلائيندو هو. ورهاڱي بعد، نوڀطداس الڏي وڃي احمدآباد
وسايو آه ... ڳرن جو ڌنڌو ڪري ٿو ۽
ڪا ... انهن کان سواءِ ڪپڙي جي

اڻ کي انهن فارغ ڪرايائين.

رالي ڪمپنيءَ مان فارغ ٿيڻ بعد، سيٺ ايلارام، سنه ١٩٣٠ ۾، ڪراچي شهر ۾، پنهنجي پٽن جي انهن سان، "ميگهارام گوورمل" جي نالي، اناج، اهلي پٽن ۽ ڪپهه جي ڪميشن جو ڌنڌو شروع ڪيو. جڏهن سيٺ ريواچند ڪيملداس وارن ڪراچيءَ جي ڪوٺي بند ڪئي، تڏهن پانچند سنڌي پنڊت مکڻ جي پڳ سيٺ ايلارام کي ٻڌائي. ڪراچي ڪاٽن ايسوسيئيشن جي شاندار بلڊنگ، جي پائي وجهڻ جو مهورت ١٤ ڊسمبر ١٩٣٨ع تي مکي ايلارام تلوڪچند ڪيو هو. سنه ١٩٤٣ ۾، سيٺ ايلارام کي، اوچتو، اڌرنگ ٿي پيو. بيماريءَ سبب، پنهنجي ڪوٺيءَ جي ڪاروبار مان هٿ ڪڍائڻو پيس. اڪثر، پنهنجي گهر ۾ وقت گذاريندو هو.

پاڪستان ٿيڻ بعد، ڪٽنب، سنڌ مان لڏي، وڃي بمبئيءَ ۾ وسيو. بمبئيءَ ۾، گوورمل ايلارام جي نالي سان، ڪميشن ۽ ايڪسپورٽ جو ڪم ڪندا رهيا. انهن کان سواءِ، فورٽ، بمبئيءَ ۾ کين هڪ پرنٽنگ پريس به آهي. سيٺ ايلارام، ٨١ سالن جي اوسٿا ۾، ٣١ جولاءِ ١٩٥٧ تي بمبئيءَ ۾ چالاڻو ڪيو.

سيٺ ايلارام جو ننڍو ڀاءُ، ڀائو صاحب گرداس، مانجهندن جي ڀائي صاحب گوبند داس جي ٽڪاڻي جو مهنت هو. ان پلاڻ ڪندي، ڀائي صاحب، مانجهندن جي ٽڪاڻي جون سماڌيون ۽ ٻيو قيمتي سامان ڪڍائي، بمبئي ۾ اچي، کار ۾ وڏو ٽڪاڻو ٺهرايو. ٽڪاڻي ۾ سماڌيون استاپن



ڪرمي ٻائي ليلارام



لڇمي ٻائي مولچند



ڪملا ٻائي گوورمل



رڪمڻي ٻائي مگھارام



جمنا ٻائي هوندلداس



سیٹ لیلارام تلوکچند



مولچند لیلارام



گوورمل لیلارام



منگھارام لیلارام



ھوندلداس مولچند

٩٠ سالن جي پڪيءَ اوستا ۾ چالاڻو ڪيو.

سيٺ لالوڪچند کي ٽي پٽ هئا: سترامداس، ليلارام ۽ ٻاٻو صاحب گرداس. سيٺ لالوڪچند، چالاڻي وقت، اٽڪل ٤٠ هزار رپيا روڪڙا ڇڏي ويا. سندس وڏي پٽ، سترامداس، گهڻي رقم، انگريزن جي ۽ سوداگرن ۾ وڃائي ڇڏي. پيءُ جي مرڻ وقت، ليلارام جي عمر ستن سالن جي هئي. پنهنجي وڏي ڀاءُ سترامداس کان جدا ٿيڻ وقت، کيس حصي ۾ ١٨ سؤ رپيا مليا، جنهن مان، ماءُ ۽ پٽ گذران ڪندا هئا.

ليلارام جو جنم، ماڻهوءَ ۾، سنه ١٨٧٦ ۾ ٿيو. ابتدا کان غريبي حالت ۾ هئڻ سبب، کيس ڪيترا سال سانده اوکيائون ڪاٽڻيون پيون ۽ ڪشالا ڪڍڻا پيا. ماڻهو ڳوٺ ڇڏي، ڪراچيءَ ۾ آيو، سيٺ ريواچند ڪيملداس جي ڪوٺيءَ ۾ منيب ٿيو. محنت ۽ اورچائيءَ سبب، سندن جي ڪراچيءَ واري ڪوٺيءَ ۾ ڀائيواري مليس. سيٺ ريواچند ڪيملداس وارا، ڪراچيءَ جي سنڌي ڀائيبند پنچايت جا مکي هئا. سندن جي غيرحاضريءَ ۾، ليلارام مکپ هلائيندو هو.

ليلارام جي هوشياريءَ، ايمانداريءَ ۽ لياقت کي ڏسي، ڪراچيءَ جي رالي برادرس ڪمپنيءَ جي هيڊ بروڪر ڀائي ٽلومل ٽنڊي آدم واري کيس پنهنجي ڪم ۾ ڀائيوار ڪيو. جلدئي سيٺ ليلارام آسودو ٿي پيو. ڪيترا سال دلاليءَ جو ڪم ڪندو رهيو، جنهن بعد، پنهنجي پٽ مولچند کي انهيءَ ڪم ۾ لڳائي، ڪمپنيءَ جو دلال مقرر ڪرائي،

# لکياڻي آکهہ تي سرسري نظر

سيٺ ساول مل جي ٻئين نمبر پٽ، سيٺ لکي مل جو اولاد لکياڻي آکهہ سان سڏبو آهي. سيٺ لکي مل، ٻين پاڙيسرن جي ڀيٽ ۾، وڏو شاهوڪار هو. جاين، زرعي زمين، چوپائي مال ۽ زيورن کان سواءِ، وٽس هڪ لک رپيا روڪڙا پڻ هئا، جنهنڪري چوندا هئا ته سيٺ لکي مل لک تي مٿو ڏنو. انگريزن جي راڄ کان اڳ، سنڌ ۾، هالاڪا رپيا هلندا هئا. انگريزن جي ڏينهن ۾ ڪلدار (ڪل مان نڪتل) رپيا چالو ٿيا.

سيٺ لکي مل جي چالاڻي بعد، سندس ٻه پٽ، ٽاڪورداس ۽ ساجنداس، هڪ ٻئي کان ڌار ٿيا ۽ ملڪيت ورهايائون. سيٺ ٽاڪورداس جي گذر ڪرڻ بعد، سندس ستن پٽن ملڪيت پاڻ ۾ ورهائي. ملڪيت جي ورهاست بعد، ليلانومل ۽ [illegible] اولداس ۽ نندي رام، ۽ ميارام ۽ ٽلو [illegible] ۾ [illegible] رهندا هئا. ستون پاڻ لاڳيند، [illegible]



دربار صاحب ۾ شاهي ٻڙ جي وڻ جو نظارو

ڪندو هو. حيدرآباد ۾ عمارتي ڪاٺ وارو ڏيپو سيٺ ٽهورام
وشنداس سنڀاليندو هو. سيٺ وشنداس جو هڪ ڪوارٽر
وشڻ اگهو حيدرآباد هو، جتي سندس حاضريءَ ۾ منشي ڀيرومل
ڀيسومل ڀڄن وارو هو، ۽ حاضري خدمتگار، ڀهرين آتمل
ڀيسومل ۽ ڀڳاڙيءَ ۾ آسنداس چوئٿرام ڪوريجن جو هو.

* * * *

سيٺ وشنداس جي پتا سيٺ نهالچند جي گروءَ پرمهنس
مهراج سنبت ١٩١٤ ۽ عيسوي سن ١٨٥٧ ۾ چولو ڇڏيو. پرمهنس
مهراج جي سماڌ مٽيارين کان ٻه ميل پري، ٽيماڻي وسيءَ
لڳ، سيٺ نهالچند جي باغ ۾ هئي، جنهن کي دربار
صاحب مهراج پرمهنس جي سڏيندا هئا. دربار صاحب
۾، هرسال، ڦڳڻ مهني ۾، هوليءَ جي موقعي تي ميلو
لڳندو هو. ميلي ۾ ڪئي جا گلابداسي ساڌ ۽
ٻيا ڀڳت ڪهي ايندا هئا. دربار صاحب ۾، سيٺ وشنداس
ٻڪي سرن جي ٻه ماڙ جڳهه ٺهرائي هئي، جنهن ۾،
هيٺ وڏو هال هو، جتي سنت، ڀڳت ۽ راڳي ويهن
ڪندا هئا، ۽ مٿي رهڻ لاءِ ڪوٺيون هونديون هيون.
دربار صاحب ۾، مهراج پرمهنس جا شش، هڪ ٻئي پٺيان
گاديءَ تي ويهندا هئا. نيٺ، سيٺ وشنداس، ڀڳت ڀرين مل
کي انجو شيواداري مقرر ڪيو. ڀڳت ڀرين مل سن ١٩٤٤ ۾
چالاڻو ڪيو، جنهن بعد، سندس پٽ شيواداري تي رهيو،
جو پاڪستان ٿيڻ کان پوءِ هندستان ۾ هليو ويو.
سنڌ مان لڏپلاڻ ٿيڻ بعد، دربار صاحب جو سنڀاليندڙ
ڪو ڪونه رهيو. سيٺ وشنداس جي پوٽن جو ٻه اوڏانهن وڃڻ

جي هٿ هيٺ، جيٺومل ڀنڀاري وارو سنڀاليندو هو
جي وڃڻ ۽ سيٺ ڪيشوداس جي چالاڻي کان پوءِ، انهن ۾
ڪم سيٺ وشنداس جو عام مختيار، منشي چيلارام ڪوڙومل
ٽلٽيءَ وارو سنڀالڻ لڳو. انهن جي ٽيڪڻ جي ڪم بعد انهن
کان پوءِ، منشي چيلارام سيٺ وشنداس جي زمينداري
سنڀالڻ لڳو. سندس محنت ۽ سچائيءَ ڪري، سيٺ صاحب
کيس ”ديوان“ جو خطاب ڏنو.

سيٺ وشنداس جي زمينداري اٽڪل اٺ هزار ايڪڙ
هئي. ٿاورديو، ڏيوراج، ڏيوڪشن ۽ چيلارام، هڪ ٻئي
پٺيان عام مختيار ٿي، زمينداري سنڀاليندا رهيا. ڪوٽڙي
تعلقي جي زمينداريءَ لي ڪمدار، هڪ ٻئي پٺيان،
ساڌو شيدي، جوڳي گدو ۽ موٽو ليارِي، منشي حاجي خان
زنگاڻي ٿيا. ڪارائو حاجي ڳاڙهو اياري هو ۽ ٿوري جاءِ
جي لاءِ لشاري ڇڏيو هو. في الحال مانجهند جي زمينداريءَ جو
ڪمدار اميد علي سولنگي هو، جنهن جي ورسه ٿيڻ کان پوءِ
لالو بروچ ڪمدار ٿيو.

وشن نگر حيدرآباد جننگ پريسنگ فئڪٽريءَ ۾ ڪرمچند
امرلومل ٻيڻ وارو ۽ سندس پٽ لالچند، ڀڳت ٺنومل، والومل
الومل ٺاصاڻ وارو ۽ منشي لئومل اوڌوداس ڪاروبار هلائيندا هئا.

نواب شاهه ڪاٽن جننگ ۽ رائيس فئڪٽريءَ لي ڀڳت
موٽومل ڏومداس ڀاڻ وارو ۽ سندس ڀاءُ ڪم ڪندا هئا.
ٻاڍهه جي رائس فئڪٽري ۽ زمينداري جيناند ٽيڪچند
۽ سندس ڀائٽيو ناڪورداس موٽومل ٺڙهو وارا سنڀاليندا هئا.
ٺٽي بدين واري ڪارخاني لي ناٿومل لاڙائي ڪـر

ڪراچي، حيدرآباد ۽ سنڌ جي ٻين ڪارخانن تي ڪاغذ ڪراچيءَ مان ئي ويندا هئا ۽ اهي ڪاغذي بزار جو ڪاغذي حاجي الياس حاجي وحيدالدين ئي ڏيندو هو. حاجي الياس اڃان حيات آهي ۽ سندس عمر ٨٩ سالن جي آهي. سندس دڪان سندس پٽن پنهنجن عبدالڪريم ۽ ادريس الهي سان هلندڙ آهي.

ڪوٽڙيءَ ۾ سيٺ وشنداس جي ڏلڏي جو وڏو مرڪز هو. سندس رهڻ ۽ ڏلڏي جي جاءِ درياهه جي ويجهو هئي. ڪوٽڙي ڪاٺين جو وڏو بندر هو. سنڌو نديءَ تي، سندس ڇهه ڪن ٻيڙيون هلنديون هيون، جي ڪيٽي بندر کان سکر تائين مال آڻينديون ۽ کڻي وينديون هيون. انهن ٻيڙين مٿان اڪثر صالح هو. ڪوٽڙيءَ جي ڪاروبار جو منيجر سيٺ چيتومل وساڻومل هو. سندس همت هيٺ، سترامداس ٻين واري جا پٽ، ليکومل، راڄومل ۽ ساموڻمل، ۽ منشي خمردين پنجابي ڪم ڪندا هئا. سيٺ چيتومل وڏيءَ حشمت وارو هو. ڪوٽڙي شهر ۾ سندس چڱي هلندي هئي.

مانجهوءَ ڳوٺ ۾، سيٺ صاحب جي ڪٽنب واري وڏي جڳهه هئي ۽ ڪپهه جي ٽاڻڻ جو ڪارخانو هو، جنهن کي ”گردي“ چوندا هئا. مانجهوءَ واري ڪارخاني تي ٽيڪمل سترامداس ٻين وارو ۽ موٽيرام مکڻمل ٽڪواڻي (ڪساٽين ديو)، ۽ انهن بعد ڪساٽين ديو جو ڀائٽيو چڳومل ۽ آتمارام ڏيوڪشنداس ڪم ڪندا هئا. سيٺ وشنداس جو اردلي غوث ڏيو هو.
ٻين جو ڪاروبار، سيٺ ڪيشرداس ۽ سيٺ سريچند



پگت امرڏنومل تنومل



کرمچند امرڏنومل



لالچند کرمچند



بترمل پيسومل



چلداس پيلاڻي



چيتانند ٽيکچند پوڄارو

# سيٺ وشنداس نهالچند

## ڪجهه وڌيڪ احوال

ميرن جي راڄ ۾، سيٺ نهالچند جي ڪراچيءَ ۾ ڪوٺي
هئي، جا پوءِ، سنڌس ويراڳ وٺڻ سبب بند ٿي ويئي.
انهيءَ بعد، سنه ١٨٦٩ ۾، سيٺ وشنداس، ڪراچيءَ ۾ ڪاربدر
پوليس چوڪيءَ جي سامهون، ڪوٺي کولي، جتي اناج،
لٽي ڀڄڻ ۽ ڪپهه جو بدو واپار ۽ ڪاٺين، ڪوٺلن ۽ داڳين
وسٽي مال جي آمدني ۽ روانگيءَ جو ڪم هلندو هو. اناج
جي ڪم جو منيب ڀائي واڌورام گنگارام خاصين جو ۽
ڪپهه جي ڪم جو منيب ڀائي چنڊلداس ٻيلارام آئيڊاساڻي
ماڇهيڻن وارو هئا. ٻيا ڪم ڪندڙ ڀاولداس ۽ سنڌس
پٽ گوڙومل گهيمت جا هئا. ٻيلن جي ٺيڪن، ڪاٺين
۽ ڪوٺلن جي واپار ۽ داڳين جي ڪم تي سيٺ ڪيشوداس
۽ سيٺ سرپچند هئا ۽ منيب ڀائي کيمنداس جڳومل لکياڻي
ماڇهوءَ جو هو. انهن کان سواءِ، ٻيا ڪم ڪندڙ ڀائي ٻڌومل
پراڻن هالن جو مکي ۽ سنڌس پٽ ٽلومل، ڀائي جسومل
ايريومل ڄتوئن جو، آکو (ياقوب) هاشم کٽترا ۽ سنڌس
پٽ صالح هئا. ڪاٺين ۽ ڪوٺلن جي وڪري جو دلال
ڀارومل ٻيلاڻي ماڇهيڻن وارو ۽ ڪالڻس پوءِ سنڌس پٽ
هاسانند هئا. اناج جي ڪم واري منيب ڀائي واڌورام جي
چالاڻي بعد، سنڌس ڀاءُ ڀائي ورنڌمل جا ٽي پٽ، ڪيڙلداس،
سامنداس ۽ ايسرداس گماشتا ٿيا. ٽيئي ڀائر ننڍي هوندي کان



جهامنداس رامچند



مينگهومل پيرومل



سيد ڪرم علي شاهه آغا



هاسانند ميگهراج تيڪواڻي



باپو ڀائي پيم ڀائي ديسائي



پرڀورام سڪرامداس اوجها

۽ ايسرداس ٽئي ڄڻا جي اڳ سندس ڪاڪي سيٺ وشنداس
وٽ ڪم ڪندا هئا. مالڪ جي مٿس وڏي مهر ٿي.
ڏينهون ڏينهن واپار ڏاڍي ترقي ڪندو ۽ ڪميشن جو
وڏو ڌنڌو قائم ڪري سگهيو. ڪميشن جي ڌنڌي کان سواءِ،
ڪراچيءَ ۾ هڪ وڏي دال جي انجڻ به وڌائين. ڪراچيءَ
۾ ڪيترائي جايون خريد ڪيائين، جن مان چڱي چوکي
مسواڙ اچڻ لڳس. حيدرآباد ۾ ڪپهه ٽاڻڻ جو ڪارخانو
۽ ڊپس، ۽ ڏوڪريءَ ۾ جانورن جڙ جو ڪارخانو ٺهرايائين.
جيڪب آباد ۽ ممبئي شهر ۾ ڪوٺيون ڪرايائين.

سيٺ هيرامداس ڌرمي خيال جو هو. سندس سڀاءُ
مانهيڙو هوندو هو. انتهائي خوش لهجي انسان هو، جو ٿوري
وقت ۾، وڏي ترقي ڪري سگهيو هو. سيٺ هيرامداس،
٢٩ آگسٽ ١٩٤٩ع تي، ممبئي ۾ پرلوڪ پڌاريو.

سيٺ هيرامداس کي ڇهه پٽ، جواهرلال، موهنلال،
هيرالال، هري لال، ڪنهيالال ۽ ارجن لال آهن.

جواهرلال جو جنم، ١٩١٨ع ۾، ڪراچيءَ ۾ ٿيو. مئٽرڪ جي
پڙهائي کان اڳ، جواهرلال ڪراچيءَ واري ڪارخاني جو
مئنيجر ٿي ڪم ڪار سنڀاليندو هو. ٻنگال پرڏيهه، ڪشور
ٻيا هند، ٻين قومي ۽ ڌرمي جي ڪمن ۾ وڏيءَ دل سان
ٻين جي مدد ڪيائين. خوش مزاج ۽ شوقين طبيعت انسان.
٦ جنوري ١٩٤٨ ڪراچيءَ جي فسادن پوءِ، هي ڪٽنب
ڪراچيءَ مان لڏي وڃي ممبئي ۾ وسيو آهي.

سنه ۱۸۹۱ ۾ پرلوڪ پڌاريو ۽ پٺيان ٻه پٽ رامچند ۽ جهرامداس
ڇڏي ويو جن، سندن ڪاڪي سيٺ ڪيشوداس ٻچن واڱر پاليو.

سيٺ ٽانوامل جي ٻنهي پٽن، رامچند ۽ جهرامداس جو
جنم ماڃهوءَ ۾ ٿيو هو. رامچند جو جنم سنه ۱۸۸۴ ۾ ٿيو.
ڪراچيءَ جي اين. جي. هاءِ سڪول ۾ ڪجهه سال تعليم پرائي،
پنهنجي ڪاڪي سيٺ وشنداس جي ڪمپنا واري شاپ
تي وڃي ڪم ڪرڻ لڳو. ڪي سال ڪمپنا ۾ رهيو. سيٺ
ڪيشوداس جي چالاڪي بعد، ڪمپنا ڇڏي، ڪراچيءَ ۾
اچي، ڪراچيءَ جي ڪاٽن ۽ ڪوٺن جو ڌنڌو سنڀالڻ لڳو.

سيٺ رامچند مٺي سڀاءَ وارو ۽ راڄو ملڻو انسان هو.
کيس فقط هڪ نياڻي راڌان ٻائي ڄائي هئي. راڌان ٻائيءَ
جي شادي سيٺ روپسنگ پرمسنگ سنڌو رتيءَ سان ٿي.
پنهنجي پيءُ وانگر، رامچند به ۴۲ سالن جي بلڪل ننڍي عمر ۾
گذر ڪري ويو.

جهرامداس جو جنم ۱۸۸۵ ۾ ٿيو. ڪراچيءَ جي اين. جي.
هاءِ سڪول مان تعليم حاصل ڪري، اچي ڌنڌي کي لڳو.
پنهنجي ڪاڪي، سيٺ وشنداس جي اناج جي گدامن
جو ڪم سنڀالڻ لڳو.

هيلتائين، سيٺ جيٺومل جو اولاد، سيٺ وشنداس سان
گڏ رهندو آيو. سنه ۱۹۱۲ ۾، سيٺ جهرامداس ٽانوامل ڌار
ٿيو. پنهنجي ڄاين ۽ زمينداري سنڀالڻ لڳو ۽ ڌنڌو
ڪرڻ لڳو. آڪٽوبر ۱۹۱۹ ۾، ڪراچي شهر ۾، سيٺ
جهرامداس اناج ۽ ڪپهه جي ڪميشن جي ڪوٺي کولي.
ونس ڪم هلائيندڙ گماشتا پانيوار پائي ڪيشلداس، ساعمداس



ڪيشوداس چيتومل



ڪيول بائي نائونمل



رامچند نائونمل



جيرامداس نائونمل



اس



جمنا بائي جوهرلال

اوجو سيٺ هرچندراءِ ۽ سيٺ ڪيشوداس لئي هو. اهڙي
ڏکئي وقت ۾، سيٺ ڪيشوداس انسان ذات جي چڱي
خدمت ڪئي. ووڊلار اسپتال ۾ وڃي، بيمارن ۾ ورڇڻ
کي ڏسڻ ۽ اسپتال جي ضرورتن جي پوراڻي ڪرڻ،
اهو ڪم سندس فرض هئا، جي پوريءَ ريت ڀڄا آڻيندا هئا.
سنه ١٨٩٩ ۾ ۽ سنه ١٩٥٦ ۾، ڪڇ ۽ آسپاس ملڪ ۾
"ڇپنهو" ڏڪار پيو هو. ڪڇ مان ڪيترا ٻار روزگار
۽ سهائتا خاطر ڪراچيءَ ۽ سنڌ ۾ آيا هئا. ڪيترا ٻچن ٻار
۾ آيل هئا، جن جي سار سنڀال ۽ پرگهور لڌي وئي. هڪڙا
اَئي ٻار، انهن ٻچن ٻچا ڪراچيءَ ۾ آيل هئا. انهن مان
هڪ کي اولاد ناهون جي ڳوڪلداس آسومل ڪنڀوڪل،
ٻئي کي ڪياماڙيءَ واري ڊاڪٽر ڪندلداس ۽ ٽئين کي
سيٺ ڪيشوداس پاڻ وٽ رهائي ۽ سنڀاليو. سيٺ ڪيشوداس
کيس پنهنجو ڪري پاليو. ان کي طوطومل نالي سان سڏڻ
لڳا. طوطومل انهيءَ هوندي ڪان سيٺ سکدڀو سان واسط
رولد ڪندو هو ۽ سندس لئي پڻ جو سالي هو. طوطي مل جا
۾ ٻار چڏهين وڏا ٿيا، تڏهين پنهنجن سنڀالڻن جي
رضامنديءَ ۽ موڪل سان وطن ويا، پر طوطومل ڪراچيءَ ۾
رهجي ويو. سيٺ ڪيشوداس جي چالاڻي بعد، سيٺ
هرچندراءِ وٽ رهندو هو، ۽ هن وقت به، سيٺ هرچندراءِ
جي ڪٽنب سان امبئي ۾ رهندو آهي.

سيٺ ڪيشوداس، کي ڪو به اولاد ڪونه هو. هن
ٻ سمبر ١٩٠٥ ۾ چالاڻو ڪيو.

سيٺ لالُومل، ٢٥ سالن جي نوجوان ارسٽا ۾،

## أولاد

١٢٧

ڪٿيا اٿس. مارچ ١٩٥٨ ۾، بمبئي يونيورسٽيءَ جو مئٽرڪ
پاس ڪري، واڊيا ڪاليج پونا ۾، فرسٽ ايئر سائنس
ڪلاس ۾ داخل ٿيو آهي. فوٽو گرافي ۽ ٽپال جون ٽڪليون
ڪٺيون ڪرڻ سندس وندرون ۽ شوق آهن.

موهن جو جنم ١٤ جون ١٩٤٨ تي، انصاري روڊ،
بندر روڊ تي ٿيو. هن وقت، ڪراچيءَ جي سينٽ پيٽرڪ
هاءِ اسڪول ۾ تعليم پرائي رهيو آهي. سپورٽس ۾ چڱو
چاهه اٿس.



کیمچند ڈوسٹمل



چاچیمل شیوارام



پہلاجراۓ کیمچند



صوپراج شیوارام



پگوانداس خوشیرام



ڈاکٹر چیلارام شیوارام

سنڌرداس جو جنم ١٥ نومبر ١٩٢٨ تي ٿيو. مئٽرڪ تائين
پڙهي، اچي پنهنجي وڏن جي ڌنڌي کي لڳو. ڪراچيءَ
واري ڪوٺيءَ تي ڪم ڪار ڪري، ڌنڌي جو آزمودو حاصل
ڪيائين. هن وقت، حيدرآباد ۾، پنهنجي مشهور ونڊداس
سنڌرو فرم جي جننگ فئڪٽريءَ جو سمورو ڌنڌو
سنڀالي رهيو آهي.

سندرداس جي شادي، سيٺ ڪندنداس ٻولداس
حشماڻيءَ جي ڌيءَ ڪماري منجهو (شيلا ٻائي) سان،
٣ جون ١٩٥٤ تي بمبئيءَ ۾ ٿي. سيٺ ڪندنداس، لکنؤ
شهر ۾، مانرن سلڪ هائوس جو مالڪ آهي. سندرداس
کي هن وقت هڪ پٽ آهي، جنهن جو نالو وشنو آهي.
وشنوءَ جو جنم ٥ نومبر ١٩٥٥ تي ڪار، بمبئيءَ ۾ ٿيو.

مهيش جو جنم، ٤ نومبر ١٩٤٢ تي، ماڻڪ ٻائي پرائيٽ گائونڊ
ساماهون ننڍي ۾، بندر روڊ ايڪسٽينشن، ڪراچيءَ ۾ ٿيو.
کيس، ننڍي هوندي کان دم جي تڪليف شروع ٿي. گهڻن علاجن
ڪرڻ بعد به، دم جي تڪليف صفا دور ٿي نه سگهي.

سيڪنڊري تعليم لاءِ، مهيش کي گرامر اسڪول ڪراچيءَ
۾ داخل ڪيو ويو. ڪراچيءَ جي آب هوا صحت سان نه
ٺهڪڻ سبب، کيس پوني ۾ موڪليو ويو. پوني جي
هوا جو مٿس چڱو اثر ٿيو. پوني ۾ شري شيواجي
پي. ايم. اسڪول ۾ داخل ٿي، تعليم وٺڻ لڳو. اسڪولي
ڪم کان سواءِ، اسڪائوٽنگ ۽ سپورٽس ۾ چڱو چاهه
وٺندو رهيو. اسڪول جي سالياني سپورٽس ۾ هر وقت
حصو وٺندو هو ۽ ڪيترا ئي انعام ۽ چانديءَ جا پيالا

پوٽي جو جنم ٿيو آهي ۽ اسان لاءِ نهايت خوشيءَ جو موقعو آهي. انهي خوشيءَ جي موقعي جي يادگار ۾ ٻار جو نالو خوشي رکيو ويو.

خوشيرام ۾ سنه ١٩٤٣ ۾ مئٽرڪ پاس ڪري، ڪراچيءَ جي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿي، بي. ايس سي. تائين پڙهيو. ڪاليج ڇڏي اچي ڪپهه جي ڌنڌي جي سکيا ورتائين. هن وقت ميسرس اي. ايم. وزير علي ۽ ميسرس رالي برادرس فرمن جو ڪپهه جو دلال آهي.

خوشيرام ڪراچي ڪلب ۽ ڪراچي جمخانا جو ميمبر آهي، جتي، آفيس جي ڪم ڪار بعد، شام جو وقت صرف ڪندو آهي. ڪراچي ايئرو ڪلب لميٽيڊ جو به ميمبر آهي ۽ هوائي جهاز راني جاڻندو آهي. ڪراچي ايئرو ڪلب، اصل ايئرو ليگ آف انڊيا نالي سان ڪراچيءَ ۾ ٢٢ فيبروري ١٩٢٧ تي برپا ٿي. ڪلب جي برپا ڪرڻ جو مکيه مقصد هو ته هر ممڪن طريقي سان عوام ۾ جهاز رانيءَ لاءِ شوق ۽ دلچسپي وڌائجي. ڪلب جو پهريون چيئرمين سر مانٽيگو ڊي. ويب ۽ ڪاميٽيءَ جا ٻيا ميمبر، سيٺ هرچندراءِ وشنداس، ايف. ڪليٽن، جمشيد مهتا، ٽي. ڪي. جيسواڻي، ڪي. ايڇ ڪلارڪ، مير ايوب خان، حاتم علوي، پرلسپال ايس. سي. شاهاڻي، شيوارام ڏيوامل ۽ ٻيا هئا. اي. ڊنڪن سيڪريٽري ۽ گدامل ڦتيچند خزانچي هئا.

خوشيرام ايئرو ڪلب ۾ چڱي دلچسپي وٺندو رهي ٿو. سال ١٩٥٧-٥٦ ۾ ڪلب جي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جو ميمبر پڻ چونڊيو ويو هو.

## اولاد

سيٺ سڪندر کي هڪ نياڻي ۽ چار پٽ آهن، جن جا نالا سبتان ٻائي، خوشيرام، سندرداس، مهيش ۽ مرشن آهن. ڀيڻ ٽن ڀائرن جو جنم، ڪٽنب واري ڄاڻ، لکميداس سٽريٽ ڪراچيءَ ۾ ٿيو.

سبتان ٻائيءَ جو جنم ٢٠ آڪٽوبر ١٩٢٣ تي ٿيو. سنڌي سڪول ۾ تعليم ورتي، اڄ گهرو ڪاروبار ۽ انتظام جي ڪم ۾ ماهريت حاصل ڪيائين. ڪپڙ ورتي ۾، ماءُ ڄاڻپا ۽ خاصيتون حاصل ٿيل آهن. سندس شادي حڪومل چاچي مل سان ٿي. شري حڪومل سيٺ شيوارام ريواچند جي ڪٽنب مان آهي. سيٺ شيوارام کي چار پٽ سيٺ چاچي مل، شري سوڀراج وڪيل، ڊاڪٽر ڄيٺارام ۽ سيٺ ريجهومل آهن. سڀ ۾ هي ڪٽنب زميندار ۽ واپاري هئا. ڪن قلعيءَ حيدرآباد ۾ ڪاٽن جننگ فئڪٽري ۽ ماڻيءَ ۾ ڪاٽن جننگ پريسنگ فئڪٽري هيون. هن وقت بمبئيءَ ۾ واپار ڪن ٿا.

شري حڪومل ۽ سبتان ٻائي ڪاڻ، بمبئي ۾ رهن ٿا. کين ٻه پٽ ۽ ٽي نياڻيون آهن، جن جا نالا اندر، شيلا، ريکا، شريا ۽ ڀڳوان آهن.

خوشيرام جو جنم ٢٤ مارچ ١٩٢٦ تي ٿيو. سيٺ هرچندراءِ ٿي ڪپڙ ”خوشي“ نالو ڏنو. جي، گهر ۾ ڀائرن

پنهنجي وڻندڙ سڀاءَ جي ڪري، ساڻن سهڻا ۽ خاصا ناتا قائم ڪري سگهندي آهي. اهوئي سبب آهي جو سنڌ ۽ هندستان ۾ رهندڙ جدا جدا ذاتين جي ڪيترن سارن ڪٽنبن سان سٺا گهرو ناتا قائم ڪيل اٿس.

اڄ ڪلهه، ڪراچي شهر ۾، هوءَ پنهنجي ذات ۾ هڪ مرڪز بڻجي چڪي آهي. شهر جي جدا جدا حصن جي ڌار ڌار ذاتين ۽ ڌرمن وارين زالن سان تمام سٺا پڪتي ناتا قائم اٿس. انهن ناتن کي همدرد، هردلعزيز ۽ سونهري ڍاک ۾ نڀائيندي رهي ٿي. پنهنجي ٤٩ سالن جي جيوت جي آزمودن وسيلي، جنهن حوصلي ۽ بردباريءَ سان، زندگيءَ جي جدا جدا پهلوئن ۾ جا ڪاميابي ۽ سڦلتا حاصل ڪري سگهي آهي، اها سندس گڻن ۽ خاصيتن جي ساک آهي.



آسري ٻائي مورجمل پريملاڻي



گلاب مورجمل پريملاڻي



ميتا ٻائي جيوتراءِ پريملاڻي



ساوتري ٻائي سکديو



وشنو سندرداس



سکديو اوڌوداس

جيان، پنهنجي پتيءَ جو ساٿ ڏنو ۽ کيس پرچاءُ ڏيڻ جي خيال کي رڳو ڇڏيو. آخري ڏينهن تائين، پنهنجي همت ۽ قربانيءَ جي پاول سان، ايندڙ مشڪلات پري جيوت کي منهن ڏيڻ لاءِ پاڻ کي تيار ڪيو.

سنه ١٩٢٦ع ۽ ١٩٣٣ع وچ ۾، گهر ۾ قضيا ٿيا. سيٺ اوڌوداس، سيٺ هرچندراءِ، سيٺ وشنداس ۽ سيٺ سربچند چالاڻو ڪري ويا. انهن غميءَ جي موقعن تي جي گهرو جوابداريون ۽ ذميواريون ٿيون، تن کي صبر، همت ۽ بردباريءَ سان منهن ڏيڻ ۾ ساوتري ٻائي هرگز ڍل ڪانه ڪئي.

تنهن کان سواءِ، گهر ۾، جدا جدا وقتن تي، اڇمڻداس، رامچند ۽ پرتاپ جي شادين جا ڪارج ٿيا. اهي شاديءَ جا ڪارج ساوتري ٻائيءَ پنهنجي هٿن سان ڪيا ۽ انهن جي پوراڻي ڪرڻ ۾ ڪابه ڪسر نه ڇڏيائين. شادين بعد، پنهنجن ڏيراڻين جي سهڻي ڍنگ ۾ رهنمائي ۽ رهبري ڪئي.

ساوتري ٻائيءَ جي شاديءَ واري اوائلي دور ۾، اڇمڻداس ڦڦڙن جي تڪليف سبب، بيمار ٿي پيو هو. بيمار جي سار سنڀال لهڻ ۽ خدمت ڪرڻ ۾ هن نهايت همت کان ڪم ورتو.

سيٺ سڪنديو، ٻه دفعا، سخت بيماريءَ جي حالت ۾ اسپتال داخل ٿي پيو هو. انهي موقعن تي، ساوتري ٻائيءَ رات ڏينهن هڪ ڪري، پنهنجي جيون ساٿيءَ جي خدمت ۽ چاڪري ڪئي. هر وقت، سندس پورهيا ثاب پيا ۽ سيٺ سڪنديو اوٿر ٿي اٿيو.

الڳ ٿي ليجسليٽو اسيمبليءَ جي ميمبر چونڊجڻ بعد، اسيمبليءَ جي ميٽنگن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ، سيٺ سڪنديو کي

مرد جي گهرو جيوت جي ڪاميابيءَ لاءِ ضروري آهي ته
ڪنهن اهڙي جيون ساٿي ملي، جنهن ۾ ڪي اڻ لڀ
گڻ ٻڌ موجود هجن. اها ڳالهه اهميت ليکيندي آهي، جنهن
سيٺ گهر جي خوشي، ترقيءَ ۽ اوج وڌندو رهندو آهي.
سيٺ سڪندر کي اهڙي اهميت حاصل ٿي هئي. جنهن وقت
گذاريندو هو، تنهن ساوتري ٻائي دل ۽ دماغي خواهش ۾
وڌيڪ واڌارو ڪندي. ٿوري ئي عرصي ۾، ساوتري ٻائيءَ
نه رڳو گهرو جيوت جي هر پهلوءَ تي پنهنجو اثر ٿي هلايو،
پر پنهنجي پتيءَ تي نه جڪو اثر هلائي ٿي سگهي. ۽
انهي ڏس ۾، ڏينهون ڏينهن ترقي ڪندي رهي.

سيٺ سڪندر، ديس سيوا ۽ آزادي هلچل ۾ گهڙيو
۽ ديس جي سڌالنبندي عمل جون پانسرا نون ٻڌ ڪيون.
انهي ڏس ۾، پنهنجي جيون ساٿيءَ جي همتائيندڙ ڀرپور،
صبر ۽ همت جو ساٿ ۽ سهڪار ساڻس هو. انهي ڪري،
اهڙا ڪم سولائيءَ ۽ سهنجائيءَ سان ڪري ٿي سگهيو.

١٩٣٠ع واري ولائتي ڪپڙي بائيڪاٽ هلچل ۾ سيٺ
سڪندر پهريون دفعو گرفتار ٿيو. مٿس انهي قلم لڳا ويا
هئا، جن جو گهٽ ۾ گهٽ ۽ ڊگهي سزا جو مدو ڇاليهه
سال ٿي ٿيو. راجدروهي ڪم ڪندڙن تي نامت ۽ قرلت جا
الزام لڳايا ويا، انهن سڀ، ڪن مرڪزن ۾ خيال
ڏيکاريو ويو ته هن ڪيس ۾ بچاءُ ڏنو وڃي. سيٺ سڪندر
بچاءُ ڏيڻ کان انڪاري واري. ساوتريءَ ٻائيءَ تي زور آندو
ويو، ته پنهنجو اثر هلائي، سيٺ سڪندر کي مڃائي.
٢١ ورهين جي نوجوان ساوتري ٻائيءَ، دلير دل استريءَ

جيئن، پنهنجي پتيءَ جو ساٿ ڏنو ۽ کيس ۾ اتساهه ڏيڻ جي خيال کي رٿي ڇڏيو. اهڙيءَ ريت، پنهنجي همت ۽ قربانيءَ جي ڀاونا سان، ايندڙ مشڪلات ڀري جيوت کي منهن ڏيڻ لاءِ پاڻ کي تيار ڪيو.

سنه ١٩٢٦ع ۽ ١٩٣٣ع وچ ۾، گهر ۾ قضيا ٿيا. سيٺ اوڌوداس، سيٺ هرچندراءِ، سيٺ وشنداس ۽ سيٺ سرپچند چالاڻو ڪري ويا. انهن غميءَ جي موقعن تي جي گهرو جوابداريون ۽ ذميواريون ٿيون، تن کي صبر، همت ۽ بردباريءَ سان منهن ڏيڻ ۾ ساوتري ٻائي هرگز نه پٺتي پيئي.

تنهن کان سواءِ، گهر ۾، جدا جدا وقتن تي، لڇمڻداس، رامچند ۽ پرتاپ جي شادين جا ڪارج ٿيا. اهي شاديءَ جا ڪارج ساوتري ٻائيءَ پنهنجي هٿن سان ڪيا ۽ انهن جي پورائي ڪرڻ ۾ ڪابه ڪسر نه ڇڏيائين. شادين بعد، پنهنجن ڏيراڻين جي سهڻي ڍنگ ۾ رهنمائي ۽ رهبري ڪيائين.

ساوتري ٻائيءَ جي شاديءَ واري اوائلي دور ۾، لڇمڻداس ڦڦڙن جي تڪليف سبب، بيمار ٿي پيو هو. بيمار جي سار سنڀال لهڻ ۽ خدمت ڪرڻ ۾ هن انتهائي همت کان ڪم ورتو.

سيٺ سڪنديو، ٻه دفعا، سخت بيماريءَ جي حالت ۾ اسپتال داخل ٿي پيو هو. ٻنهي موقعن تي، ساوتري ٻائيءَ رات ڏينهن هڪ ڪري، پنهنجي جيون ساٿيءَ جي خدمت ۽ چاڪري ڪئي. هر وقت، سندس پورهيا ثابت پيا ۽ سيٺ سڪنديو اونو ٿي اٿيو.

انڊين ليجسليٽو اسيمبليءَ جي ميمبر چونڊجڻ بعد، اسيمبليءَ جي ميٽنگن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ، سيٺ سڪنديو کي

# جيون ساٿي

سيٺ سکنديو جي شادي ساوتري ٻائي سان ۱۲ مئي
۱۹۲۲ع تي ٿي. ساوتري ٻائي، ڀرائن هالن جي هلندي
واري زميندار، سيٺ ڀلاجراءِ کيمچند جي ڌيءَ آهي.
سندس جنم، ۱ نومبر ۱۹۰۹ع تي ٿيو هو. هوءَ مائٽن جو
ننڍي ۾ ننڍو اولاد هئي. کين هڪ ڀيڻ ۽ ڀاءُ پڻ هئا.
پاڻ جلدئي گذر ڪري ويا. ساوتري ٻائي ننڍپڻ کان
نمر ڌرم، قرب ۽ محنتي هئي.

۱۳ سالن جي عمر ۾ شادي ڪري، ڀرائن هالن جو ڳوٺ
ڇڏي، ساوتري ٻائيءَ ڪراچيءَ ۾ اچي ساهرن جو گهر
وسايو. شهر جي لئن وارو منڊل ۾ ٻاڙ کي نهڪائڻ ۾
گهڻو وقت نه لڳس. تنهن ڳالهه جي سبب، ٻچن ۾ گهرو
ڪم ڪار کان واقف هئي، سو پنهنجي محنت ۽ قرباني ۽
سبب، ٿوري عرصي ۾ گهرو ڪاروبار جون جوابداريون ۽
ذميواريون هموار ڪري ورتائين.

سندس سس سادي سڀاءَ واري هوندي هئي. ساوتري
ٻائي، هرڪا ڪوشش ورتي، پنهنجي سس کي خوش
رکندي رهي. انهيءَ ڏس ۾ ڪجهه قدر ڪامياب ٿي.
پنهنجي سس جون آسيسون کٽندي هئي. اهڙيءَ ريت
پنهنجي گهر جي خوشي ۽ پنهنجي پتيءَ جو راضپو ڪجهه
طرح حاصل ڪري سگهي.

اهڙيءَ ريت، اولهه پاڪستان ۽ پنجاب ۾ اونهن جي سڀني طرف مدد ۽ سهائتا جو هٿ ڊگهيرو ويو.

## سنڌ ڪراچي ريفيوجي بورڊ هائوس بلڊنگ ڪاميٽي

مهاجر طبقي جي وچولي درجي لاءِ، ڪنهن ايراضيءَ ۾ ۽ ٿوريءَ مسواڙ تي هوادار ۽ سستا گهر مهيا ڪرڻ لاءِ ڪراچي شهر جي هنڌ ڏوکي سڄڻن پاران ڪوشش ورتي ويئي ۽ سنڌ ڪراچي ريفيوجي بورڊ هائوس بلڊنگ ڪاميٽي هستيءَ ۾ آئي. ڪاميٽيءَ کي حڪومت پاران گذري روڊ تي وڏي زمين ملي، جنهن کي گذري باغ ڪالوني سڏجي ٿو. ڪاميٽيءَ پاران بلاڪ مان جدا ڪيا ڪيا ويا ۽ ڪيتريون جايون ٺهرايون ويون آهن. انهن ڪوششن سبب وچولي درجي جي ڪٽنبن لاءِ جڳهي سهوليت ۽ سهنجائي ٿي آهي. ڪاميٽيءَ جا ميمبر هن ريت آهن: مسٽر احمد اي. ايچ. حافر (چيئرمين)، سيٺ سڪندر اوڌوداس، مسٽر حسين امام، مسز گل محمد والا، مسٽر قاسم دادا، مسٽر اي. جاڦري، مسٽر محسن ۽ مسٽر فرامن.

سيٺ سڪندر پاڪستان دستور ساز اسيمبليءَ ۾ ريفيوجي ريهيبليٽيشن سٽينڊنگ ڪاميٽيءَ جو پڻ ڪيترا سال ميمبر ٿي رهيو ۽ ڪاميٽيءَ جي ڪاروبار ۾ چڱي دلچسپي ورتي، ڪارگر صلاحون ڏيندو رهيو.

## پبلڪ ڪمن ۾ ڀهرو

مسٽر عبداللطيف ٻواڻي، مسٽر محمود اصفهاني، مسٽر محمد اسي
سيد واجد علي شاهه، پير محفوظ الاهي، مسٽر محمد علي حبيب
مسٽر قاسم دادا، مسٽر ذڪريا آدمجي، مسٽر سعيد سيگال
مسٽر رستم ڪاواسجي ۽ سيٺ سڪندر اوڌو داس.

اولهه پاڪستان جي ١٦ ضلعن مان ١١ ضلعا ٻوڏ جي اثر هيٺ
اچي چڪا هئا. ڪاميٽيءَ جي چيئرمين پاران سهائتا فنڊ ۾ رقم
ڏيڻ لاءِ اپيل ڪئي وئي. ڪاميٽيءَ جا ميمبر وقت به وقت
ملڻ لڳا. سيٺ سڪندر، دلچسپي وٺي، ميڙن ۾ شريڪ
ٿيندو هو. سندس تجويز تي، هڪ ٽن ڄڻن جي ڪاميٽيءَ
کي اولهه پاڪستان ڏانهن موڪليو ويو، جنهن ٻوڏ جون
حالتون جاچي اچي رپورٽ پيش ڪئي.

ڪاميٽيءَ پاران فنڊ ڪٺي ڪرڻ جون ڪوششون جاري
ٿي ويون. ان مهم جي عرصي ۾ شمار ٢٣ لک رپيا گڏ
ٿي ويا. ڪراچي شهر جي ڪپهه جي واپارين ۽ ٻين
کان، چڱي رقم ڪٺي ڪئي وئي. انهي ڏس ۾،
سيٺ سڪندر، ڪراچي ڪاٽن ايسوسيئيشن جي وائيس
پريزيڊنٽ مسٽر عبدالرحمان ۽ ٻين ڊائريڪٽرن مسٽر پيرياڻي
۽ حاجي احمد عمر سان گڏجي ڪوششون ورتيون.

سيپٽمبر ١٩٥٤ جي پڇاڙيءَ ۾، پنجاب ۾ به ٻوڏون آيون.
هزارن جي تعداد ۾، پنجاب جا ڳوٺ ٻوڏن جي وڪڙ ۾ اچي
ويا. هزارين ماڻهو دربدر ٿيا. جان ۽ مال جو وڏو نقصان
ٿيو. سينٽرل فلڊ رليف ڪاميٽيءَ، پنهنجي ١ آڪٽوبر ١٩٥٤
واري ميٽنگ ۾ فيصلو ڪيو ته پنجاب ۾ ٻوڏن جي ستايلن جي
پڻ مدد ڪئي وڃي ۽ انهن لاءِ به فنڊ ڪٺو ڪيو وڃي.

ڪارپوريشن هال ۾ ٿيو. جنهن ۾ سال لاءِ عهديدار چونڊيا ويا.
مسٽر جي. الانا پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. چار وائيس پريزيڊنٽ
چونڊيا ويا، جن مان سيٺ سڪنديو هڪ هو.

## سينٽرل فلڊ رليف ڪاميٽي آف ايسٽ پاڪستان ۽ پنجاب

آگسٽ ١٩٥٤ ۾، اوڀر پاڪستان ۾ ٻوڏن سخت زيان
ڪيا. ٻوڏ جي ستايلن جي مدد ڪرڻ لاءِ، ايسٽ اينڊ
ويسٽ پاڪستان ائسوسيئيشن جي سهاري هيٺ، ڪراچي
شهر ۾، ١٣ آگسٽ ١٩٥٤ تي هڪ جهڙ سڏايو ويو. جنهن
جي صدارت، پاڪستان دستور ساز اسيمبليءَ جي پريزيڊنٽ
مولوي تميزالدين خان ڪئي. جنهن ۾ فيصلو ڪيو ويو ته ٻوڏ
ستايلن لاءِ فنڊ ڪٺو ڪجي. انهيءَ لاءِ هڪ ٢٥ ڄڻن جي
ڪاميٽي، مس فاطمه جناح جي صدارت هيٺ مقرر ٿي.
ڪاميٽيءَ جا ٻيا ميمبر هن ريت هئا: چوڌري محمد علي
(وزير اعظم پاڪستان)، مولوي تميزالدين (پريزيڊنٽ،
پاڪستان دستور ساز اسيمبلي)، ڊاڪٽر اي. ايم. ملڪ
(منسٽر فار ورڪس)، ملڪ فيروز خان نون (گورنر پنجاب)،
سردار عبدالرشيد خان (وڏو وزير، اين. ڊبليو. ايف)،
مسٽر عبدالستار پيرزادو (وڏو وزير سنڌ)، مسٽر سيد حسن
محمود (وڏو وزير، بهاولپور)، مسٽر مرزا حسن قزلباش
(وڏو وزير، خيرپور)، خان قربان علي خان (اي. جي. جي.
۽ چيف ڪمشنر، بلوچستان)، مسٽر اي. ٽي. نقوي
(چيف ڪمشنر، ڪراچي)، مسٽر فخرالدين ولهياڻي،
خان بهادر ايڇ. ايم. حبيب الله، مسٽر ايم. اي. رنگون والا،

مسٽر عبداللطيف پراڻي، مسٽر محمود اسفاني، مسٽر محمد اسير، سيد واجد علي شاهه، پير محفوظ الاهي، مسٽر محمد علي حبيب، مسٽر قاسم دادا، مسٽر ذڪريا آدمجي، مسٽر سعيد سيگال، مسٽر رستم ڪوواسجي ۽ سيٺ سڪديو اوڌوداس.

اولهه پاڪستان جي ١٦ ضلعن مان ١١ ضلعا ٻوڏ جي اثر هيٺ اچي چڪا هئا. ڪاميٽيءَ جي چيئرمين پاران سهائتا فنڊ ۾ رقم ڏيڻ لاءِ اپيل ڪئي ويئي. ڪاميٽيءَ جا ميمبر وقت به وقت ملڻ لڳا. سيٺ سڪديو، دلچسپي ورتي، ميٽنگن ۾ شريڪ ٿيندو هو. سندس تجويز تي، هڪ اُن چڱن جي ڪاميٽيءَ کي اولهه پاڪستان ڏانهن موڪليو ويو، جنهن ٻوڏ جون حالتون جاچي اچي رپورٽ پيش ڪئي.

ڪاميٽيءَ پاران فنڊ ڪٺي ڪرڻ جون ڪوششون جاري ٿي ويون. ان مهم جي عرصي ۾ شمار ٢٣ لک رپيا گڏ ٿي ويا. ڪراچي شهر جي ڪپهه جي واپارين ۽ فرمن کان به چڱي رقم ڪٺي ڪئي ويئي. انهي ڏس ۾، سيٺ سڪديو، ڪراچي ڪاٽن ايسوسيئيشن جي وائيس پريزيڊنٽ مسٽر عبدالرحمان ۽ ان جي ڊائريڪٽرن مسٽر ٻرڪاني ۽ حاجي احمد عمر سان گڏجي ڪوششون ورتيون.

سيپٽمبر ١٩٥٤ جي ڀاڱي ۾، پنجاب ۾ به ٻوڏون آيون. هزارن جي تعداد ۾، پنجاب جا ڳوٺ ٻوڏن جي وڪڙ ۾ اچي ويا. هزارين ماڻهو دربدر ٿيا. جان ۽ مال جو وڏو نقصان ٿيو. سينٽرل فلڊ رليف ڪاميٽيءَ، پهرين ١ آڪٽوبر ١٩٥٤ واري ميٽنگ ۾ فيصلو ڪيو ته پنجاب ۾ ٻوڏن جي ستايلن جي پڻ مدد ڪئي وڃي ۽ انهن لاءِ به فنڊ ڪٺو ڪيو وڃي.

ڪارپوريشن هال ۾ ٿيو. جنهن ۾ سال لاءِ عهديدار چونڊيا ويا.
مسٽر جي. الانا پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. چار وائيس پريزيڊنٽ
چونڊيا ويا، جن مان سيٺ سڪندر هڪ هو.

## سينٽرل فلڊ رليف ڪاميٽي آف ايسٽ پاڪستان ۽ پنجاب

آگسٽ ۱۹۵۴ ۾، اوڀر پاڪستان ۾ ٻوڏن سخت راڄ
ڪيا. ٻوڏ جي ستايلن جي مدد ڪرڻ لاءِ، ايسٽ اينڊ
ويسٽ پاڪستان ائسوسيئيشن جي سهاري هيٺ، ڪراچي
شهر ۾، ۱۳ آگسٽ ۱۹۵۴ تي هڪ جنرل سڏايو ويو. جنهن
جي صدارت، پاڪستان دستور ساز اسيمبليءَ جي پريزيڊنٽ
مولوي تميزالدين خان ڪئي، جنهن ۾ فيصلو ڪيو ويو ته ٻوڏ
سهائتا فنڊ کولو ڪيو وڃي. انهيءَ لاءِ هڪ ۲۵ ڄڻن جي
ڪاميٽي، مس فاطمه جناح جي چيئرمنيءَ هيٺ مقرر ٿي.
ڪاميٽيءَ جا ٻيا ميمبر هي رهيا هئا: چوڌري محمد علي
(وزير اعظم پاڪستان)، مولوي تميزالدين (پريزيڊنٽ،
پاڪستان دستور ساز اسيمبلي)، ڊاڪٽر اي. ايم. ملڪ
(منسٽر فار ورڪس)، ملڪ فيروز خان نون (گورنر پنجاب)،
سردار عبدالرشيد خان (وڏو وزير، اين. ڊبليو. ايف)،
مسٽر عبدالستار پيرزادو (وڏو وزير، سنڌ)، مسٽر سيد حسن
محمود (وڏو وزير، بهاولپور)، مسٽر مرتاز حسن قزلباش
(وڏو وزير، خيرپور)، خان قربان علي خان (اي. جي. جي.
۽ چيف ڪمشنر، بلوچستان)، مسٽر اي. ٽي. نقوي
(چيف ڪمشنر، ڪراچي)، مسٽر فخرالدين ولي ڀائي،
خان بهادر ايڇ. ايم. حبيب الله، مسٽر ايم. اي. رنگون والا،

روانا ٿي ويندا هئا.

سوامي نارائڻ مندر هڪ ٽرسٽ ملڪيت آهي. ٽرسٽ جي هيڊ آفيس احمد آباد ۾ آهي. سنه ١٩٥٠ ڌاري، سيٺ سڪندرو ۽ شري ٺاڪرسي مولچي، ٽرسٽ پاران، سوامي نارائڻ مندر ڪراچيءَ جي ملڪيت جا "اناري" مقرر ٿيا. هندو ڌرم سڀ رکشڻي سڀاءَ پاران هندن جي وڏن ڏينهن جا اتسو سوامي نارائڻ مندر ۾ ملهايا ويندا هئا. جڏهين ڪراچي هندو پنچايت قائم ٿي، تڏهين سوامي نارائڻ مندر جي انارين پاران ڪراچي هندو پنچايت کي آفيس لاءِ جاءِ، اتسون ملهائڻ لاءِ هڪ ڪمپائونڊ ۽ ريڊنگ روم لاءِ ڪمرو ڏنو ويو. انهن سهولتن ملڻ سان، ڪراچي هندو پنچايت پنهنجي ڪاروبار ۾ چڱي ڪاميابي حاصل ڪري سگهي آهي.

اڄ ڏينهن تائين، سنڌ مان هندن جي ٿوري گهڻي لڏپلاڻ هلندي اچي. انڪري هندو ڪٽنبن جي سهوليت خاطر، ڪراچيءَ ۾ عارضي عرصي جي گذر ڪرڻ لاءِ، سوامي نارائڻ مندر ۾ سنڌن رهڻ جو انتظام ڪيل آهي. لڏي آيل ڪٽنب، ڪجهه ڏينهن ڪراچيءَ ۾ رهي، لڏڻ جو سرٽيفڪيٽ حاصل ڪري، ٽڪيٽون وغيره وٺي هندستان ڏانهن روانا ٿين ٿا. اهو انتظام سنڌ جي غريب ڪٽنبن ۽ ڳوٺاڻن لاءِ وڏو سهارو ثابت ٿيو آهي.

## فيڊريشن آف چيمبرس آف ڪامرس ۽ انڊسٽريز

١٢ جنوري ١٩٥٠ تي، فيڊريشن آف چيمبرس آف ڪامرس ۽ انڊسٽريز جي ميمبرن جو عام ميڙ ڪراچي ميونسپل

"وسيلو" مقرر ڪيا ويا.

سنه ١٩٥٦ع ۾، ڪسٽوڊين پاران ڪراچي پنجراپور ايسوسيئيشن کي الاٽيل ملڪيت ٿيرايو ويو. ڪسٽوڊين جي آرڊر کي ايسوسيئيشن پاران عام ڪورٽ ۾ رٽ پٽيشن ڪئي وئي، جا رد ٿي. انهيءَ بعد، مسٽر ماڌوجي ڪارسي ڀائي، وڏو خرچ هموار ڪري سپريم ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪئي. سپريم ڪورٽ پاران ڪسٽوڊين کي اها هدايت ڪئي وئي ته پنهنجو ڪيس علائي ڏئو وڃي ته ڪراچي پنجراپور هڪ ڌرمي ۽ ڌرمائو سنسٿا آهي يا نه. ڪسٽوڊين پاران ڪيس هلي اوڙو لمو، پر آخرين فيصلو اهان ڪوار ڏنو ويو آهي. ڪيس هاڻ بعد اهو ٿيو آهي جو ڪسٽوڊين پنهنجي ڊپارٽمينٽ کي ڪراچي پنجراپور جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ نااهل ڄاڻائي، پنهنجي پاران چئن هندو سيٺن کي پنجراپور هلائڻ جو ڪاروبار سونپيو آهي.

## سوامي نارائڻ مندر ٽرسٽ

سوامي نارائڻ مندر، شهر جي وچ ۾، مکيه بندر روڊ تي ۽ ڪشادي ايراضيءَ ۾ هئڻ سبب، پاڪستان بعد، ڪراچي شهر جي هندن لاءِ هڪ مرڪز ٿي چڪو آهي. ڪراچي شهر ۽ سنڌ مان هندن لڏپلاڻ جو دور شروع ٿيو هو، لڏندڙ مندر جون ڪوٺيون ۽ ڪمپائونڊ واري ايراضي هندو پناهگير ڪئمپ لاءِ ڪتب اينديون هيون. سنڌ جي جدا جدا حصن مان، هزارن جي تعداد ۾، هندو ڪئمپ اندر اچي سوامي نارائڻ مندر پناهگير ڪئمپ ۽ ٻين ڪئمپن ۾ لهندا هئا. اڳيئون واٽ ۽ ٻئي ضروري بندوبست ڪرڻ بعد، ڪيماڙي بندر تان هندستان ڏانهن

ائڊمنسٽريشن لئي هڪ داغ آهي. چئي اٿو سگهجي ته
اهي سلسلي ۾ ڳالهين جو واسطو الهه رواي کاتي جي وزارت سان
آهي يا ريهيبليٽيشن کاتي جي وزارت سان." انسوسئيشن
جي تاريخ ۽ متن ۽ مقصدن کان هائوس کي واقف ڪري،
وڌيڪ ٻڌايو ته "انسوسئيشن پاران هڪ اعليٰ درجي جي
برپا ٿيل ڊيڙي هڪ ڊاڪٽر سوالي کي الاٽ ڪئي ويئي
آهي، جنهن بابت چيو وڃي ٿو ته هو انهي ڪم جو ماهر
آهي، پر جنهن کي حڪومت خود پنهنجن ڪمن ۾ لڳائي
نٿي سگهي. انهي ڏس ۾، انسوسئيشن کي ڪسٽوڊين
وٽان "اسٽي آرڊر" پڻ مليو آهي، پر تنهن هوندي به ڊيڙي
واپس نه ڪئي ويئي. انهي بعد، ڊيڙيءَ کي لان اوڪيوئي
برابري پڻ ڇاڻايو ويو، ته به ريهيبليٽيشن کاتي پاران انسوسئيشن
کي ڊيڙي واپس نه ڪئي. اسان کي چيف ڪورٽ
۾ وڃڻو پيو. چيف ڪورٽ ڊاڪٽر سوالي لئي چٺيا هنيا.
اهي هوندي به، ڊيڙيءَ جو قبضو انسوسئيشن کي واپس
نه مليو. ڊيڙيءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي ڪورٽ ۾
وڃڻو پيو آهي. انسوسئيشن کي وڏو نقصان رسيو آهي.
اهڙي قسم جي ڳالهه انگلنڊ يا ٻئي ڪنهن لوڪشاهي
ملڪ ۾ ٿئي ها، ته واسطيدار کاتن جي وزيرن کي
استعفائون ڏيڻ لاءِ لاچار ڪيو وڃي ها ۽ سندن جاءِ تي
ٻيا بهتر وزير مقرر ڪيا وڃن ها."

٢٩ مارچ ١٩٥١ تي، انسوسئيشن پاران ڪمل عارضي
مدعي واري درخواست ڪورٽ ۾ ڏني ويئي ۽
ڪورٽ پاران چيناڻند هيرانند ۽ ڪشوچي الجاريا ڊيڙي لاءِ

وڻواسي کي خالص کير ۽ مکڻ ملندو رهندو هو.

١ فيبروري ١٩٥٠ تي، ڪراچي پڃراپور ايسوسيئيشن جي آفيس تي، ريهيبليٽيشن کاتي جي عملدارن ۽ پوليس پاران، اوچتو قبضو ڪيو ويو. آفيس جي سموري سامان، دفتري جي ڪاغذن وغيره جي فهرست تيار ڪرائي ويئي. ٻئي ڏينهن تي ايسوسيئيشن جي آفيس جو سمورو سامان، حساب ڪتاب جا ڪتاب، آفيس ۾ موجود رڪارڊ ۽ دفتري جي ڪاغذن تي ريهيبليٽيشن کاتي پاران قبضو ڪيو ويو ۽ اهو سمورو قبضو هڪ ڊاڪٽر سوالي جي حوالي ڪيو ويو. انهيءَ لاءِ ايسوسيئيشن کي ڪوبه آرڊر وغيره ڪونه ڏنو ويو.

انهيءَ سلسلي ۾، ٣ فيبروري ١٩٥٠ تي، ايسوسيئيشن پاران، سيٺ سڪندر، جمشيد نسروانجي ۽ جيٺانند حيرانند ڪراچي شهر جي ايڊمنسٽريٽر کي ڏٺو ۽ درخواست پيش ڪئي. ٣ فيبروري تي، ايسوسيئيشن پاران هڪ وفد ريهيبليٽيشن کاتي جي وزير کي روبرو ڏٺو ۽ حالتن کان واقف ڪيو، ليڪن هو ٻڌڻ جو جنو ۽ ڪسٽوڊين جي ”اسٽي آرڊر“ جو لفظ نه هٽو هٽ ڏنائون.

ورهيه پڄاڻ ڏکڙي ويا، پر ڪراچي پڃراپور ايسوسيئيشن ساڳي حالت ۾ هئي، قبضو نه آيو. سيٺ سڪندر، پاڪستان دستور ساز اسيمبليءَ ۾، انهيءَ تي عام بحث جي دوران، ٢٣ مارچ ١٩٥١ تي تقرير ڪندي هائوس جو ڌيان ڪراچي پڃراپور ايسوسيئيشن جي ڪيس طرف نه ڇڪايو ۽ چيو ته ”ڪراچي پڃراپور ايسوسيئيشن وارو ڪيس ڪراچي

دلچسپي وٺندو ايندو آهي. وقت بہ وقت ڊسپينسري ڪاميٽيءَ جو ممبر چونڊبو ايندو آهي. اسپتال لاءِ هڪ قابل ۽ آزمودگار ڊاڪٽر ۽ هڪ ليڊي ڊاڪٽر مقرر ٿيل آهن. انسوسيئشن جي ممبرن، سندن زيردستن ۽ ڪم ڪندڙن ۽ انسوسيئشن جي ملازمن کي هرڪا قيمتي دوا، انجيڪشن ۽ گوريون وغيره مفت ڏيڻ ۾ اچن ٿيون. اها اسپتال سهڻي نموني ۾ خدمت ڪري رهي آهي. اسپتال کي وڌيڪ ڪارائتو ۽ اپ ٽو ڊيٽ ڪرڻ لاءِ، سيٺ سڪندر، وقت بہ وقت، تجويزون پيش ڪري ۽ انهن کي عملي روپ ڏيارڻ لاءِ وڏي دلچسپي وٺندو رهي ٿو.

## ڪراچي پنجراپور انسوسيئشن

ڪراچي پنجراپور انسوسيئشن، ڪراچي شهر جي هندو رهواسين پاران، هڪ اعليٰ درجي جي ڌارمڪ سنسٿا آهي، جا سن ١٨٨٦ ۾ ارپا ٿي ۽ انهي زماني کان وٺي ڪم ڪندي اچي ٿي. اها سنسٿا انسانيت جي اوچ ۽ اعليٰ درجي جي اصولن سان هستيءَ ۾ آئي. سنسٿا جو مکيہ مقصد آهي تہ ٻڍن ۽ جڏن جانورن ۽ خاص ڪري ڳائين جو بچاءُ ڪيو وڃي. ڳئو پوڄا ۽ ڳئو رکشا هندو ڌرم جي مکيہ ڳالهين مان هڪ آهي.

سن ١٩٤٩ ۾، سيٺ سڪندر، ڪراچي پنجراپور انسوسيئشن جو سيڪريٽري چونڊيو ۽ جنهن بعد، هر سال، سيڪريٽري چونڊبو ايندو آهي. سيٺ جيٺانند هيرانند انسوسيئشن جو پريزيڊنٽ ٿيندو رهيو هو. انسوسيئشن پاران وڏي پيماني تي هڪ "ڊيئري" ارپا ڪيل هئي، جتان ڪراچي شهر جي

## پبلڪ ڪمن ۾ ڀاڱو

پاڪستان ٺهڻ بعد، سيٺ سڪندر، اڳين وانگر، پبلڪ ڪمن ۾ ڀاڱو وٺندو رهيو آهي.

### پاڪستان مرچنٽس ائسوسيئيشن

الدين مرچنٽس ائسوسيئيشن جو نالو بدلائي پاڪستان مرچنٽس ائسوسيئيشن رکيو ويو هو. ائسوسيئيشن جي ساليانيعام ميڙ ۾، مارچ 1948 ۾، سيٺ سڪندر کي ائسوسيئيشن جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. سيٺ سڪندر، ائسوسيئيشن جي بهتريءَ ۽ واڌاري جي ڏس ۾ زوردار ڪوششون ورتيون. ائسوسيئيشن جا اڪثر واپاري مسلمان هئا، هن سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان واپارين جي صحيح ڍنگ ۾ رهنمائي ڪرڻ سان سندن وشواس ۽ اعتقاد حاصل ڪيو هو، ۽ 20 مارچ 1949 واري ساليانيعام ميڙ ۾، لاڳيتو ٻئي سال لاءِ ۾، ائسوسيئيشن جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. انهيءَ بعد، ڪي سال، ائسوسيئيشن جي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جو ميمبر ٿي ڪم ڪندو رهيو.

### ڪراچي ڪاٽن ائسوسيئيشن

سال 35-1934 کان اڄ ڏينهن تائين، ڪن هڪ ٻن سالن کان سواءِ، سيٺ سڪندر هر سال ڪراچي ڪاٽن ائسوسيئيشن جو ڊائريڪٽر چونڊبو ايندو آهي. ائسوسيئيشن سان سندس هيترن سالن جي ناتي ۽ لاڳاپي، عملي آزموديءَ ۽ ائسوسيئيشن جي ترقيءَ ۽ واڌاري جي ڏس ۾ زوردار دلچسپيءَ سبب،



جيٺانند هيرانند



ٽي . موٽنداس



دادا ڀائي ڪانٽرئڪٽر



ڊي . بي . دستور



ڪيشوجي والجي انجاريا



ماڌوجي ڌارسي ڀائي



جگتسنگ آئلمل



تيڪمداس واڌومل



هرداسمل هنگوراڻي



ڏنگومل رامچنداڻي



چوئٿرام موٽواڻي



بولچند ڪرپالاڻي

ڪولي ويئي. ائسوسيئيشن پاران انگريزيءَ ۾ هڪ هفتيوار
اخبار "مائنارٽيز ريويو" جاري ڪئي ويئي، جنهن جو
ايڊيٽر سيٺ وڌومل ڪرپالداس مقرر ٿيو. سنڌ هندو ائسوسيئيشن
پاران، سنڌ جي هندن جي تڪليفن ۽ مسئلن دور ڪرڻ
لاءِ ڪوششون جاري رهيون.

٢٥ فيبروري ١٩٥١ تي، سنڌ هندو ائسوسيئيشن جا
پريزيڊنٽ، خزانچي ۽ سيڪريٽري، سيٺ سکنداس،
جهامنداس راءچند ۽ هرچندراءِ مدومل، ائسوسيئيشن جي
سلسلي ۾، حيدرآباد کان، سنڌ جي چڪر لاءِ روانا ٿيا.
خيرپور، سکر، شڪارپور ۽ جيڪب آباد ۾ پهچي، هندن
سان ملي، حال احوال ورتي، هر هنڌ سنڌ هندو ائسوسيئيشن
جون شاخون برپا ڪيائون.

سنڌ جي هندن لاءِ، وقت به وقت، اوان مسئلا ۽
مشڪلاتون پيدا ٿينديون رهيون. سنڌ هندو ائسوسيئيشن
پاران، انهن سوالن ۽ حالتن کي دور ڪرڻ لاءِ، وقت به
وقت ڪوششون ورتيون وينديون هيون. واسطيدار
مرڪزن ڏانهن عرضداشتون موڪلڻ ۽ وفد ناتي وزيرن ۽ عملدارن
کي روبرو ڏسڻ ۽ مشڪلاتون پيش ڪرڻ — اهي ائسوسيئيشن
جا مکيه ڪم هئا.

## ڪراچي هندو پنچايت

ڪراچي شهر ۾، هندو ڌرم سڀ رکشڪ سميتيءَ پاران،
هندن جا وڏا ڏينهن ۽ پرب ملهايا ويندا هئا، جنهن سڀ،
ڪراچي شهر جي جدا جدا ذاتين جا هندو، وڏي انداز ۾
اچي هڪ هنڌ گڏ ٿيندا هئا ۽ گڏجي ائسو ملهائيندا هئا.

وزير بحاليءَ پيش کي ڏنو ويو ۽ ڪانفرنس ۾ ان تي مڪمل
غور بحث ڪيا ويا. انهيءَ موقعي تي، هندن جي لڏپلاڻ
۽ مشڪلاتن کي چڱيءَ طرح بيان ڪيو ويو ۽ انهن جي حل ۽
دور ڪرڻ لاءِ ضروري قدم کڻڻ جي خاطري ڏني وئي.
وفد جا ميمبر سيٺ سڪندر، پرڀداس ٽولاڻي، هربداس
لالڃي، سيٺ رومل ڪرپالداس، سيٺ رومل وشنداس، ستيرام،
ڊاڪٽر تاراچند لالواڻي، ٽي. موٽنداس، هوندراج ڀاوناڻي،
پروفيسر لاڪراڻي ۽ مولچند راموڻي هئا.

انهيءَ بعد ۾ سنڌ جي هندن جي مسئلن جي سلسلي ۾
وقت به وقت، سنڌ ۽ پاڪستان حڪومت جي واسطيدار
وزيرن کي ڪانفرنس پاران ڏنو ٿي ويو. انهن کان سواءِ
عريضا لکي، پاڪستان جي گورنر جنرل ۽ وزير اعظم کي
روبرو پيش ڪيا ويا ۽ هندن جي لڏپلاڻ ۽ مشڪلاتن
طرف سندن ڌيان ڇڪايو ويو.

## سنڌ هندو ائسوسيئيشن

٩ اپريل ١٩٥٠ تي، حيدرآباد شهر ۾، سنڌ اسيمبليءَ
جي هندو ميمبرن ۽ ٻين جو هڪ ميڙ سڏايو ويو. ميڙ ۾
سنڌ جي هندن لاءِ ”سنڌ هندو ائسوسيئيشن“ نالي هڪ
مرڪزي سنستا قائم ڪئي وئي. ائسوسيئيشن جا عهديدار
هيٺ ريت چونڊيا ويا. پريزيڊنٽ: سيٺ سڪندر،
وائيس پريزيڊنٽ: سيٺ رومل ڪرپالداس، سيڪريٽري:
هرچندراءِ مٽومل، جائنٽ سيڪريٽري: مولراج ڪمل،
۽ خزانچي: راءِ صاحب گهنشامداس رامچند. ائسوسيئيشن
جي مرڪزي آفيس سوامي نارائڻ مندر، ڪراچيءَ ۾

اسان جي اهائي گهر آهي ته سرڪاري نوڪريون چٽاڀيٽيءَ وسيلي لياقت جي آڌار تي ڏنيون وڃن.

”زندگيءَ جا ڪي دائرا آهن، جن ۾ اسان کي ڪي بچاءَ گهرجن. اسان کي پنهنجين ڌنڌن ۽ ڪرتن کي هلائڻ ۽ پنهنجي خاطر دوست گڏوان ڪرڻ جا حق هئڻ گهرجن. انهيءَ ڏس ۾ حڪومت پاران ڪابه دست اندازي ۽ رڪاوٽ نه هئڻ گهرجي. اسان جا مندر، مقبرا، ٽڪاڻا ۽ ڌرمشالائون سالم ۽ صحيح سلامت رهڻ گهرجن. بچاءَ جي سلسلي ۾، اهي ئي اسان جون گهرون آهن.

”هن تقرير دوران، مون پنهنجن حالتن جو تمام مختصر نموني ۾ ذڪر ڪيو آهي. انهيءَ ڏس ۾ ڪيترا سارا تفصيل ٺاهڻا پوندا. مون کي اميد آهي ته اسين سڀ گڏجي، سمورا تفصيل چڱيءَ طرح تيار ڪري، سنڌ ۽ پاڪستان سرڪارن جي قبوليت لاءِ پيش ڪنداسون.“

ڪانفرنس ۾، صدارتي تقرير ۾ پيش ڪيل راين ۽ ويچارن جي تصديق ڪئي وئي. سنڌ جي هندن پاران پاڪستان حڪومت سان وفادار ٿي رهڻ جو اظهار ڪيو ويو ۽ زوردار گهر ڪئي وئي، ته هندن کي، آزاد شهرواسين جيان، بنان ڪنهن ڊپ ڀوءَ جي زندگي گهارڻ جي آزادگي ڏني وڃي.

ڪانفرنس ۾ ٺهراءَ پاس ڪيا ويا، جن دوران، سنڌ جي هندن جي تڪليفن، مشڪلاتن ۽ مسئلن طرف حڪومت جو ڌيان ڇڪايو ويو ۽ انهن جي دور ڪرڻ لاءِ گهر ڪئي وئي.

ڪانفرنس بعد، جلد ئي، سنڌ هندو ڪانفرنس پاران وفد ناهي، سنڌ جي گورنر سر غلام حسين هدايت الله ۽ وڏي

انهن مان ڪي آهن، جي ڏکين حالتن هوندي به پنهنجي
وطن کي ڇڏي نه ويا آهن.

"اسان جا اڳوان اسان کي ڇڏي ويا آهن. گذريل
ڏهن سالن کان، پاڪ جمهوريه ۾، جن اڳواڻن اسان جي
رهنمائي ٿي ڪئي، سي سڀ ڇڏي ويا آهن. شايد انهيءَ
سبب ڪري ئي، جو هن ڪانفرنس جي صدارت ڪرڻ لاءِ
مون کي چونڊيو ويو آهي.

"اسان اڳيان ٻه مکيه مسئلا آهن. هڪ ته اسين ڪهڙن
سياسي حقن جي گهر ڪريون ۽ ٻيو ته پنهنجي قوم ۽ سڀيتا
لاءِ ڪهڙا بچاءُ طلبيون. لوڪشاهيءَ ۾ ايمان رکندڙ،
سياسي بچاءَ لاءِ، ڪا به گهر نه ڪندا. تنهنڪري اسان
پاران گڏيل چونڊن ڪرڻ جي گهر ڪرڻ گهرجي ۽ ڪي به
جايون ڪنهن لاءِ محفوظ نه رکڻ گهرجن. انهيءَ ۾ شايد
نتيجو اهو نڪرندو، ته ڪجهه وقت لاءِ، هندو، اسيمبلين،
ميونسپالٽين، ۽ لوڪل بورڊن کان ٻاهر هجن. پر، ڪجهه
وقت گذرڻ بعد، حالتون پاڻمرادو ٺهڪنديون وينديون
۽ راجنيتي اصولن ۽ مسئلن تي سياسي پارٽيون هستيءَ ۾
اچڻ لڳنديون. هنن سياسي جماعتن ۽ سماجي وڌنديون
رهنديون، لئن سماجي ۽ سياسي قدر ته وڌيڪ اوچي پسند
ٿيندا ويندا. انهيءَ خاطر، جيڪڏهن سڀ جا هندو،
ڪجهه عرصي لاءِ اسيمبليءَ کان ٻاهر رهيا، ته اهو ايترو
مهانگو نه پوندو.

"سرڪاري نوڪرين لاءِ چونڊون به قابليت ۽ لياقت تي
ٿيڻ گهرجن. اسين به انهيءَ ڳالهه ۾ ڪلهو هڻنداسين.

پئي لڳيون. ڪيترا جي فسادن سنڌي اڳواڻن ۾ ٿورڙو وڌيڪ ڊاو ۽ هو سياسي حالتن جي بوريءَ رپت ڪٿ ڪري لئي سگهيا. پهريان ئيل هراس جا آثار منجهن ظاهر پئي لڳا. اوپر پنجاب ۽ رياستن مان مسلم مهاجر، وڏي تعداد ۾، سنڌ ۾ اچي رهيا هئا، جنهن سبب، حالتن ۾ وڌيڪ بگاڙو پيدا ٿيو. ڪراچيءَ ۾ ڪي واقعا ٿيا، جن حالتن کي وڌيڪ خراب ڪيو. اسانجي اڳواڻن ۾ ٿورڙو وڌيڪ ويو. هو سمجهڻ لڳا، ته سنڌ ۾ به، پنجاب واري پٽائي اي، فساد ۽ خونريزيون ٿي پون، لهذا ڪري سنڌ مان لڏپلاڻ ڪرڻ تي زور ڏنائون. ڪياماڙي بندر، حيدرآباد ۽ ميرپورخاص ريلوي سٽيشنن تي جو لڏپلاڻن جون زبردست تلاشيون ورتڻ ۾ آيون، تن عام لوڪن کي وڌيڪ ڪمزور ۽ بي همت ڪيو. انهي سبب، وڏي پٽائي تي لڏپلاڻ جو دور آڪٽوبر ١٩٤٧ جي پڇاڙيءَ تائين هلندو رهيو، جنهن بعد، نومبر ١٩٤٧ ڌاري ڪجهه قدر ٺاپر آئي.

”ڪم نصيبن، ٦ ڊسمبر ١٩٤٧ تي، حيدرآباد سنڌ ۾، ۽ ٦ جنوري ١٩٤٨ع تي، ڪراچي شهر ۾، وڏي پٽائي تي فساد، قرلت ۽ خونريزي ٿيون. انهن حالتن هر سنڌي هندوءَ کي بي همت ڪري ڇڏيو ۽ اسان کي جاڻ آهي ته اپريل ١٩٤٨ تائين سنڌ مان هندن جي لڏپلاڻ تمام وڏي پٽائي تي ٿي.

”سنڌ مان سنڌي هندو تمام وڏي تعداد ۾ لڏي چڪا آهن. لڏپلاڻ جا صحيح انگ اکر ڪٿ ڪري اتا سگهجن. اسين، جي هن اچي گڏ ٿيا آهيون، سي

پوري ميزان تي اچي پهچنديون.

”مولڪي، لوڪشاهي اصولن ۾، اڄ به، اڻ ٽر اعتقاد آهي. منهنجو ايمان آهي، ته جمهوريت، اوائلي ۽ عارضي دور ۾، وچ جا گهٽتائي ميڙوٽا سهندي ۽ پر لڪ، لوڪشاهي سرشتو اهڙي حڪومت قائم ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪندو، جنهن دوران، انسان ذات جي وڏي ۾ وڏي تعداد لاءِ گهڻي ۾ گهڻو فائدو ڏئي سگهندو.

”اهڙو ايمان رکڻ منهنجو ڪرتوي، بلڪ ڪيترن سالن سنڌي عهدن جو ڦڙ آهي. اهڙو اعتقاد دل ۾ سانديو، اسان پنهنجي پياري وطن کي جوڻي پورو جو پڪو ارادو ڪيو آهي. اسين نئين حڪومت سان وفادار رهي، پاڪستان ۾ جمهوريت ۽ لوڪشاهي سرشتي تي ٻڌل حڪومت قائم ڪرڻ خاطر اڻ ٿڪ ڪوشش ونداسون.

”ديس جي ورهاڱي جي فيصلي جو جڏهن اعلان ٿيو هو، تڏهن انهي اعلان بعد، فرقيوار ناسازيءَ ۾ ڪجهه قدر نابر آئي هئي ۽ حالتون سوائون ٿيون هيون. اسانجي دلين ۾ اميد جاڳي ته حالتن جو رخ بدلجي رهيو آهي ۽ جلد ئي پراڻي حالتون قائم ٿي وينديون. پراڻي حالتن قائم ٿيڻ بعد ئي سڌارن ۽ واڌارن جا خيال ۽ ويچار پيدا ٿي سگهن ٿا، جن کي عملي شڪل ۾ ڪم ڪرڻ سان، هڪ نئين زندگيءَ ۽ نئين زماني جي اميد رکي سگهجي ٿي.

”ورهاڱي ٿيڻ بعد، پنجاب جي ڪجهه حصن ۾ جي فرقيوار فساد ۽ خونريزيون ٿيون، تن اسانجين آسن ۽ اميدن تي پاڻي ڦيري ڇڏيو. حالتون ڏکدائڪ ۽ مايوسيءَ ڀريون

”حيدرآباد مان مهاشيه هري سندر روپچند ۽ شري تيرٿ وسنت ڀڄي ويا آهن. نواب شاهه ضلعي منجهان شري لڇورام خالواهڻ آشرم وارو، محرابپور جو سيٺ ڪيرتارام، خيرپور رياست جو مکي اڳڻ مل صوبيداري وارو، سکر مان شري ويرومل ڀاگراج، شري هولارام ڪيسواڻي، مهشرس گنيشرام، ڪاڇومل ۽ ٻيا ڀڄا آهن. خانپور آشرم جو شري موتيرام ماڻڪ پڻ ڀڄي ويو آهي. جيڪب آباد ۽ دادو ضلعن جا عهدي ڀڄي پيا. روهڙي ڊويزن جي ٻئي عاقل، گهوٽڪي ۽ خيرپور ماٿيلي منجهان ويهارو عهدي ڀڄي ويا آهن. لاڙڪاڻي ضلعي منجهان جملي ٻه سو عهدي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيندا. ڪانفرنس لاءِ عهدين ۾ ڪافي اتساهه پاتو ٿو وڃي.“

٢٤ جولاءِ ١٩٤٨، تي ڪانفرنس جي کليل اجلاس ۾، سيٺ سکڏيو، هڪ لمبي ۽ چيدي صدارتي تقرير ڪئي، جا هن ريت هئي:

”اسين، زماني جي ڏکين حالتن هيٺ، اڄ هت گڏ ٿيا آهيون. حالتن کي، همت، حوصلي ۽ پڪي ارادي سان، سڌيءَ ريت منهن ڏيندا سون، ته اوس اک لنگهي پار پوندا سون. اسان جون مشڪلاتون ديس جي ورهاڱي سبب ئي پيدا ٿيون آهن. سنڌ جا هندو، هندستان جي ورهاڱي جي برخلاف هئا، پر ورهاڱي جي تجويز ماڪي مدبرن قبول ڪئي. لوڪشاهي اصولن ۾ وشواس ۽ ايمان رکندي، اسان ديس جو ورهاڱو ڪٽي ناسيو. اسان کي اميد هئي ته ليث مشڪل آسان ٿي پوندو ۽ حالتون

جي هندن کي هڪ ٻئي جي ويجهو آندو. هندو سماج ۾ ايڪتا ۽ ميلاپ جا الڳ وڌڻ لڳا.

## پهرين سنڌ هندو ڪانفرنس

لڏپلاڻ جي دور ۾، سنڌ ۾ هندن جي حالت اور ٿي چڪي هئي. حالتن ۾ وڏو ڦيرو اچي ويو هو. اهڙا ئي سڏ ڪاڻ هئي، ته ڪيترا هندو سنڌ ۾ وڃي بچيا آهن. بدليل حالتن کي منهن ڏيڻ ۽ سنڌ جي جدا جدا ضلعن ۾ رهندڙ هندن ۾ ايڪتا ۽ يڪمشتي آڻڻ لاءِ، لاڙڪاڻي شهر ۾ پهرين سنڌ هندو ڪانفرنس سڏائڻ جو انتظام ڪيو ويو. ڪانفرنس جو پريزيڊنٽ سيٺ سکديو رکيو ويو. اها ڪانفرنس ۲۴ ۽ ۲۵ جولاءِ ۱۹۴۸ تي ٿي. مرحبا ڪاميٽيءَ جو چيئرمين مسٽر پريداس ٽولاڻي، جنرل سيڪريٽري مسٽر سروومل وشنداس ۽ مکيه ڪاروبارين مان هڪ شري هولدراج دکايل هئا.

لاڙڪاڻي جي هفتيوار "دکايل" اخبار، پنهنجي ۲۴ جولاءِ ۱۹۴۸ واري پرچي ۾، ڪانفرنس بابت هن ريت لکيو:

"پهرين سنڌ هندو ڪانفرنس جو سڀاپتي، سيٺ سکديو اوڌوداس (اڳوڻو سينٽرل ايم. ايل. اي.) اڄ پرڀات واريءَ گاڏيءَ ۾ لاڙڪاڻي ۾ پهتو. سيٺ سکديو کان سواءِ، ڪراچيءَ جا عيوضي، سيٺ هريداس لالجي (ايم. ايل. اي. سنڌ)، ڊاڪٽر تاراچند لالواڻي، ڪيسومل جهالگباڻي، ڀي. موتنداس، هوندراج پارواڻي، گروڙن وزيراڻي، موتيرام راموڻي ۽ ٻيا ڪي سڄڻ گاڏيءَ مان لٿا.

# هندو سماج کي نئين سر اڏڻ جون ڪوششون

پاڪستان بعد، ڪراچي شهر جي هندو رهواسين ۾ مايوسي ۽ هراسپارو ڪيتري قدر پيدا ٿي چڪو هو. تڪليفون ۽ مشڪلاتون مٿن نازل ٿينديون رهيون، پر سندن داد فرياد ٻڌڻ وارو ڪو نه هو. عملدار ۽ پوليس عملو سائين اڪثر اڻ وڻندڙ ۽ رکي رخ وارو عمل ڪرڻ لڳا. "نئين قومي" جي لهر جو اثر ايتري قدر مسلم عوام ۾ ڦهلجي چڪو هو، جو هو هندو رهواسين کي سڀ ڪنهن نظر سان ڏسڻ لڳا. هندن جي جاين، گهرن ۽ دڪانن لاءِ رينٽ ڪنٽرولر ڊپارٽمينٽ پاران الاٽمينٽ آرڊر ڏيڻ ۾ آيا. جاين خالي ڪري ڏيڻ جي حالت ۾، رينٽ ڪنٽرولرن کي اختياري مليل هئي، ته پوليس موڪلي جاءِ خالي ڪرائي وٺن. ڪيترن هندن جي گهرن ۽ دڪانن تي زوريءَ قبضا ٿيا. انهيءَ کان سواءِ، ڪيترن مندرن، پوترن آستانن ۽ ڌرمشالائن تي به زوريءَ قبضا ٿيا. ڪن مندرن ۾ هوٽلون ۽ ڪن مندرن ۾ ٻوٽن وغيره جا ڪارخانا کلي ويا.

انهن ڏکدائڪ ۽ غير رواجي حالتن مان گذر ڪرڻ ڪيترن سارن هندن لاءِ تمام مشڪل حالت ٿي پيئي. ني ڪا واهه نه ڏسي، هو لڏپلاڻ ڪرڻ لڳا. پنهنجي اباڻي وطن ۽ جنم ڀوميءَ ۾ صديون گذاري ۽ اڻ ٿيندو ئي پوڙهن، هندن لاءِ هڪ عجيب ۽ حيرت انگيز آزمودو هو. انهن حالتن

آف سيڪينڊري ايجوڪيشن جو ميمبر چونڊيو ويو. جنهن
بعد، سنه ۱۹۵۲ع ۾ ريفيوجي ريهيبليٽيشن ڪاميٽيءَ ۽
ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سينيٽ لاءِ به چونڊيو ويو.
انهن ڪاميٽين ۾ ڀاڱيءَ تائين ميمبر ٿيندو رهيو. ۱۹۵۳ع ۾
بورڊ آف سيڪنڊري ايجوڪيشن ڪراچيءَ جو خزانچي مقرر
ٿيو ۽ اڄ ڏينهن تائين بورڊ جو خزانچي ٿي رهندو ٿو اچي.
مٿين ڪاميٽين کان سواءِ، سيٺ سڪندر، پاڪستان
ميڊيڪل پريڪٽيشنرس (پريسڪرپشن) بل ۽ مرچنٽ شپنگ
(ڪنٽرول آف ٽرانسفر) بل جي چونڊ ڪاميٽين ۾ به
مقرر ٿيو هو.

۲۴ آڪٽوبر ۱۹۵۴ تي، پاڪستان جي گورنر جنرل،
مسٽر غلام محمد هڪ اعلان ذريعي ظاهر ڪيو ته مشڪل
حالتون (state of emergency) پيدا ٿي چڪيون آهن.
هاڻوڪي دستور ساز اسيمبلي، جا جيڪا قائم آهي، سا
عوام جو اعتماد وڃائي چڪي آهي، تنهنڪري سمجهي
ٿي وڃي. انهيءَ ريت، پاڪستان دستور ساز اسيمبليءَ
جو دور ختم ٿيو.

سان، هندن جي درخواستن کي، سي. آءِ. ڊي. ڊپارٽمينٽ
ڏانهن پڇا ڳاڇا ڪرڻ لاءِ موڪلڻ جو دستور قائم رهندو آيو.

سيٺ سکديو، پاڪستان اسيمبليءَ ۾، پنهنجي تقرير
دوران، نهايت زوردار ۽ ٻي ڊبي بلاڪ ۾، سنڌ جي
هندن جي تڪليفن، مشڪلاتن ۽ مصيبتن جو بيان ڪيو،
۽ عملدارن جي ڏاڍاين ۽ سختين خلاف آواز اٿاريو.
پاڪستان حڪومت کان سندس زوردار گهر هوندي هئي
ته پاڪستان ۾ رهندڙ هندن کي پاڪستاني ڪري سمجهيو
وڃي ۽ کين ساڳيا حق ڏنا وڃن، جي عام رواج پاڪستاني
مسلم شهرواسين کي حاصل آهن.

سنه ١٩٥١ ۾، سنڌ ۾، اوڪيوئي قانون نهايت سختيءَ
سان عمل ۾ اچڻ لڳا ۽ وڏي پيماني تي هندن تي اوتمس
ڪرڻ لڳا ته هو "اِنٽينڊنگ اوڪيوئي" آهن،
انهيڪري سندن ملڪيتون ضبط ٿيڻ گهرجن. پاڪستان
قائم ٿيڻ کان پوءِ پنجن سالن بعد به، سنڌ جي هندن سان
هن رواج سختيءَ جي هلت هلي وئي، انهن حالتن سنڌ
جي هرهڪ هندوءَ کي پريشانيءَ ۾ وجهي ڇڏيو. انهيءَ
ڏس ۾ ١٩ نومبر ١٩٥١ تي، پاڪستان دستور ساز اسيمبليءَ
۾، سيٺ سکديو مهاڻيءَ جو ٺهراءُ پيش ڪيو. اهو ٺهراءُ
اسيمبليءَ اڳيان پيش ٿي سگهندو يا نه، تنهن تي بحث هليو.
بحث بعد، اسيمبليءَ جي پريزيڊنٽ مهاڻيءَ جي ٺهراءُ
کي بي قاعدي ٺهرايو.

پاڪستان دستور ساز اسيمبليءَ پاران، اپريل ١٩٥٠ ۾،
سيٺ سکديو، سينٽرل لينڊس ڪاميٽيءَ ۽ ڪراچي بورڊ

نبيرائجي يا نه، اهو سوال ڪسٽوڊين کي مرڪزي حڪومت ڏانهن موڪلڻو هو، جو فيصلو آخرين لکجڻ ۾ اچڻو هو. انهيءَ ڦيري سبب، ڪيترن کي لڏي ويل نبيرائڻ جي اهم سوال جو آخرين فيصلو ڪندڙ، ڪسٽوڊين بدران مرڪزي حڪومت ٿي بيٺي هئي. انهيءَ ريت، سنڌ جي هندن کي ريفيوجي ۽ ريهيبيليٽيشن کاتي ۽ وزارت جي رحم ۽ ڪرم تي ڇڏيو ويو.

جڏهين پرمٽ سرشتو عمل ۾ آيو، تڏهين هندستان ڏانهن وڃڻ لاءِ پرمٽ ملڻ کان اڳ، هرڪنهن کي پهرين ”نو آبجيڪشن سرٽيفڪيٽ“ حاصل ڪرڻو هو. ڪيترا سارا مسلمان، جي هندستان مان لڏي ڪراچيءَ ۽ سنڌ ۾ اچي رهيا هئا، تن کي به، وقت به وقت، هندستان ۾ وڃڻو پوندو هو. سنڌ جي هندن کي، جن جا مٽ مائٽ ۽ عزيز هندستان ۾ وڃي رهيا هئا، تن کي به هندستان ڏانهن وڃڻو پوندو هو. مسلمانن کي گهربل ”نو آبجيڪشن سرٽيفڪيٽ“ بنان ڪنهن ٻچا ٻاچا جي، جلد ئي ملي ويندا هئا. پر سنڌ جي هندن جون درخواستون سي. آءِ. ڊي. ۽ پارليامينٽ ڏانهن ٻچا ٻاچا ڪرڻ لاءِ موڪليون وينديون هيون. وڏي جهنجهٽ، انتظاريءَ ۽ وقت بعد، ڪي گهربل سرٽيفڪيٽ ملندا هئا، جنهن کان پوءِ ڪٿي پرمٽ ملي سگهندي هئي. اوائل ۾ ”نو آبجيڪشن سرٽيفڪيٽ“ ٻارنهن مهينن لاءِ ڏيندا هئا، جنهن بعد، سندن مدو گهٽائي ٽي يا ٻه مهينا ڪيو ويو. جنهن سبب، سنڌ جي هندن لاءِ هلاڪي ۽ تڪليفون گهٽجڻ بدران الٽو وڌيون. پاسپورٽ سرشتي جي عمل ۾ اچڻ

مالي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ ۽ گذران جي بحاليءَ ڪرڻ لاءِ پنهنجي لاءِ اوقاف جي برابر جي ڪنهن حصي جو دعويٰ ڪرڻ لاءِ، اختياري وارن وٽ درخواستون ڪيون، ۽ سندن درخواستون رد ٿيون ويون. انهن کان سواءِ، اهي هندو جي صدين کان سنڌ ۾ رهندا ٿي آيا، جي پنهنجين ملڪيتن جا مالڪ هئا ۽ جن کي لاءِ اوقاف سرٽيفڪيٽ ملڻ ۽ سندن ڪابه ملڪيت ريهيبليٽيشن جي ڪمن ۾ نه لڳائي وئي هئي، پر سندن مشڪلات اها هئي، جو ملڪ جي رواجي قانون پٽاندر ۽ مسلمان شهر واسين وانگر پنهنجيون زمينون ۽ ملڪيتون لکو لکي نه ڏيئي ٿي سگهيا ۽ نکو ڪو مارگيج يا وڪرو ڪري ٿي سگهيا.

پاڪستان ائڊمنسٽريشن آف اوقاف جي برابر آرڊيننس ۱۹۶۲ ۾ درستيون آڻي جيڪو نئين پاڪستاني ائڪٽ کي هندستاني ائڪٽ جهڙو بنايو ويو هو. هندستان جي ائڪٽ موجب ڪسٽوڊين ۽ ريهيبليٽيشن کاتن جي فيصلن خلاف دست اندازي ڪرڻ جي اختياري جڊيشل ڪورٽن کي مليل هئي. ۽ پاڪستاني ائڪٽ ۾ جڊيشل ڪورٽن کي اهڙي اختياري نه ڏني وئي هئي. اهڙيءَ ريت سنڌ جي هندن کي ڪسٽوڊين ۽ ريهيبليٽيشن کاتن جي فيصلن خلاف جڊيشل ڪورٽن جي دروازا کان محروم ڪيو ويو هو.

هندستاني ائڪٽ ۾ ڪوبه اهڙو فقرو ڪونه هو، جنهن سبب، ڪسٽوڊين کي پنهنجو فيصلو نسبت مرڪزي حڪومت سان صلاح مصلحت ڪرڻي پوي. پر پاڪستاني ائڪٽ ۾ هڪ فقرو هو، جنهن پٽاندر، ڪنهن کي لڏي ويل

۽ سيٺ سکندر انهن موقعن تي تقريرون ڪيون ۽ پنهنجا ويچار ظاهر ڪيا.

اوڪيوئي ريهئبليٽيشن ۽ ائڊمنسٽريشن آف اوڪيوئي پراپرٽي ائڪٽ جو واسطو سنڌ جي هندن سان ئي هو. اهي ائڪٽ، اوڀر بنگال ۾ نه، پر فقط، اولهه پاڪستان ۾ عمل ۾ آيا هئا. سنڌ کان سواءِ، اولهه پاڪستان جي ٻين سڀني حصن مان هندو لڏي چڪا هئا. سنڌ جي هندن کي حالتن جو منهن ڏيڻو پيو. ريهئبليٽيشن ۽ ڪسٽوڊين کاتن جا اڪثر عملدار مهاجر هئا، جي هندستان مان لڏپلاڻ ڪري اچي سنڌ ۾ وسيا هئا. "ٻن قومن" جي اصول جو اثر مٿن گهڻو ڇانيل هو. انهن حالتن هيٺ، سنڌ جي هندن کي سخت تڪليفن ۽ مشڪلاتن مان گذرڻو پيو ۽ ڪامورا شاهيءَ جي سختين ۽ ڏاڍاين جو شڪار بڻجڻو پيو.

پاڪستان کان اڳ ئي، سنڌ ۾ ڪيترا هندو پنهنجن ڪٽنبن سان وسندا هئا، جي ڌنڌي خاطر اچي سنڌ ۾ رهيا هئا. انهن هندن کي پاڪستان ڇڏيو ويو، پر سندن ملڪيتون لڏي ويل ٺهرايون ويون. اهي فيصلا انهن ڊپيوٽي ڪسٽوڊين ڪيا، جي خود هندستان مان لڏي اچي سنڌ ۾ وسيا هئا. سخت مقاطعت ۽ وڏن خرچن ڪرڻ بعد، انهن هندن مان ڪن جون ملڪيتون اِن اوڪيوئي پراپرٽي ٺهرايون ويون، پر سندن ملڪيتون کين واپس نه ملي سگهيون. کين ٻڌايو ويو ته اهي ملڪيتون ريهئبليٽيشن جي ڪمن ۾ لڳايون ويون آهن ۽ انهن ملڪيتن لاءِ کين 1951 يا 1954 تائين ٽرسٽ بولڊو. انهن هندن مان ڪن جڻن،

وڃي ٿي. اهڙن حالتن جي ڪري، ١٤ لکن مان ١٢ لک
سنڌ جا هندو پنهنجو وطن ڇڏي، هندستان جي ريفيوجي
ڪئمپن ۾ سڙي رهيا آهن. سينٽ سڪندر زوردار ڍنگ ۾
گهر ڪئي ته اهڙي آرڊيننس کي ٻڪو نه ڪيو وڃي ۽
ان جي صورت ۾ اهڙو اسيمبليءَ اڳيان آڻي، ان جي
هڪ هڪ نقري تي بحث ڪيو وڃي.

پاڪستان دستور ساز اسيمبليءَ ۾، ٽي سال، بحث ٿي
عام بحث جي دور ۾، سينٽ سڪندر ٽن تقريرون ڪيون ۽ مکيه
مسئلن تي پنهنجا رايا ۽ ويچار ظاهر ڪيا. انهن کان سواءِ
اسيمبليءَ ۾، وقت به وقت، جيڪي سوال ۽ ان بحث
ڪندا هئا، ته انهن تي راءِ زني ڪندو هو. اسيمبليءَ
۾ جڏهن اوڪيوئي ريهيبليٽيشن آرڊيننس بل، امينڊمينٽ
آف پاڪستان اڊمنسٽريشن آف اوڪيوئي پراپرٽي آرڊيننس
١٩٤٩، اولهه پاڪستان ۾ عورتن جو مرتبو، پرمٽ سرشتي
جا قاعدا ۽ قانون، پاڪستان جي سرڪاري ٻولي، ڪراچي
ميونسپل ڪارپوريشن بل، پاڪستان - ڀارت پاسپورٽ
ويزا بل، اوڀر پاڪستان ۾ عورتن جو مرتبو، ضروري گهرج
وارين شين جا چوٽ چڙهيل اگهه، پاڪستاني حڪومت جا
بنيادي اصول، اگهن جو ڪنٽرول سرشتو، مذهبي کان سواءِ
اطرابندي، سڪولي شاگردن لاءِ ملٽري سکيا، انگريڪلچرل
ڊيولپمينٽ فنانس ڪارپوريشن، پاڪستان ۾ سنڌي لاءِ
اسلام جي سکيا، ٻاهرين مسافرن لاءِ سهولتون، ڇوٿين ڪلاس
جي سرڪاري ملازمن جا اجورا ۽ ايذاءُ، گورنر جنرل پنشن
بل ۽ اوڀر بنگال ۾ ٻوڏون — اهي سوال بحث ليا هئا

سيٺ سکنڌر اوڌوداس، ورڪرس ڊيپارٽمينٽ: ڊاڪٽر
اي. ايم. ملڪ. انڊسٽريز ۽ ورڪرس ڊيپارٽمينٽ:
ايم. اي. خان، اقبال لاک ۽ ايم. اي. خطيب.
وفد جو سيڪريٽري مسٽر افتخار علي مقرر ٿيو.

ڪائونسل جو اجلاس ۲۷ آڪٽوبر کان ۸ نومبر ۱۹۴۷ تائين ٿيو،
سيٺ سکنڌر کي ڪائونسل جي ٻن ڪاميٽين، سوشل سڪيورٽي
ڪاميٽي ۽ پروگرام آف ائڪشن ڪاميٽيءَ تي مقرر ٿيو.

*　　　*　　　*　　　*

پاڪستان دستور ساز اسيمبليءَ تان، سنڌ جي غير مسلم
لڪ جي عيوضيءَ، شري جيرامداس دولترام استعيفا ڏئي
ڇڏي هئي. اها خالي جاءِ ڀرڻ لاءِ چونڊ سنڌ اسيمبليءَ
جي هندو ميمبرن کي ڪرڻي هئي. اها چونڊ مارچ ۱۹۴۹
۾ ٿيڻي هئي. سنڌ اسيمبليءَ ۾ باقي رهيل هندو ميمبر
هي رهيا هئا: سيرومل وشنداس، سيرومل ڪرپالداس،
هريداس لالجي، ٺاڪرام ٽيڪچند، پرتاب راءِ ڪشنداس،
دولترام ڪنوالاڻي ۽ مينگهومل ڀيرومل.

سنڌ اسيمبلي هندو پارٽيءَ جي ميمبرن جو ميڙ ۱۶ فيبروري
۱۹۴۹ تي حيدرآباد ۾ ٿيو. ميڙ ۾ پارٽيءَ فيصلو ڪيو ته
پاڪستان دستور ساز اسيمبليءَ لاءِ سيٺ سکنڌر اوڌوداس
جو نالو رکيو وڃي. ۲۴ مارچ تي اليڪشن ٿيڻ وارو هو.
جنهن ۾ چونڊ ۾ ٻيو ڪو به اميدوار ڪونه بيٺل هو، تنهنڪري
سيٺ سکنڌر بنا مخالفت جي پاڪستان دستور ساز
اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ۲۹ مارچ ۱۹۴۹ تي
پاڪستان گورنمينٽ گزيٽ ۾ اهڙي پڌرائي ڪئي وئي.

مکيه ڪئمپون، لوهاڻا مهاجن واڙي، آريه ڀتري ڀانشالي، ڏڏامي ڌرمشالا، شڪارپوري پنچايت ڌرمشالا ۽ سوامي نارائڻ مندر ۾ هيون. ڪئمپن ۾ ايندڙن جي رهڻ، کاڌي پيتي، صفائي ۽ ٻين ضروري ڳالهين جو بندوبست ڪرڻ ۽ سندن روانگيءَ جو انتظام ڪرڻ - اهي مکيه ڪم هئا، جن سنڌ اوڪيوئيشن ڪاميٽيءَ ڌيان ڏيڻو. سيٺ سکديو، انهيءَ ڏس ۾، رات ڏينهن هڪ ڪري ڪم کي لڳو رهيو. اهڙي قدر، جو صحت ڊهي پيس. ۲۵ مارچ تي ٽي بي سبب اچي بستري داخل ٿيو. چئن ڏينهن بعد، ڊاڪٽرن مدي جو ٽپ ظاهر ڪيو. مدي جو بخار ۴۵ ڏينهن هليو. صحت ٺيڪ ٿيڻ بعد، وري به اچي سنڌ اوڪيوئيشن ڪاميٽيءَ جي ڪاروبار کي اڳين وانگر لڳو رهيو.

* * * *

دي انٽرنيشنل ليبر آرگنائيزيشن جي ٻي ٻيٽري ايشين ريجنل ڪانفرنس جو اجلاس دهليءَ ۾ ٿي رهيو هو. پاڪستاني وفد انهيءَ ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو هو. پاڪستان حڪومت پاران، سيٺ سکديو کي، ايمپلائرس گروپ جي ائڊوائيزر جي حيثيت ۾، وفد جو هڪ ميمبر مقرر ڪيو ويو. وفد جا ميمبر هن ريت هئا. گورنمينٽ ڊيليگيٽس: مسٽر زاهد حسين (هندستان ۾ پاڪستاني هاءِ ڪمشنر) ۽ مسٽر محمد اسلم. ائڊوائيزرس ٽو گورنمينٽ ڊيليگيٽس: مسٽرس ڪي. ايس. محمود، اي. اي. شيخ، قاضي مجتبا ۽ ايم. ايف. ڊي. ڊگلاس. ايمپلائرس ڊيليگيٽ: مسٽر عبدل قاسم خان. ائڊوائيزر ٽو ايمپلائرس ڊيليگيٽ:

انٽرنيشنل ليبر آرگنائيزيشن جي پهرين ايشين ريجنل ڪانفرنس دهلي ۾ پاڪستاني وفد جا ڪي ميمبر پنڊت جواهر لال نهروءَ سان. سنه ۱۹۴۷



فسادن کي بچي ڏيڻ لاءِ پڪو ۽ پختو ارادو ڏيکاريو
سنڌ جي گورنر، سر غلام حسين هدايت الله، هندو ڌرمشالائن
۽ پناهگيرن ڪئمپن ۾ اچي، هندن سان همدرديءَ جو اظهار
ڪيو ۽ سندن دلون وڌايون.

ڪراچيءَ ۽ سنڌ جي هندن جون دليون سخت اوڏي
اچي چڪيون هيون. هر ڪو لڏڻ جي تياري ڪرڻ لڳو.
سنڌ سرڪار پاران هندن جي بچاءَ لاءِ زوردار خاطريون
ڏيڻ ۾ آيون. پر لڏپلاڻ کي روڪ نه اچي سگهي.
سنڌ جي جدا جدا حصن مان، هندن جا قافلا، حيدرآباد اسٽيشن تان
ريلوي رستي، ۽ ڪراچيءَ مان جهازن ۽ هوائي جهازن رستي
هندستان ڏانهن لڏڻ لڳا.

ڪراچي شهر جون ڌرمشالائون، پنچايتي واڙيون ۽ پناهگيرن
ڪئمپون لڏيندڙن سان سٽيون پيون. سنڌ جي هندن جي
لڏپلاڻ جو انتظام ڀارت گورنمينٽ آف انڊيا کي ڪرڻو پيو.
هندستان سرڪار جي خرچ تي جهاز ڪمپنين بندر تان
سنڌين کي ڪڍي، هندستان جي اولهه ڪناري وارن بندرن،
مالابار، اوکا، پوربندر ۽ بمبئيءَ تي اچڻ ۾ رڌل رهيا.
پارليءَ جاءِ ڪمشنر، شري سري پرڪاش، ”سنڌ اوئڪيوئيشن
ڪاميٽي“ ٺاهي ڪئي، جنهن جو پريزيڊنٽ: هشمند
لسرواڻي، سيڪريٽري: ايس. بي. ٺڪراڻي ۽ خزانچي:
سيٺ سکديو مٺرو ٿيا. سوامي ڪرشنانند ۽ ٻيا ڪاميٽيءَ
جا ميمبر هئا.

٦ جنوري ١٩٤٨ کان، لڏيندڙن جي انتظام لاءِ، ڪراچي
شهر جي جدا جدا حصن ۾، پناهگيرن ڪئمپون کوليون ويون.

اها ڪار ڪي ڪلاڪ سالده هلي. پوليس پنهنجو فرض ادا ڪري نه سگهي. شام جو ملٽريءَ اچي حالتن تي قبضو ڪيو.

ڪرفيو ڪي ڏينهن هليو. ملٽريءَ حالتن تي تمام چڱو ضابطو آندو. سنڌين انتظام لحسين جوڙيو هو. انهن وڳوڙي حالتن ۾ ڪي سونهري لڪون ٻڌا هيون. ڪيترن شاهدار مسلم گهرن پنهنجن هندو پاڙيسرين جو بچاءُ ڪيو. ڪراچي شهر جي لياري ڪوارٽر جي اڪثر رهواسين، نه فقط، فسادن ۾ ڀاڱو نه ورتو، بلڪ هندن سان همدردي ڏيکاري. لياري ڪوارٽر جي آسپاس اولڊ ٽائون ۽ ٻيا ڪوارٽر سلامت رهيا. قرات ۾ تباهه تڪل هندن کي، ملٽريءَ جي مدد سان، سنڌين گهرن مان ڪڍي، شهر جي مکيه ڌرمشالائن ۽ پنڊڇائي مرڪزن ۾ آندو ويو، جتان پوءِ، هندستان موڪلڻ لاءِ ڪياماڙي بندر تي پهچائڻ جو انتظام ڪيو ويو.

فسادن بعد، مسٽر محمد علي جناح، قرات هيٺ آيل هندو ايراضين ۽ هندو ريفيوجي ڪئمپن ۾ روبرو اچي، هندن جي دکدائڪ حالت ڏسي، ساڻن همدردي ڏيکاري. مسٽر جناح فسادن کي زوردار لفظن ۾ ننديو ۽ ظاهر ڪيو ته ملڪ جا قاعدا ۽ قانون ٽوڙيندڙ پاڪستان جا دشمن آهن. فسادن لاءِ جاچ ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ فسادن کي اڳتي ڏيڻ لاءِ زوردار قدم کڻڻ جو ارادو ڏيکاريو. گهرن جي زوريءَ قبضن تي بندش وڌي ويئي. قبضي ڪندڙن کي اهڙو چتاءُ ڏنو ويو.

سنڌ سرڪار جي وڏي وزير، مسٽر محمد ايوب کهڙي

ويهن ڪلاڪن جو ڪرفيو لڳايو ويو. سنڌ جو وڏو
وزير ۽ سنڌ سرڪار جو چيف سيڪريٽري ڪراچيءَ مان ڪاهي
حيدرآباد ۾ پهچي ويا. ڪي ڏينهن سانده ڪرفيو هليو. شهر ۾
هٿيار بند پوليس پهرو ويهاريو ويو. مسلم ايراضين مان هندن
کي ڪڍي، هندن جي پاڙن ۾ لاٿو ويو. فسادين جون گرفتاريون
ڪيون ويون. حيدرآباد ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ پاران آرڊر
ڪڍيو ويو، ته جن وٽ بنان لائسنس هٿيار آهن، سي ڏهن
ڏينهن اندر اهي هٿيار پيش ڪن، نه ته انهي ڏس ۾
پوليس پاران قدم کنيا ويندا.

حيدرآباد جي فسادن بعد، ٦ جنوري ١٩٤٨ تي، ڪراچي
شهر ۾ زوردار فساد ڪڙو ٿيو. سنڌ سرڪار پاران ٢٣٥ اباٽن
سکن کي سنڌ مان آڻي، ڪراچي اسٽيشن کان رتن تلاءُ
گردواري ۾ آندو ويو. جنهن وجهه تي انهن سکن کي ڏسي،
وڏي تعداد ۾ مسلم مهاجر اچي گردواري وٽ ڪٺا ٿيا.
گردواري تي ڪاهه ڪئي وئي ۽ باهه ڏني وئي. ڪيترن
سکن کي ماريو ويو. انهي بعد رتن تلاءُ ڪوارٽر ۾ قيامت ٿي.
گردواري پرسان ڪانگريس هائوس کي باهه ڏني وئي.
ڪانگريس هائوس ۾ رهندڙ سوامي ڪرشنانند ۽ ٻيا پوليس
جي وقتائتي مدد سان بچي نڪتا. ساڳئي وقت، ڪراچي
شهر جي مکيه حصن، آرٽلري ميدان، پرنس روڊ، آئوٽرام روڊ،
وجور لائين، راما مئنشن، بانڪوارا، جوڙيا بازار ۽ جمشيد
ڪوارٽر جي گهڻن هندن جي گهرن تي ڪاهون ڪيون ويون.
ڪيترن جو قتل ٿيو، مرد آفيسن ۽ دڪانن اي وال هئا. گهرن
مان سڀ ڪجهه لوٽيو ويو. هندن جا اڪثر دڪان ڦريا ويا.

سنڌي هندو هئا.

سيٺ سکديو، انهن مان هڪ هو، جنهن جو رايو هو ته هن رٿ اکيون ٻوٽي سنڌ مان لڏپلاڻ ڪرڻ، سنڌي هندن لاءِ نهايت نقصان ڪار قدم هوندو. ڇو ته: سنڌي هندو، اڪثر ڪري واپاري آهن. زميندارن کي پئسي جي مدد ڪندا رهن ٿا. سنڌ جي ڪشتيءَ واري زمين جو ۳۰ سيڪڙو زمين سندن ملڪيت آهي. باقي زمين جو ۳۰ سيڪڙو انهن کي ٿي سنڀالين ٿا. سنڌ جي شهري ملڪيت جو ۹۰ سيڪڙو سندن ملڪيت آهي. انهن کان سواءِ، سنڌي هندو ڪيترن ڪپهه ڇاڻڻ جي ڪارخانن، چانورن ۽ اٽي جي ملن جا مالڪ آهن. سنڌ جي هندن جي سنڌ ۾ ڪل ملڪيت ۽ انهيءَ "گڊول" جو تخمينو ڪرڻ سولي ڳالهه نه آهي. پر اهو چئي سگهجو ته اِن هزار ڪروڙن رپين کان گهٽ ڪٿ نه ٿيندي.

سنڌ جي اقتصادي جوڙجڪ ۾ سنڌي هندو اهڙي جاءِ والارين ٿا، جو لڏپلاڻ ڪندا ته پاڻ کي تمام وڏي نقصان هيٺ آڻيندا، جنهن جو عوضو ڪنهن ٻاءِ نه ڀرجي سگهندو. سنڌس زوردار رايو هو ته هن رٿ سنڌي هندو سنڌ مان لڏڻ لڳن، اهو قدم، موجوده حالتن هيٺ، اڻ ضروري ۽ اڻ صلاح ڀريو آهي، بلڪ آپ گهاتڪ آهي.

* * * *

سنڌ جي حالتن ۾ اوچتو وڏو ڦيرو آيو. ۱۷ ڊسمبر ۱۹۴۷ تي، حيدرآباد سنڌ ۾ وڏي پيماني تي فساد ٿيو. شهر ۾ قليلي ايراضيءَ ۾ هندن جي گهرن تي ڪاهون ڪيون ويون. ڦرلٽ ۽ خونريزي ٿي. حيدرآباد شهر ۾ ...



شيخ عبدالمجيد سنڌي



الله بخش سومرو



رئيس غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي



جي . ايم . سيد





لڏ پلاڻ ٿيندي رهي. حيدرآباد سٽيشن ۽ ڪياماڙي
بندر تي، پوليس، ڪسٽم اختياري وارن ۽ مسلم نيشنل
گارڊس پاران، لڏيندڙن جون زبردست تلاشيون وٺڻ ۾
آيون. قيمتي شيون کسيون ٿي ويون. ڪلاڪن وڃندڙن
جي روڪ، ڪن وقتن لئي تمام اذيتناڪ ستائيندي هئي.

شهرن ۾ هندن جي گهرن ۽ دڪانن تي زوريءَ قبضا ٿ
ٿيڻ لڳا. رينٽ ڪنٽرولرن پاران، ٻاهران آيل مهاجرن کي،
هندن جي گهرن ۾ رهڻ لاءِ الاٽمينٽ آرڊر ڏيڻ ۾ آيا. جاءِ
خالي نه ڪرڻ جي حالت ۾، رينٽ ڪنٽرولرن کي اختياري
ملي، ته پوليس موڪلي، هندن جي جاين خالي ڪرايون
وڃن. اهڙين سڀني ڳالهين سبب، لڏپلاڻ وڌندي رهي.

نومبر ١٩٤٧ جي پڇاڙي، اٽڪل اڍائي لک هندو
سنڌ مان لڏي چڪا هئا. انهن مان وڏو حصو انهن
غير سنڌي هندن جو هو جي سنڌ ۾ وسندا هئا. سنڌي
هندن ٿوري تعداد ۾ لڏپلاڻ ڪئي هئي. اڍائي مهينن جي
لڏپلاڻ بعد، حالتن ۾ ٺاپر اچڻ لڳي. پاڪستان ۽ سنڌ
سرڪارن جي ذميوار عهديدارن پاران، سنڌ جي هندن کي
خاطريون ڏيڻ ۾ آيون، ته هو هراس ڇڏي، لڏڻ جو خيال
لاهي، پاڪستان ۾ رهي پون، ته سندن حقن جو هر طرح
بچاءُ ڪرڻ ۾ ايندو.

سنڌ ۾ هندن جي ڪل آدمشماري شمار ١٣ لک هئي، جن
مان اٽڪل ٥ لک کن ڀيل، ڪولهي ۽ ميگهواڙ ۽ ٢ لک کن
غير سنڌي هندو جهڙوڪ ڪڇي، ڪاٺياواڙي، گجراتي،
مرهٽا، پنجابي، مارواڙي، بهائي ۽ سک هئا ۽ باقي ٦ لک

سنڌ ۾، اوڀر پنجاب کان آيل، مهاجر طبقو وڌي رهيو هو. سنڌ ۾ ريلوي گاڏين ۾ هندو مسافرن تي خوني حملا ٿيڻ لڳا. هلندڙ گاڏين مان هندو مردن ۽ زالن کي ٻاهر اڇلائڻ جا واقعا ورڻ لڳا. سنڌي سکن کي، سنڌ ۾ رهڻ صفا مشڪل ٿي پيو. سنڌ جي ڪن حصن ۾ ڦرلٽ ۽ ڪاهڻ جا واقعا ٿيڻ لڳا. سنڌ جي هندن جو آڳانو ۽ هاڪارو اڏيرلال جو مندر لٽيو ويو ۽ مندر جي ٺڪر کي گوليءَ سان ماريو ويو. اهڙن حالتن سنڌ جي هندن جي دلين کي لوڏي ۾ وڌو.

ڪراچي شهر جي جدا جدا حصن ۾ خوني حملا ٿيڻ لڳا هئا، جنهن سبب، ۴ سيپٽمبر ۱۹۴۷ تي، ٽن ڏينهن لاءِ ڪرفيو لڳايو ويو. ڊرگ روڊ سٽيشن تي، سکن ۽ هندو مسافرن تي خوني حملو ٿيو. حالتن ۾ ڦيرو نه اچڻ سبب، ڪراچيءَ ۾ ڪرفيو هڪ هفتي لاءِ وڌايو ويو. هندن جي دلين ۾ هراس وڌي ويو هو. ڪراچي شهر جي غير سنڌي هندن ٻاران هوائي جهازن، جهازن ۽ ريلوي رستي لڏپلاڻ شروع ٿي ويئي.

سيپٽمبر ۱۹۴۷ جي ٻئين هفتي ۾، جمشيد ڪوارٽر جي اير سنڌ ڪالونيءَ ۾، بم ڦاٽڻ جو حادثو ٿيو. جمشيد ڪوارٽر جي ڪيترن هندو گهرن جي تلاشي ورتي ويئي. ۱۶ سيپٽمبر تي، ٽيهه هندو گرفتار ڪيا ويا. مسٽر کانچند گوپالداس، ڪراچي شهر جو هڪ نامور ۽ اڳرو وڪيل، انهن مان هڪ هو. گرفتار ٿيل سڀ راشٽريه سيوڪ سنگھ جا ميمبر ٿي چيا ويا. مسٽر کانچند گوپالداس جي ضمانت وٺڻ به قبول نه ڪئي ويئي.

گذريل ڪن سالن کان، هندستان ۾، مسلم ليگ پاران ”ٻن قومن“ جو نعرو ڪڙو ٿيو هو، جنهن سبب، هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ ويڇو ۽ جدائي زور وٺڻ لڳي هئي. آزاد سنڌ صوبو به انهي اثر کان آجو نه رهي سگهيو. سنڌ ۾ به نفاق ۽ جدائيءَ جو ڪوسو واءُ لڳڻ شروع ٿيو. سنڌ جي مسلم ليگي حڪومت ڪي اهڙا قائدا ۽ قانون بحال ڪيا ۽ اهڙي روش اختيار ڪرڻ شروع ڪئي، جن سبب، سنڌ جي ڪارائتي ۽ اڳتي وڌيل هندو ٽوليءَ جي حقن کي جوکو رسائڻ ۽ سندن اقتصادي حالت کي ڌاهڻ جا گهاٽ گهڙيل هئا. انهن ڏکدائڪ حالتن هوندي به، سنڌ جي هندن کي اهو خواب به خيال ڪونه هو، ته پاڪستان ٿيڻ بعد ڪو ڪين ٻنهي سنڌڙيءَ جا وڻ ڇڏڻا پوندا.

پاڪستان ٿيڻ کان اڳ ۾، گذريل ٻارهن مهنن کان، هندستان جي ڪن حصن ۾، هندو مسلم فساد اگرو روپ اختيار ڪري چڪا هئا. تعصب ۽ ٻاڏاڇڙو ايتري قدر زور پڪڙي چڪا هئا، جو ڌرم ۽ مذهب جي نالي ۾، ڪيترا سارا انسان حيوان بڻجي، هڪ ٻئي جو ڇڪڻ ماس چنڊڻ لڳا. ديس ۾ حد درجي جي خونريزي ۽ بربادي ٿي گذري. انهن دردناڪ واقعن ۾، ابوجهه نارين ۽ معصوم ٻارن بلڪل گهڻو سٺو. انسانيءَ ۽ اي اخلاقي ايتري قدر چوٽ چڙهي چڪيون، جو صدين کان وسندڙ ۽ ٽهڪندڙ ڳوٺن ۽ شهرن کان، انسان ذات جا جٿا، پاڻ کي اڪيلو، لڏ پلاڻ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا.

انهن حالتن کان سنڌ ملڪ اڇوتو هو. سنڌ جي هندن



قائد اعظم محمد علي جنيا



خواجا ناظم الدين



لياقت علي خان



آءِ . آءِ . چند ريگر



مولوي تميزالدين خان

# پاڪستان بعد

۱۴ آگسٽ ۱۹۴۷ تي پاڪستان هستيءَ ۾ آيو. مسٽر محمد علي جناح پاڪستان جو گورنر جنرل ٿيو. پاڪستان وزارت جو پهريون وزير اعظم مسٽر لياقت علي خان مقرر ٿيو ۽ سندس وزارت جا ٻيا وزير هي هئا: عبدالرب نشتر، غلام محمد، غضنفر علي خان، آءِ. آءِ. چندريگر، فضل رحمان، جوگيندرناٿ منڊل، سر محمد ظفرالله ۽ پيرزادو عبدالستار.

ڪراچي شهر پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ ٺاهيو ويو. سر غلام حسين هدايت الله کي سنڌ صوبي جو گورنر مقرر ڪيو ويو. سنڌ وزارت مسٽر محمد ايوب کهڙي جي اڳواڻيءَ هيٺ ٺهي ۽ سندس وزارت جا باقي ٻه ميمبر قاضي فضل الله، مير غلام علي خان ٽالپر ۽ پير الاهي بخش مقرر ڪيا ويا.

*　　*　　*　　*

تهذيبي لحاظ کان، سنڌ صوبو هڪ آزاد خيال ملڪ هو. صدين کان، سنڌين کي، سنڌي سنتن، درويشن، بزرگن ۽ شاعرن آزاد خياليءَ جو پيغام ڏنو هو. صوفي مت سبب، سنڌي عام لوڪ تعصب ۽ تنگدليءَ کان گهڻي قدر آجا هئا. الڳ ڪٿي جنهنجي ۾ سنڌ ديس ۾، قديم ڀارن هڪ ٻئي تي رهندو هو، جنهن جو اثر هي ٿيو ها، جو جدا جدا ڌرمن ۽ مذهبن ۾ رهندي به، انسان ذات ۾ ايڪتا، ميلاپ ۽ ڀائپي قائم رهي سگهي ها.

## انڊين ليجسليٽو اسيمبلي ۾

لارڊس ڏانهن موڪليو. هائوس آف لارڊس به ان جي
ٽي بل جي منظوري ڏني. ١٨ جولاءِ ١٩٤٧ع تي، شام جو
٤ بجي ڌاري، برٽش حڪومت جي بادشاهه، جارج ڇهين
”انڊيا انڊيپينڊنس بل“ جي قبوليت ڏني. هندستان ۽
پاڪستان هستيءَ ۾ آيا. ٻن سو سالن جي غلاميءَ بعد،
دنيا جي چاليهه ڪروڙ انسانن راڄنيتي آزادگي حاصل ڪئي.

* * * *

برٽش حڪومت جي بادشاهه جي ”انڊين انڊيپينڊنس
بل“ جي قبوليت ڏيڻ سان، انڊين ليجسليٽو اسيمبلي،
پاڻمرادو، سمجهي ويئي. اهڙيءَ ريت، سمن سڪند
جي هند اسيمبليءَ جي ميمبريءَ جو دور ختم ٿيو.

عهديءَ جي حيثيت ۾، ١٢ مئي ١٩٤٧ع تي، گورنر جنرل جي سيڪريٽريءَ ڏانهن خط لکيو، جنهن ۾ ڄاڻايو ته سنڌ ٽيننٽ هولڊرس مارگيج بل جي سلسلي ۾، سنڌ اسيمبلي ڪانگريس پارٽيءَ جي اڳوان پروفيسر گهنشيام جيٺانند شوداسانيءَ جيڪو عرضو پيش ڪيو آهي، سو مون ڌيان سان پڙهيو آهي. اهو بل گورنر جنرل جي قبوليت (assent) لاءِ ترسيل آهي. مان پروفيسر گهنشيام جي هر لفظ جي تائيد ڪريان ٿو ۽ عرض ڪندس ته گورنر جنرل صاحب هن بل جي قبوليت ڏيڻ کان انڪاري واريندو. هي بل سنڌ جي هندو زميندار طبقي کي اقتصادي طرح برباد ڪرڻ جي نيت سان تيار ڪيو ويو آهي.

گورنمينٽ آف انڊيا جي گورنر جنرل سنڌ ٽيننٽ هولڊرس مارگيج بل جي قبوليت نه ڏني. پاڪستان جي قائم ٿيڻ بعد، پاڪستان جي گورنر جنرل، مسٽر محمد علي جناح به انهيءَ بل جي قبوليت نه ڏني.

* * *

انڊين ليجسليٽو اسيمبليءَ جي انهن ٻن سالن واري ميمبريءَ جي دور ۾، سيٺ سکديو، جن اسيمبلي ميمبرن سان چڱيءَ ريت ويجهڙائي ۾ آيو، سي هي هئا: جي. وي. ماولنڪر، سي. راجگوپال آچاريه، سردار ولڀ ڀائي پٽيل، پنڊت جواهرلال نهرو، مولانا ابوالڪلام آزاد، لياقت علي خان، خواجه ناظم الدين، آءِ. آءِ. چندريگر، جگجيون رام، ڊاڪٽر جان مٿائي، جوگيندرناٿ منڊل، سري ستيه نارائڻ سنها، اين. ايم. جوشي، خان محمد يامين خان، اين. وي. گاڊگل،

ڪري سگهيو. جنهن بعد، عرضي جو ڪچو درافٽ تيار
ڪرائي، سر ڪرشنا سوامي آئر کي ڏيکاريائون. اهو
درافٽ کيس نه آئڙيو. تنهنڪري، سر ڪرشنا سوامي
آئر، نئين سر، پنهنجو درافٽ تيار ڪيو. سندس چوڻ
پٽاندر، اهو درافٽ شري راجگوپال آچاريه جي نظر مان به
ڪڍايو ويو.

سنڌي اڳواڻن، دهليءَ ۾ وڃي، گهربل قانوني صلاح
مصلحت حاصل ڪرڻ ۽ عرضي تيار ڪرائڻ لاءِ وڏي
رقم خرچ ڪرڻ جو ارادو ۽ فيصلو ڪري آيا هئا. پر،
سنڌين حيرت جي حد نه رهي، جڏهن ڏٺائون ته سمورو
گهربل ڪم تسلي بخش ڍنگ ۾ نالي ماتر خرچ ۾ تيار ٿي ويو.
کين اهو به خواب خيال ڪونه هو ته هيترن سارن مکيه اڳواڻن،
مدبرن ۽ اسيمبلي ميمبرن سان ڏورو ڳنڍجڻ، خيالن جي،
ڏي وٺ ڪرڻ ۽ پنهنجي مسئلي لاءِ زوردار همدردي
حاصل ٿي سگهندي. دهليءَ ۾ ورتاءُ اچي، سنڌي اڳواڻن
ايترو ضرور محسوس ڪيو، ته ڏيڍ سال جي عرصي ۾،
سيٺ سکڌيو، دهليءَ ۾ جيڪي واقفيت ۽ ٿلهي حاصل
ڪري چڪو هو، تنهن جو فائدو اکين ساهمون ليندو
ڏسي رهيا هئا.

عرضو تيار ٿيو. سيٺ سکڌيو ۽ سندس ساٿي موٽي
ڪراچيءَ ۾ آيا. عرضو سنڌ اسيمبلي ڪانگريس پارٽيءَ
جي اڳواڻ پروفيسر گهنشيام جيٺانند سيوداساڻيءَ پاران
گورنمينٽ آف انڊيا جي گورنر جنرل کي پيش ڪيو ويو.
سيٺ سکڌيو، سنڌ جي هندن پاران سنڌ اسيمبليءَ ۾

هندو ميمبر چڱي تعداد ۾ اچي شريڪ ٿيا. سنڌي اڳواڻن
کي، هند اسيمبليءَ جي ميمبرن سان روبرو گڏجڻ ۽ پنهنجي
طرف جي امان پيش ڪرڻ جو چڱو موقعو مليو. اسيمبليءَ
جي ميمبرن اهڙيءَ همدردي ڏيکاري ۽ هر طرح جي مدد ڪرڻ
جو ارادو ظاهر ڪيو. انهيءَ بعد، هند سرڪار جي قاعدي ۽
قانون کاتي جي وزير، آنريبل مسٽر جوگندرلال منڊل کي
ڏٺائون. انهن کان سواءِ مکيه ڪانگريسي اڳواڻن ۽ ٻين ميمبرن
جهڙوڪ سردار ولڀ ڀائي پٽيل، پنڊت جواهر لال نهرو،
بابو راجندر پرساد، شري ڪنهيا لال منشي، سردار بلديو سنگهه ۽
سر گوپال سوامي آئنگر کي به ڏٺائون، جن صاحبن سنڌ جي
ٿورائي واري جاتيءَ جي مسئلي کي همدرديءَ سان ٻڌو ۽
ڪارگر صلاحون ڏنائون.

گورنر جنرل کي عرضي تيار ڪرڻ جو اوائلي ڪم هتان ۾ ڪندو
ويو. انهيءَ ڏس ۾، سيٺ سکديو کي سات ڏيڻ لاءِ
چوئٿرام وليچا ۽ ٿيلارام ٽيڪچند دهليءَ ۾ رهي پيا.
سر گوپال سوامي آئنگر جي صلاح ۽ مدد سان، عرضي تيار
ڪرڻ جي سلسلي ۾، سر الهدي ڪرشنا سوامي آئر سان
گڏجڻ ۽ پنهنجي مسئلي جو حل حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا.
سر ڪرشنا سوامي آئر دلچسپي ورتي، ڪن عرضي جي
مکيه تفصيلن کان واقف ڪيو ۽ چيو ته انهيءَ نموني ۾ عرضي
تيار ڪري اچو. انهيءَ سلسلي ۾ ضروري خبر چار هٿ
ڪرڻ ۽ ڪن قانوني ڪتابن جي ابياس ڪرڻ جي به هدايت
ڪيائين. سيٺ سکديو، سخت جفاڪشي ۽ ڊڪ ڊوڙ بعد
گهربل ڪتاب ۽ ضروري خبر چار هٿ ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل

۽ اهڙي ڏس ۾ هر ڪا ڪوشش ورتي ۽ ان کي عمل ۾ اچڻ
کان روڪ وجهجي. فيصلو ڪيائون ته سنڌ جي نوراني
واري جاليءَ جي ڦاڙڻ ۽ حقن جي بچاءَ خاطر گورنر جنرل آف
انڊيا کي عرضو ڪجي. سنڌ جي هندن ڪانگريسي اميدوارن
کي ووٽ ڏنو هو. سنڌ اسيمبليءَ ۾، ڪانگريس اسيمبلي
پارٽيءَ جي ميمبرن، هندن جي حقن سان هٿ چراند ٿيندو
ڏسي، مارڪيج بل جي سخت مخالفت ڪئي هئي. هاڻ سنڌن
پاران ڪوشش ٿيڻي هئي، ته حيلا هلايا وڃن جو گورنر جنرل
پنهنجين خاص اختيارن عمل ۾ آڻي ۽ ڏسي ته سنڌ جي نوانيءَ
وارن جي حقن جي بچاءَ لاءِ هن بل جي قبوليت نه ڏني وڃي. سنڌي
هندو زميندار طبقي، اهڙن ڪوشش خاطر، وڏو فنڊ گڏ ڪيو.

مارچ ۱۹۴۷ع ۾، دهليءَ ۾، ليجسليٽو اسيمبليءَ جو
اجلاس هلي رهيو هو. سيٺ سکديو دهليءَ ۾ موجود
هو. سنڌ اسيمبليءَ جي ڪانگريسي ميمبرن جو وفد ڪراچيءَ
مان ڪڍي دهليءَ ڏانهن روانو ٿيو. وفد جا ميمبر هئا:
ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي، ڪماري جيٺي سپاهيملاڻي،
ڏيپلداس وزيراڻي، سرومل وشنداس، سرومل ڪرپالداس،
چوئٿرام ولڀا ۽ نولرام نيڪچند. دهليءَ ۾ پهچي، سيٺ سکديو
سان گڏجي، عملي ڪم جو پروگرام رٿائون. پهرين ڪوشش سان،
مولانا ابوالڪلام آزاد، شري گنڊگل ۽ شري راجگوپال آچاريا،
سان مليا ۽ سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاس ٿيل مارڪيج بل تي ڳالهه
ٻولهه ڪيائون، ۽ اهڙي ڏس ۾ ڪهڙا قدم کڻڻ گهرجن لاءِ
صلاح ڪيائون. انهي ڏينهن ئي، سيٺ سکديو جي جاءِ تي،
هند اسيمبليءَ جي چونڊ ميمبرن جو ميڙ لڳو، جنهن ۾

پروي ڪائونسل وٽ اپيل ڪرڻ جو حق ٻڌڻ رهيو ويو هو،
بل ڪٽي ملڪيت ڪيترن لکن رپين جي هجي. انهن معاملن
جي اپيل، چيف ڪورٽ کي ٿي، بلڪ چيف ڪورٽ جي
اسپيشل جج وٽ ٿي ٿي سگهي ٿي.

انهن حقيقتن مان صاف ظاهر هو ته اهو بل هڪ
بي قاعدگين ڀريو قانون هو، جنهن ملڪ جي ڪيترن ئي
سارن انگن جهڙوڪ انڊين ايويڊينس ايڪٽ، ٽرانسفر
آف پراپرٽي ايڪٽ، اميٽيشن ايڪٽ، رجسٽريشن ايڪٽ،
اسٽيمپ ايڪٽ ۽ سول پروسيجر ڪوڊ سان سڌيءَ ريت
همت چڙهاڻ ڪئي. بل ۾ ڪي ٿورا اهڙا هئا جي
انصاف جي قاعدن جي ابتڙ هئا ۽ ملڪ ۾ عمل ۾ ايندڙ
قانون جي مخالفت ٿي ڪيائون.

اهڙي عجيب قسم جو بل اسيمبليءَ ۾ پيش ڪري ۽
جنهن ليڊيءَ ۽ روش سان بل پاس ڪرايو، تنهن مان
مسلم ليگ جي ذهنيت جو پورو اظهار ٿي ٿيو. اهڙي
بل دوارا، انهن کي ئي فائدو ٿي رهيو جي وڏا زميندار
هئا ۽ جي هزارن ايڪڙن زمين جا مالڪ هئا ۽ ارباب
انهن هندن کي ڪهو ٿي ويو جن زمينن کي محنتن سان سڌاري
۽ سڌواري کيتيءَ لائق ڪيو هو. هي سڀ اهڙو زورآوري وارا
قدم، جنهن جو ڪو مثال ملڻ مشڪل هو، اهڙيءَ لاءِ ڪيا
ويا، جو اهي بل دوارا جن تي مصيبت پوندي سي هندو
ٿيندا ۽ جن کي فائدو رسندو سي مسلمان هوندا.

اسيمبليءَ ۾ بل اچڻ ٿيڻ سان، سياڻڪ، سنڌ جي
هندن ۾ انتظاري ۽ بي قراري پيدا ٿي. انهن فيصلو ڪيو

۾ هو صاحب مهرباني ڪري مخالف ڌر جي ميمبرن کي مرڪزو
ڏيئي رهيو آهي، ته بل ٺڪرائون ڪري باط کي خوش ڪن.

مسلم ليگي حڪومت جي روش مان صاف ظاهر ٿئي،
ته جي زميندارن، ملڪ جي قاعدن ۽ قانونن بالادر وڪرو
ٿي، هندن جي هٿن ۾ آيون هيون، تن کي بادشاهي طريقن
دواران هندن کان کسيون وڃن ۽ مسلمانن جي حوالي ڪيون
وڃن. اهو قدم، هندن سان لسوري ظلم ۽ ستم جو داستان
هو. سنڌ جي هندن، سنڌ جي بهتري ۽ واڌاري خاطر، ڪو
گهٽ پارٽ ادا نه ڪيو هو. سنڌ جي ڌنڌي ۽ واپار جو
وڏو حصو هندن ٿي هلايو. سنڌ پرانت جي انڪم ٽيڪس
دواران ايت جو ٩٠ سيڪڙو هندن مان ٿي حاصل ٿيو.
زرعي پيداوار واريءَ زمين جو ٣٠ سيڪڙو هندن جي هٿن
۾ هو، جنهن سبب، سنڌ جا هندو ڳوٺن ۾ به رهندا هئا.
هندن جو وڏو حصو شهرن ۾ وسندڙ هو، جتي هو گهڻائي ۾
هوندا هئا. شهري ايراضين ۾ هندن جون وڏيون ملڪيتون
هونديون هيون. سنڌ جي شهرن جي سڌارن ۽ واڌارن
خاطر سنڌي هندن وڏو ۽ اهم پارٽ ادا ڪيو هو. تعليمي
ڏس ۾، سنڌ جا هندو وڌيڪ تعليم حاصل ڪيل هئا.
آدمشماريءَ جي لحاظ کان هندو ٣٠ سيڪڙو هئا، پر
هاءِ سڪولن ۽ ڪاليجن جا ٨٠ سيڪڙو شاگرد هندو هوندا
هئا. گهڻا هاءِ سڪول ۽ ڪاليج هندن جي محنت، ادم ۽
پئسي سان اڏيا ويا هئا. صوبي جي ڪل روينيو ايت جو
اڌ حصو هندن مان ئي حڪومت کي حاصل ٿيو. تڏهن
هوندي به، مسلم ليگي حڪومت، پنهنجن نامناسب ۽ ناجائز

مليندي هئي، سو، اهڙي وار ڦير سبب، مسلم زميندار کي
نقصان ڪونه پوندو هو، بلڪ فائدو ٿي ٿيندو هو.

سکر بئراج بعد، زمين جي اگهن ۾ وڌو واڌارو ٿي ويو
هو؛ اڳهين ۾ اچان وڌيڪ واڌ پوڻ جو هرڪو امڪان هو،
تنهنڪري، سنڌ مسلم زميندارن جي ڪن مرڪزن ۾
ليبت ۾ ڦيرو آيو؛ ۽ انهيءَ زور پوڻ لڳي. جي زمينون، گروي
۽ ضرورت جي حالت ۾ اهڙي وقت جي اگهن ۾ هندن
کي وڪرو ڪري ڏنيون هيائون، تن جا تمام وڌيل اگهه
ڏسي، اهي زمين کي مفت ۾ يا رواجي قيمتن ۾ ورڻي
هٿ ڪرڻ جا گهات گهڙڻ لڳا. اهڙي حقيقت ٿي ۽ اک
پوت ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا، ته سنڌ ۾ هندن جي آدمشاري
٣٠ سيڪڙو هئي؛ سندن هٿن ۾ زمين ۽ ٣٠ سيڪڙي کان
وڌيڪ ته هئي.

سن ١٩٤٦ع ۾، سنڌ ۾، مسلم ليگي ذهنيت تمام زور
پوڻ لڳي هئي. مسلم ليگ پاران، هندن خلاف زبردست
ٽڪار ۽ نفرت ڦهلائي وئي. هندو مسلم نفاق جي منزل حد
تي وڃي رسي. ڊسمبر ١٩٤٦ع ۾، سنڌ اسيمبليءَ* لاءِ
خاص چونڊون ٿيڻيون هيون. چونڊن جي پروپيگنڊا ۾،
مسلم ليگ پاران انجام ڪيا ويا ته جي مسلم ليگ اميدوارن
کي ڪامياب بڻايو ويندو، ته مسلم ليگي حڪومت پاران
هڪ اهڙو ائڪٽ بحال ڪرايو ويندو، جنهن دوران، مسلمانن
جون هندن کي اڳيون وڪرو ڪيل زمينون، مسلمانن کي
واپس ڏيارايون وينديون.

چونڊن ۾ مسلم ليگ زبردست ڪاميابي حاصل ڪئي.

ڪشش نه ٿيندي هئي. حڪومت پاران وقت نه وقت ڪوششون ورتيون وينديون هيون ته وڌيڪ زمين وڪرو ٿئي.

سکر بئراج بعد حالتن ۾ وڏو ڦيرو اچڻ لڳو. نوان واهه هستيءَ ۾ آيا. پاڻي، دائمي پئڻ ڪري، نهر ۽ انتظام سان ملڻ لڳو. بارهوئي پاڻي ملڻ سبب، زمين مان پيداوار وڌڻ لڳي. ڪپهه، تماڪ، ميوو ۽ ڪڻڪ وغيره جنسن جي پيداوار ٿيڻ لڳي. غير بئراج وارن زمينن تي به پاڻيءَ جي پهچ لاءِ سڌارا ڪيا ويا. زرعي پيداوار وارن جنسن جا اگهه وڌڻ لڳا. مهاڀاري جنگ سبب ته انهن جا اگهه چوٽ چڙهڻ لڳا. سو زمين جي اگهن جي اها حالت ٿي، جو جنهن رواجي زمين جي قيمت ڏهه رپيا في ايڪڙ هئي، سا دائمي واهن سبب، سنه ١٩٤٥ع ۾ ٣٠٠ رپيا في ايڪڙ وڃي ٿي. سکر بئراج بعد، ٻين بئراجن ٺهرائڻ جون تجويزون پڻ رٿيل هيون. انهن حالتن ڪري، سنڌ ۾ زمين جي اگهن ۾ وڌيڪ واڌ پوڻ جو هرڪو امڪان هو.

سنڌ جا مسلم زميندار، اڪثر، فضول ۽ هٿ ڦاڙ خرچن ڪرڻ ۾ هاڪارا هئا ۽ آهن. فصلن ۾ فائدو نه پوڻ ڪري، گهرجن جي پورائي ڪرڻ لاءِ، ڏنگي يا ٻئي ڪنهن سبب ڪري، مسلم زميندار کي پئسي جي ضرورت ٿيندي هئي، ته هندو واپاريءَ يا زميندار کان، وقت به وقت، پئسا وٺندو رهندو هو ۽ پڄاڻي زمين جو ڪجهه حصو گروي رکندو هو يا وڪرو ڪري ڏيندو هو. جن سالن ۾ جڳي اپت ٿيندي ته مسلم زميندار حڪومت کان زمين خريد ڪري وٺندو هو، سو جو اهـا زمين تمام گهٽ اگهن ۾ ڪمس

سنڌس پاران زوردار ڍنگ ۾ گهر ڪئي ويئي ته سنڌ جي
اوجوانن کي ملٽري انتظام ۾ سکيا حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري
آهي ته پلٽڻن جو ڪل تعداد ايترو مقرر ڪيو وڃي
جنهن جي اڳ ۾ منظوري ڏنل هئي.

هند سرڪار جي بچاءَ کاتي جي سيڪريٽريءَ، پنهنجي
٨ جنوري ١٩٤٧ع واري خط ۾، سمٿ سکندر کي هند سرڪار
جي انهي فيصلي کان واقف ڪيو ته فرسٽ سنڌ پلٽڻن جو
ڪل تعداد ٣٢٧ قائم ڪيو ويو آهي.

* * *

سکر ٻئراج سنه ١٩٣٢ع ۾ جڙي راس ٿيو. سکر ٻئراج
کان اڳ ۾، سنڌ جي زمين جي آبادي آبڪلاني واهن وسيلي
ٿيندي هئي. واهن جو انتظام پورو نه هوندو هو. انهن
حالتن سبب، سنڌ ۾ رٻيءَ جو فصل ٿورو ٿيندو هو. خريف
مکيه فصل هوندو هو. خريف فصل لئي به ايترو آڌار نه ٿي
سگهندو هو، ڇاڪاڻ ته، ڪن سالن ۾ سنڌو نديءَ ۾ پاڻي
ديـر سان چڙهندو هو، ته وري، ڪن سالن ۾ مدي پوري
ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي پاڻي لهي ويندو هو. ڪن سالن ۾ زوردار
هوائون لڳنديون هيون ته فصل سوڪ هيٺ اچي ويندا هئا.
وري ڪي سال اهڙا ٿيندا هئا، جو ٻوڏون ٿينديون هيون،
جنهن سبب انهن ۾ گهارا پئجي ويندا هئا ۽ فصل برباد
ٿي ويندا هئا. انهن سڀني ڳالهين سبب، سنڌ ۾، زمين
جا اگهه گهٽو گهٽ هوندا هئا. رواجي بارالي زمين لاءِ
ڏهه رپيا في ايڪڙ چڱي رقم ليکجڻ ۾ ايندي هئي. انهي
زماني ۾، عوام ۾ زمين جي خريديءَ لاءِ ڪا خاص چڪ ۽

"فرسٽ سنڌ بٽالين يونيورسٽي آفيسرس ٽريننگ ڪور"
قائم ڪيو وڃي. بٽالين جو ڪل تعداد وڌائي ٣٢٧ منظور
ڪيو ويو، جن ۾ ١٢ آفيسر ۽ ٣١٥ ٻيا ڪيڊٽ هئا. ملڪ
۾ آگسٽ ١٩٤٢ع واري ڪئٽ انڊيا هلچل زور هئي،
جنهن سبب، هند سرڪار انهي تجويز تي عمل ۾ نه آندو،
نه فقط ايترو، بلڪ، هند سرڪار ديس جي ڪاليجي
نوجوانن کي ملٽري سکيا ملڻ کان محروم ڪرڻ جو فيصلو
ڪيو. فرسٽ سنڌ بٽالين يو. او. ٽي. سي. کي بند
ڪيو ويو. ڪاليجي شاگردن کي ملٽري سکيا نه ڏيڻ
جي پاليسي مهاڀاري جنگ ختم ٿيڻ تائين قائم رهي.

مهاڀاري جنگ ختم ٿي چڪي هئي. سنڌ ڪاليجيئيٽ
بورڊ جي اختياري وارن گورنمينٽ آف انڊيا کي درخواست
ڪئي ته اڳين فرسٽ سنڌ بٽالين يو. او. ٽي. سي. کي وري
جاري ڪيو وڃي. انهي درخواست تي غور ڪيو ويو
۽ هند سرڪار ١ آڪٽوبر ١٩٤٥ع تي منظوري ڏني ته
فرسٽ سنڌ بٽالين يو. او. ٽي. سي. جاري ڪيو وڃي، پر
بٽالين جو ڪل تعداد گهٽائي فقط هڪ سو ڪيو ويو، جنهن
۾ ٤ آفيسر ۽ ٩٦ ٻيا ڪيڊٽ هئا. هند سرڪار جي مٿين
منظوريءَ تي، سنڌ ڪاليجيئيٽ بورڊ پاران ٻيهر عرض
ڪيو ويو ته بٽالين جو ڪل تعداد ٣٢٧ قائم ڪيو وڃي، جو
١٥ سيپٽمبر ١٩٤٢ع تي منظور ڪيو ويو هو.

انهي ڏس ۾ سمپٽ سڪد ۾، هند سرڪار جي حڪم
ڪڍي جي گوري سيڪريٽري ۽ اڳاٽ [illegible] آفيشل
[illegible] سان لکپڙهه ڪئي ۽ [illegible]

۽ دور دور ديسن ۾ سنڌي واپاري ڪاروبار قائم ڪيل آهن. گذريل هڪ سؤ سالن کان، دنيا جي دور حصن جي رهواسين ۽ حڪومتن سان ناتا ۽ لاڳاپا قائم ڪري سگھيا آهن. انهي حقيقتن جي روشنيءَ ۾، بنان ڪنهن وڌاءَ جي ائين چئي سگھبو، ته سنڌي، واپاري وڻجن ۾ پرڏيهي ايلچي خانن ۾ انهايت ڪارائتا ۽ مدد عوضي ثابت ٿيندا. سيٺ سکدبو پهرين خطن ۾ انهي ڳالهه تي زور ڏيو، ته پهريت اهو انهي سلسلي ۾ شخصي دلچسپي وٺي ۽ ڏسي، ته سنڌين جي حقن لاءِ جوڳو ڌيان ڏاو وڃي ٿو.

* * * *

گورنمينٽ آف انڊيا پاران ڪاليجي شاگردن کي ملٽري سکيا ڏيڻ جو انتظام رٿيو ويو هو. انهي سلسلي ۾، سنڌي ڪاليجي نوجوانن کي ملٽري سکيا ڏيڻ خاطر، ڪراچي ڪاليج جي شاگردن لاءِ، ١٩٢٨ع ۾ يارهون ڪراچي يونيورسٽي ٽريننگ ڪور مرڪز هستيءَ ۾ آيو. انهي مرڪز ۾ ٦ آفيسر ۽ ١٥٩ ڪيڊيٽس ۽ ٻيا، ڪل ١٦٥ ڄڻا رکيا ويا. ڪراچي ڪاليج جي شاگردن لاءِ ملٽري سکيا جاري رهي. ٻارهن سال بعد، ٢٠ جون ١٩٤٠ع تي، ڪراچي يو. ٽي. سي. جي ڪل طاقت ٥٠ سيڪڙو وڌائي وئي. مرڪز جو ڪل تعداد ٢٤٨ ڪيو ويو، جنهن مان ٩ آفيسر ۽ ٢٣٩ ٻيا هئا.

١٥ سيپٽمبر ١٩٤٢ع تي، گورنمينٽ آف انڊيا فيصلو ڪيو ته يارهين ڪراچي يو. ٽي. سي. مرڪز جو نالو بدلائي

رواڻگي ٿيندو هو. اها سڪل مڇي اهڙي قسم جي هئي، جنهن جي تازي مڇيءَ جو ڪاٻو نه ڏيس ۾ ڪو نه هوندو هو. اهڙي هوندي به، هند سرڪار پاران ڪنٽرول وڌو ويو هو ۽ مقرر ڪيل حد کان وڌيڪ رواڻگي نه ڪئي ويئي. نتيجو اهو ٿي ٿيو ته سڪل مڇي چڱي انداز ۾ رهجي ٿي پئي. چاڪاڻ جو اهڙيءَ مڇيءَ جو ڪاٻو ديس ۾ اصل ڪو نه هو، نه واپار کي نقصان هڪ پاسي ٿي پيو؛ ٻئي طرف غريب ۽ مسڪين مهاڻن جي ڪرت ۽ روزگار کي ڌڪ ٿي لڳو. سيٺ سڪنداو، ڪراچي فش مرچنٽس ائسوسيئيشن جي عيوضي سان گڏجي، دهليءَ ۾ ويو، هند سرڪار جي اُن ڊپارٽمينٽ جي واسطيدار عملدارن کي ڏنو ۽ کين سموريون حقيقتون کان واقف ڪيو. مڙني هٿي هنڌ ڪيو. هند سرڪار سنڌ مان سڪل مڇيءَ جي رواڻگيءَ تان بندشون دور ڪري ڇڏيون.

* * * *

هند سرڪار پاران، پرڏيهي ڪالن ۽ وفدن ۾، وقت به وقت، عيوضي موڪليا ويندا هئا. اهڙي ڏس ۾، سنڌين کي جوڳو حصو ڪو نه حاصل ٿيندو هو. سيٺ سڪنداو، پرڏيهي ڪمن ۽ ڪامرس کاتن جي ڪالن سان واسطو رکندڙ وزير، آنريبل پنڊت جواهر لال نهروءَ کي خط ڏياريا اهڙيءَ حقيقت ڏهن انهن ڪرائڻ جي ڪوشش ورتي، ته سنڌي پنهنجي قابليت، تجربي ۽ سکيا سبب، دنيا جي دور ديسن ۾ وڃڻ لاءِ چڱيءَ طرح لائق سمجهندا. اهڙيءَ لاءِ سنڌي اڳيئي هاڪارا آهن. دنيا جي جدا جدا

۽ ڏور ڏور ديسن ۾ سنڌن واپاري ڪاروبار قائم ڪيل
آهن. گذريل هڪ سو سالن کان، دنيا جي ڏور حصن
جي رهواسين ۽ حڪومتن سان ناتا ۽ لاڳاپا قائم ڪري
سگها آهن. انهي حقيقتن جي روشنيءَ ۾، ٻنان ڪيترن
وڏاءُ جي انهن چئني سگهن، نه سنڌي، واپاري وفدن
۽ پرڏيهي ايلچي خانن ۾ انهايت ڪارائتا ۽ مفيد عوضي
ثابت ٿيندا. سيٺ سکدابو پنهنجن خطن ۾ انهي ڳالهه
تي زور ڏنو، ته پڪ سان انهور انهي سلسلي ۾ شخصي
دلچسپي وٺي ۽ ڏسي، ته سنڌين جي حقن تي جوڳو ڌيان
ڏنو وڃي ٿو.

* * * *

گورنمينٽ آف انڊيا پاران ڪاليجي شاگردن کي ملٽري
سکيا ڏيڻ جو انتظام رٿيو ويو هو. انهي سلسلي ۾، سنڌي
ڪاليجي نوجوانن کي ملٽري سکيا ڏيڻ خاطر، ڪراچي
ڪاليج جي شاگردن لاءِ، ١٩٢٨ع ۾ پارهون ڪراچي
يونيورسٽي ٽريننگ ڪور مرڪز هستيءَ ۾ آيو. انهي
مرڪز ۾ ٦ آفيسر ۽ ١٥٩ ڪيڊيٽس ۽ ٻيا، ڪل ١٦٥
ڄڻا رکيا ويا. ڪراچي ڪاليج جي شاگردن لاءِ ملٽري
سکيا جاري رهي. ٻارهن سالن بعد، ٢٠ جون ١٩٤٠ع
تي، ڪراچي يو. ٽي. سي. جي ڪل طاقت ٥٠ سيڪڙو
وڌائي وئي. مرڪز جو ڪل تعداد ٢٤٨ ڪيو ويو،
جنهن مان ٩ آفيسر ۽ ٢٣٩ ٻيا ٿيا.

١٥ سيپٽمبر ١٩٤٢ع تي، گورنمينٽ آف انڊيا فيصلو
ڪيو ته پارهين ڪراچي يو. ٽي. سي. مرڪز جو نالو بدلائي

روانگي ٿيندو هو. اها سڪل مڇي اهڙي قسم جي هئي،
جنهن جي تازي مڇيءَ جو ڪابه ڏس پتو ڪونه هوندو هو.
اهڙي هوندي به، هند سرڪار پاران ڪنٽرول وڌو ويو هو
۽ مقرر ٿيل حد کان وڌيڪ روانگي نه ڪئي وڃي.
نتيجو اهو ٿي پيو ته سڪل مڇي جي انداز ۾ رهڻ ٿي
پئي. ڇاڪاڻ ته اهڙيءَ مڇيءَ جو ڪابه ڏس پتو اصل
ڪونه هو، ته واپار کي نقصان هڪ پاسي ٿي پيو ۽ ٻئي طرف
غريب ۽ مسڪين ماڻهن جي ڪرت ۽ روزگار کي ڌڪ ٿي
لڳو. سيٺ سکڻو، ڪراچي فش مرچنٽس ايسوسيئيشن جي
عوضين سان گڏجي، دهليءَ ۾ وڃي، هند سرڪار جي ڊپ
ڊپارٽمينٽ جي واسطيدار عملدارن کي ڏنو ۽ کين سموري حقيقت
کان واقف ڪيو. مقصد هٿي عمل ڪيو. هند سرڪار،
سنڌ مان سڪل مڇيءَ جي روانگيءَ تان بندشون دور
ڪري ڇڏيون.

* * *

هند سرڪار پاران، پرڏيهي کاتي ۽ وفدن ۾ وقت
به وقت، عوضي موڪليا ويندا هئا. اهڙي ڏس ۾،
سنڌين کي جوڳو حصو ڪونه حاصل ٿيندو هو. سيٺ
سکڻو، پرڏيهي ڪمن ۽ ڪامنويلٿ لاڳاپن جي کاتي سان
واسطو رکندڙ وزير، آنريبل پنڊت جواهرلال نهروءَ کي
خط ڏياريو اهڙيءَ حقيقت ڏانهن ڌيان ڪرائڻ جي ڪوشش
ورتي، ته سنڌي پنهنجي خصلت، لياقت ۽ سکيا سبب،
دنيا جي دور دراز ۾ وڃڻ لاءِ جڳهيءَ طرح ٺهڪي سگهندا.
اهڙيءَ لاءِ سنڌي اڳيئي هاڪارا آهن. دنيا جي جدا جدا

لاءِ هندستاني ڪجهه خريد ڪرڻ ممڪن ٿي سگهي.

پشم جي واپارين پاران ۽ زوردار ڪوڙ ٿيڻ لڳي ته جنگ ختم ٿي چڪي آهي ۽ پشم جي روانگيءَ تان ڪنٽرول هٽايو وڃي. سمنٽ سڪديو، واپارين جي آواز کي واسطيدار مرڪزن ۾ پهچايو. پورهيا ٿاب پيا. پشم جي روانگيءَ تان ڪنٽرول لاٿو ويو.

* * * *

سنڌ ۾ ڪڻڪ جو ڪارخانو ڪوڙ هو. سنڌ لاءِ ڪڻڪ جي مقرر ڪمل ڪوٽا، سنڌين لاءِ اڻ پوري هئي. اهڙي ڪوٽ جي پوراڻي سرحد پرانت کان ايندڙ اَنَّ دوارن لئي ويندي هئي. هند سرڪار پاران سرحد جي اَنَّ جي روانگيءَ اي بندش وڌي وئي. اهڙي سبب، سنڌ ۾ ڪڻڪ جي اڻاڻ محسوس ٿيڻ لڳي. اهڙي ڏس ۾ ضروري لکپڙھ دواران، سنڌ جي گهرج ۽ ضرورت لاءِ، هند سرڪار جو ڌيان ڇڪايو ويو. سيٺ سڪديو، هند سرڪار جي، ڪڻڪ جي ڪنٽرولر کي رو برو ڏٺو. سرحد پرانت مان اَنَّ جي روانگي ممڪن هئڻ سبب، روانگيءَ تان بندش دور ڪئي وئي. اهڙيءَ ريت، سنڌ کي گهرج سارو اَنُّ حاصل ٿي سگهيو.

* * * *

ڪراچي شهر ۽ سنڌ س پسگردائيءَ ۾ ڪيترا سارا غريب مهاڻن جا ڪٽنب هئا، جي مڇيون ڦاسائڻ، اوڻن ۽ سڪائڻ جي ڪرت ۾ لڳل هئا. اهڙي سڪل مڇيءَ جو سنڌ ۽ هندستان ۾ ڪاپو بالڪل ٿورو هو. سڪل مڇيءَ جو بالڪل وڏو حصو، سلون، برما ۽ دور اوڀر وارن ملڪن ڏانهن

وڌو. انهي سلسلي ۾ چڱي ڪاميابي حاصل ٿي.

* * *

اوائل کان ئي، هندستان جي مکيه بندرن جي پورٽ ٽرسٽ بورڊن جا چيئرمن حڪومت پاران گورا عملدار مقرر ٿيندا هئا. چيئرمن کي، پورٽ ٽرسٽ جي ڪاروبار هلائڻ جي اختياري هوندي هئي. انهيءَ ڏس ۾، هندواسين پاران اهو آواز کڙو ٿي چڪو هو ته پورٽ ٽرسٽ جا چيئرمن هندستاني عملدار مقرر ڪيا وڃن. سيٺ سڪندر ڪراچي پورٽ ٽرسٽ بورڊ جو ميمبر پڻ هو. سندس زوردار دلچسپي هئي ته گورن چيئرمن کي هٽايو وڃي. هن سلسلي ۾، سيٺ سڪندر، واسطيدار وزير، آنريبل ميمبر مسٽر آصف علي کي رجوع ڪيو. هند سرڪار پاران فيصلو ظاهر ڪيو ويو ته آئنده پورٽ ٽرسٽ بورڊن جا چيئرمن هندستاني عملدار مقرر ٿيندا.

* * * *

جنگ ختم ٿي چڪي هئي. ديس ۾ ڪپهه جو اسٽاڪ هندستاني ڪارخانيدارن ۽ واپارين وٽ جهجهو موجود هو. ڪپهه جي واپارين تي بوجو اڻو لڳو. ڪپهه جا اگهه ڪرڻ لڳا. حڪومت پاران ڪپهه جي روانگيءَ تي بندش پيل هئي. نه فقط اهو، بلڪ، ڪپهه تي روانگي ڊيوٽي پڻ مڙهيل هئي. سيٺ سڪندر، الهه سٽريز ۽ سيلانيز ڪالي جي وزير، آنريبل مسٽر راجگوپال آچاريه کي، هن سلسلي ۾ زوردار عرضو ڪيو، ته ڪپهه جي روانگيءَ تان بندش دور ڪئي وڃي ۽ روانگي ڊيوٽي هٽائي وڃي، جو اين ملڪ

ڪرڻ لاءِ عملدارن کي ڏسڻ ۾ سانئن اچڻ ڪري، جاري رکڻ ۾
ڦٽي نه پيو. انڊين ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر اٽڪل
ٻه سال ٿي رهيو. انهيءَ عرصي ۾ جن سنڌ جي سوالن خاطر
هن ٻتوڙيو، تن مان مکيه هي آهن:

اها عام آشڪار حقيقت آهي ته شمار کان سواءِ
جي وڏي عرصي کان، سنڌ جا سنڌ ورتي واپاري، واپار
۾ ڏاڍي سالگي، دنيا جي جدا جدا حصن ۾ پکڙيل آهن.
مهاڀاري جنگ لڳڻ سبب، ڪيترن سارن سنڌ ورتين
واپارين کي سخت مالي ۽ ڪچهه ڏکر جالي نقصان سهڻا پيا.
جپان ۽ ڏور اوڀر وارن ايراضين مان کين لڏي اچڻو
پيو. سندن ملڪيتون ضبط ڪيون ويون. حالتن جي
مجبورين سبب، کين پنهنجا وسيلا ۽ ذريعا ڇڏڻا سمجهڻا
پيا ۽ پنهنجي وطن ورڻو پيو. ديس ۾ اچي، ٻيهر
ڌنڌا ڪارڻ ۽ وسيلا خاطر، انهن سر اوائلي ڌنڌا شروع ڪرڻا
پيا. هند سرڪار کان انهن ۽ ٻين حاصل ڪرڻ لاءِ
ڪوششون ورتيون پيون. سنڌ ورتي مرچنٽس ايسوسيئشن
پاران ڪوششون جاري هيون. سڀ سگهه، وس آهر
هر ڪا ڪوشش ورتي، سندن خاطر پاڻ پتوڙيو. انهن محنتن
هيٺ هند کي. سنڌ ورتين کي انهن ۽ ٻيهر مالڪ جا
حق حاصل ٿيا.

جنگي حالتن هيٺ، جي سنڌ ورتي واپاري موٽي آيو
پئي ٿيا هئا، تن جي ڀوان کي، ڌارين حڪومتن کان
معاوضو ڏيارڻ لاءِ، هند سرڪار سان ڳالهه ڪئي ويئي.
جن واپارين مالي نقصان سٺو هو، تن لاءِ معاوضو حاصل

وڏي انداز ۾ ٿي رهيو آهي. اخبارن وسيلي معلوم ٿيو آهي ته برطانيہ ۽ آمريڪن واپاري، اهو اٽو مڪمل ٿيل ڪپڙو خريد ڪري، انهيءَ کي مڪمل بڻائي، يورپ جي مارڪيٽ ۾ نيڪال ڪرڻ ٿا چاهين. انهيءَ ڪپڙي جو ڪجهه حصو اسان پاران ئي خريد ڪيو وڃي؟ انهيءَ ڪپڙي جي آمدانيءَ سبب، اسان جي صنعت تي، ڪجهه سالن لاءِ، ڪو به اثر ڪونه پوندو. مان آنريبل ممبر کي اهو ٿي عرض ڪندس، ته عام ماڻهن جي گهرج لاءِ بالڪل ضروري شين جي آمدانيءَ تان ڪجهه قدر بندشون هٽايون وڃن. انهيءَ سلسلي ۾ لائسنس جو سرشتو به بند ڪيو وڃي، ڇاڪاڻ ته انهيءَ سرشتي زبردست رشوتخوري پيدا ڪئي آهي.

”جنسن جي روانگيءَ جي سلسلي ۾ چوٿون اهم نقطو اسان وٽ ڪجهه جهڙي انداز ۾ موجود آهي. مان سمجهي نٿو سگهان ته سنڌ ۽ پنجاب ڪپهه جي روانگيءَ تي ڇو بندش هڻڻ گهرجي؟ حڪومت جي ڇا مراد آهي ڇا، ته ڪارخانيدارن کي فائدو ڏيڻ لاءِ، آبادگارن کي برباد ڪجي؟ ڪارخانيدار ڪروڙين رپيا ڪمائي ويا آهن ۽ سنڌ جا زميندار سون سان تمام آهن. تنهنڪري، مان آنريبل ممبر کي عرض ڪندس، ته ڪپهه جي روانگيءَ تان بندش جلد هٽائي وڃي. پر ته آبادگارن کي ڪپهه جا واجبي اگهه حاصل ٿيڻ لڳن.

”پشم جي روانگيءَ لاءِ پڻ اهو چوٿون اهم نقطو آهي ته ان جي بندش لاءِ به ڪي سبب ڏسڻ ۾ نٿا اچن. جنگ واري عرصي

جواب ۾، ساڌو جي اگري مرض جي علاج جو ذڪر ڪندي،
مهراج سڪرامداس، پڌجي پاڻ، سرڳواسي مهراج ڏيپچند اوجها
جي ياد گيريءَ ۾ پنجاهه هزار رپيا ڏيڻ جي پڌرائي ڪئي.

اهي پڌرائيءَ بعد، شهر جي معزز سيٺين جو ميڙ سڏايو ويو،
جنهن ۾ ”دي آئرويدڪ اينڊ ڪيورلوس رليف ايسوسيئيشن“
برپا ڪئي وئي. مهراج سڪرامداس، پڌجيسي پاڻ جي
ياد گيريءَ ۾ ۵۰ هزار ۽ سرڳواسي پٽ جي ياد ۾ ۵ هزار ڏنا.
هڪ عارضي منيجنگ ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي ۽
ايسوسيئيشن کي رجسٽر ڪرايو ويو. ڪاميٽيءَ جا ميمبر هي
هئا: جمشيد نسروانجي (پريزيڊنٽ)، مهراج سڪرامداس
اوجها ۽ غلام علي چاڳلا (وائيس پريزيڊنٽ)، منو ڀائي ڏونگرسي،
۽ چندوسين جهٽلسي (سيڪريٽري)، شوجسي ويلجي
ڪوٺاري (خزانچي)؛ ۽ ٻيا ميمبر: مروانجي ڪالبا والا، سڪندر
اوڌوداس، ڪماري جيني سپاهيملاڻي، جگتسنگ ٽلٽن،
شورلن موهاٽا، مهراج ڏونگرسي، روپلال شنڪرلال، ايسرداس
ورلدمل، چيلالند هيرانند، ڪنيالال، جهانگير پيٽڪي،
هريداس لالجي، روچيرام ٺاڪرداس ۽ اي. ٽي. لڪر.

ايسوسيئيشن پاران هڪ ساڌو گهر ۽ اسپتال برپا ڪرڻ
جو فيصلو ڪيو ويو. ساڌو گهر ۽ اسپتال کي مهراج ڏيپچند
اوجها نالي سان سڏيو ويندو. اهو به فيصلو ڪيو ويو، ته
ساڌو گهر ۾ بيمارن جو علاج آئرويدڪ ۽ الوپيٿي دوائن
ڪيو ويندو.

ساڌو گهر لاءِ، هڪ سو ايڪڙ زمين سنڌ سرڪار کان
سوکڙيءَ طور ملي. اها زمين ڪنٽري ڪلب کان ٻاهر،

# پبلڪ جيون جا ڪي ورق

واپاري ۽ ڪانگريسي مرڪزن کان سواءِ سيٺ سڪنديو، پبلڪ جيون جي ڪمن ۾ خاصي دلچسپي وٺندو رهيو، ۽ پنهنجي وس آهر، انهيءَ ڏس ۾ مالي قرباني پڻ ڪندو رهيو. انهن مان ڪي ورق هي آهن.

## مهراج ڏيپچند اوجها سلهه گهر

ڪراچي شهر ۽ سنڌ ۾، سلهه جو نڪرو مرض ڪجهه قدر پکڙجڻ لڳو هو ۽ خاص ڪري وچولي درجي ۾ ڏينهون ڏينهن وڌي ڙهيو هو. ڪي هوائد ۽ هلندڙ وارا، بيماريءَ ۾ ورتل پالين ڪيءِ، سلهه گهرن ڏانهن وٺي ويندا هئا. سنڌين لاءِ فقط ٻه سلهه گهر ويجها هئا. هڪ هو سملا جي ٽڪرين ۾ ڌرمپور سلهه گهر ۽ ٻيو هو پوني جي ويجهو پنچگهڻي سلهه گهر. انهن گهرن ۾، سنڌين کي محدود تعداد ۾ جايون ملي سگهنديون هيون. خرچ به وڏو اچي ويندو هو. بلڪل ٿورا اهي خرچ همواز ڪري سگهندا هئا. انهيءَ ڏس ۾، هڪ ڏوکي سنڌين جو ڌيان ڇڪجڻ لڳو. راءِ صاحب آوتسنگ آڏواڻيءَ، جهرڪن ۾، هڪ سلهه گهر برپا ڪيو، جتي ويهارو کن بيمارن لاءِ بندوبست ٿيل هو.

سنه ١٩٣١ع ۾ مهراج سکرامداس اوجها کي ”پران آچاريه“ جي ڊگري ملي هئي، جنهن سبب، ڪراچيءَ جي لکرواسين پاران، مهراج سکرامداس کي مانپتر ڏنو ويو هو. مانپتر جي

ولي لهراءِ بحال ڪرڻ — انهن ڏينهن ڪين هراس ۾ وڌي چڙيو. سياوڪ، سنڌن حال سيٺ سکڏيو طرف ورايو. اختياري وارن وٽ زوردار شڪايت ڪري، سيٺ سکڏيو خلاف قدم کڻڻ لاءِ گهر ڪيائون.

٢١ آڪٽوبر تي، سيٺ سکڏيو، ڪراچي ڪاٽن ائسوسيئيشن آفيس ۾ هڪ ميٽنگ ۾ اهڙو ولي رهيو هو. ڊفينس آف انڊيا رولز هيٺ سيٺ سکڏيو کي ڪاٽن ائسوسيئيشن مان گرفتار ڪيو ويو. گرفتاريءَ بعد، کيس ڪراچي ڊسٽرڪٽ جيل ۾ موڪليو ويو. ٢٤ آڪٽوبر ١٩٤٢ع تي، جيل ۾، مٿس، ٢٦ سيڪشن هيٺ آرڊر لاڳو ٿيو، جنهن موجب اڻ ڄاڻايل مدي لاءِ جيل ۾ رهڻ جو اطلاع ڏنل هو.

٢١ ڊسمبر ١٩٤٢ع تي، کيس، ڪراچي جيل مان بدلي ڪري، سکر سينٽرل جيل ۾ آندو ويو. سنڌ جا مکيه اڳواڻ — ڄيرامداس دولترام، ڊاڪٽر چوئٿرام، سوامي گوودانند، پروفيسر گهنشام، سچانند ٿيرومل، چوئٿرام والچا، ڊاڪٽر ٽاراچند لالواڻي، پروفيسر ملڪاڻي، هريداس لالجي، ايسرداس ورندمل، لالجي مهروترا، محمد امين کوسو، سوڀو گيانچنداڻي، مرحوم اسلم اچڪزئي، برڪت علي آزاد ۽ ٻيا ڪيترا، سڀ سکر جيل ۾ هئا.

٢٨ جون ١٩٤٣ع تي، سيٺ سکڏيو کي بنان ڪنهن شرط جي آزاد ڪيو ويو.

"ڪراچي ڪاٽن ايسوسيئيشن جي ڊائريڪٽرن جو بورڊ، سنڌ گورنر پاران مسٽر الله بخش سومري کي سنڌ جي وڏي وزيريءَ جي عهدي تان ڊسمس ڪرڻ واري قدم لي اعتراض ٿو ظاهر ڪري. بورڊ انهي بدانيءَ تي عجب ۽ حيرت جو اظهار ٿو ڪري، جڏهن ڇيو وڃي ٿو، ته وڏو وزير گورنر جو وشواس وڃائي چڪو آهي. بورڊ جي نظر ۾، گورنر جو اهو قدم، برٽش لوڪشاهي رسمن ۽ رواجن جي خلاف آهي. وقت جي گهرج ۽ ضرورت اها آهي ته ملڪ ۾ موجوده سياسي گهوٽالي دور ڪرڻ لاءِ ڪي عملي ڪوششون ورتيون وڃن. سنڌ جي گورنر جي قدم مان اهو صاف ظاهر آهي ته گهوٽالي جي دور ٿيڻ جي ڪا اميد رکي نٿي سگهجي. بورڊ، مسٽر الله بخش جي برطرفيءَ تي زوردار اعتـــراض ٿو ظاهر ڪري."

بورڊ، هڪ ٻيو ٺهراءُ به پاس ڪيو. انهي ٺهراءُ ۾ راڄنيتي گهوٽالي دور ٿيڻ لاءِ زوردار گهر ڪئي ويئي ۽ انهي گهر جي اظهار ڪرڻ لاءِ فيصلو ڪيو ويو ته هر وسپت تي ڪپهه جي مارڪيٽ بند رکي وڃي.

ڪراچي ڪاٽن ايسوسيئيشن ۾ پيدا ٿيل حالتن، برٽش ۽ گورن واپارين کي مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو. سنڌ جي سڄي ڪپهه سنڌين هٿن ۾ اچي ته سگهي ٿي. هاڪي ڪپهه لاءِ ڪين وڏا اگهه ڏيڻا پيا هئا. انهي واقعي کي وساري نه سگهيا هئا، ته وري، هر هفتي ۾ هڪ ڏينهن مارڪيٽ بند ۽ سنڌ جي گورنر جي قدم خلاف اعتراض

هي ڇپيو؛ احمدآباد جي ڪپڙي جي ملن جا عيوضي
ٻڌجي، سنڌ جي جهرس کان ڪپهه خريد ڪرڻ لاءِ آيا.
سنڌ جي سڄي ۽ سڄي ڪپهه ڪل وڏي انداز ۾ خريد
ڪري ورتائون؛

سودا ٿي چڪا هئا، تنهن بعد، انهي ڳالهه جي ڪُڇڪ
ڪراچي جي ڪورن واپارين کي پيئي. سندن شڪايت
سبب ڊفينس آف انڊيا رولز هيٺ، انهن ٽنهي
هندستاني عيوضين کي ميرپورخاص ۾ گرفتار ڪيو ويو.
سيٺ پرتاپراءِ ايم. ايل. اي. جي ڪوشش سان ڪن انهي
شرط تي آزاد ڪيو ويو ته هو ميرپورخاص مان سڌو بمبئي
طرف روانا ٿي ويندا. هو بمبئي ڏانهن روانا ٿي ويا.
ڪپهه جا سودا ته سندن گرفتاري کان اڳ ٿي ٿي چڪا
هئا. رئيل وقت پنالٽي عمل ٿي چڪو؛ انگريزي واپاري
مٺي ۾ مات؛ مٺي نه ماٺ ڪري ويهي رهيا.

* * *

٢٠ آڪٽوبر ١٩٤٢ع تي، سنڌ جي گورنر، سنڌ جي
وڏي وزير مسٽر الله بخش سومري کي ڊسمس ڪيو.
گورنر جي انهي قدم تي ويچار ڪرڻ لاءِ، ڪراچي ڪاٽن
اسوسيئشن جي ڊائريڪٽرن جي بورڊ جي ميٽنگ ۾ اهڙو
سوال اٿاريو ويو. انهي سوال تي، بورڊ جا گهڻا
ميمبر، اعتراض وٺي، ميٽنگ ڇڏي ويا. ميٽنگ ۾ گورنر جي
قدم تي ويچار ڪيو ويو ۽ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو. هن
سلسلي ۾ سيٺ سکديو جو وڏو هٿ هو. ٺهراءُ هن
ريت هو:

گورنمينٽ ڪائونسل ۽ ڪاميٽيــن تان، انسوسيئيشن جا
عهدي واپس ورتا وڃن.

انهي فيصلي تي عمل ڪيو ويو ۽ عهدن استعيفائون
ڏنئي، ڪاميٽيون ڇڏي آيا. اهڙا ٺهراءَ انڊين مرچنٽس
انسوسيئيشن ۽ ٻاٻو شپرس چيمبر پڻ پاس ڪيا. ٻنهي
تي عمل ٿيو ۽ سڀني عهدن سرڪــاري ڪاميٽين تان
استعيفائون ڏنيون.

انهي بعد، سيٺ سکديو ۽ سندس واپاري ساٿين پاران اها
رٿ رٿي ويئي، ته سنڌ جي سڀني ڪپهه گورن کي ان وڪي
وڃي ۽ ڪوشش ورتي وڃي ته اها هندستاني ڪارخانن
جي حوالي ٿئي. انهي رٿ رٿڻ جي مکيه مراد اها هئي
ته هندستان ۾ جنگي ڪوشش جي راهه ۾ جيتري قدر
اٽڪون ۽ رڪاوٽون وجهي سگهجن، سي وجهجن. انهي
مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ، سيٺ سکديو ڪجهي بمبئي ۾ ويو.
بمبئي ۾ هندستاني ڪارخانيدارن جي عهدن سان مليو.
ڪن پنهنجي تجويز کان واقف ڪيائين. جي: سنڌ جي
سڀني ۽ ٻاهرين جنگ اول ڪپهه، هندستاني ڪارخانا خريد
ڪندا، ته انگلنڊ ۽ آسٽريليا کي ڪاٿي رهيل ڪپهه ڏيڻ
سان ملندي ۽ سندن جنگي ڪوشش ۾ اٽڪ پوندي.
سندس محنت هٿي هند ڪيو. هندستاني ڪارخانن جا
ٽي عهدي ڪهڙي ميرپورخاص ۾ آيا. اهي عهدي هي
هئا: شري چمنلال (ميسرس چمنــلال پريمچند جو)،
شري مٿراداس (ميسرس ڪيمجي وسرام اينڊ سنس جو)
۽ شري چني ڀائي (ميسرس چمنلال پرانجيونداس جو).

چمڙي مان ڇوليل ٻو ويو هو. ميڙ ۾، حالتن جو اڀياس ڪيو ويو ۽
هڪ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو. ٺهراءَ ۾، حڪومت پاران
اڳواڻن جي گرفتارين جي ڪڙي قدم تي افسوس ظاهر
ڪيو ويو. جنهن ۾ مهاتما گانڌيءَ وائسراءِ سان ڪڏهن جو ارادو
ظاهر ڪيو هو، تنهن هوندي به، حڪومت گرفتارين جو
ڪڙو قدم کڻي، ڳالهه ٻولهه ذريعي جو دروازو صفا بند
ڪري ڇڏيو هو. انهن حالتن جو، جنگي ڪوشش تي
تي وڏو اثر پوڻو هو. تنهنڪري، حڪومت لاءِ ضروري
سمجهيو ويو ته هندستان جي راڄنيتيءَ واري سوال کي
مدبري ۽ همت ڀريءَ سان حل ڪرڻ لاءِ، هندستاني
اڳواڻن سان ڳالهيون ٻولهيون شروع ڪن ۽ پيدا ٿيل ڇڪتاڻ
کي دور ڪيو وڃي. يورپ جي راءِ موجب، انهن سياسي
حالتن سبب، مشڪل حالتن پيدا ٿيڻ جو امڪان هو،
جن جو واپار تي وڏو اثر پوڻو هو.

انهي ٺهراءَ بعد، فيصلو ڪيو ويو ته ايندڙ ڇهن ڏينهن لاءِ
ڪپهه بازار بند رکي وڃي ۽ انهي وچ ۾ ايسوسيئيشن جو
هڪ عام ميڙ ڪوٺايو وڃي، جنهن ۾ پيدا ٿيل حالتن سبب
واپار تي جو اثر پوندو تنهن تي ويچار ڪيو وڃي.

ڪاٽن ايسوسيئيشن جي ميمبرن جي جنرل باڊي جو
ميڙ ٿيو. ميڙ جي صدارت سيٺ سکديو کي ڪرڻي پيئي،
جو چيئرمين ۽ وائيس چيئرمين ميڙ ۾ حاضر نه هئا. جنرل باڊي
ميڙ ۾، حالتن تي ويچار ڪري، هڪ ٺهراءُ پاس ڪيو
ويو. يورپ واري پاس ڪيل ٺهراءَ جي تصديق ڪئي
وئي. وڌيڪ فيصلو ڪيو ويو ته گورنمينٽ ۽ سيمي

پاران عملي قدم کنيا ويا . هندستان ۽ سنڌ جي مکيه اخبارن ۽ چوائڊ ماڻهن ڏانهن رپورٽ روانگي تي ويئي ۽ ظاهر ٿي چڪي .

* * * *

"ڪئٽ انڊيا" هلچل جي شروعات ۾، سنڌ جا مکيه اڳوان، هڪ ڏڪ سان گرفتار ڪري، جيلن ۾ موڪليا ويا هئا . ستياگرهه هلچل جو ڪهڙي ريت سنڌ ۾ پروگرام رٿجي، انهي سوچڻ جو وقت اڳوانن کي ملي ئي سگهيو ہو . انهن حوادين ۾، عام لوڪن پاران "ڪئٽ انڊيا" هلچل هلندي رهي ۽ گرفتاريون پڻ ٿينديون رهيون .

سيٺ سکديو ۽ سنڌس واپاري سائين ست سئي، ته ڪهڙي ريت، برٽش حڪومت جي جنگي ڪوششن ۾ اٽڪون وجهي سگهجن . سنڌ ۾ پهريون قدم اهو ٿيو، ته جيترا ڏينهن واپار بند ڪري سگهجي ۽ روزاني واپاري سلسلي ۾ اٽڪون وجهي سگهجن، اوترو ڪوششون ورتي ڪجي . ڪپهه ۽ اناج، مکيه واپاري جنسون هيون، جن جو جنگي ڪوشش سان پڻ واسطو ہو .

٩ آگسٽ ١٩٤٢ع تي، بمبئي شهر ۾ مهاتما گانڌي ۽ مکيه اڳوانن جي گرفتارين لئي، ڪاٽن اسوسئيشن ۾، سيٺ سکديو، رامچندرا پاالال ۽ وزير چند سيٺ، عرضو پيش ڪيو، ته راجنيتي گرفتارين سبب، حالتن تي ويچار ڪرڻ لاءِ ڊائريڪٽرن جي بورڊ جو هڪ ضروري ميڙ سڏايو وڃي . ١٠ آگسٽ تي ميڙ ڪوٺايو ويو . ميڙ ۾ بورڊ جي چيئرمن ۽ وائيس چيئرمن جي موجود نه هئڻ سبب، سيٺ سکديو کي وقت جو

خطري جو بنياد هئا، جن جو اخلاق ڪريل هو ۽ جي
گولبا هئا.

رپورٽ پڙهائيو ويو هو، ته ڪاميٽيءَ جي ميمبرن ڏٺي
ٿلهن جي رخصت ڪئي رويرو ڏنو ۽ جن هنڌن تي پوليس جون
ڪاهون، لٽمارون ۽ مارڪٽ تي هٿي، اتي سرزمين
تي پهچي حالتون جاچيون ۽ اسٽ، انهي انهيءَ تي پهچڻ
کان رهي نه سگهيا، ته ڪن حالتن ۾ ته لٽمارون ڪرڻ
جو پوليس کي ڪرڻ سبب ڪونه هو. تنهن کان سواءِ،
هر لٽمارن وقت، گهرج کان وڌيڪ سختي ۽ بي دردي
کان ڪم ورتو ويو هو. شاگردن سان پوليس جي روش
نهايت ناشائستي هئي. ڪن پوليس عملدارن جي هلت
بي قانوني ۽ غير انساني رنگ جي هئي. پوليس ۾ گوليا
پڻ ڪيل هئا. اهو نهايت خطرناڪ قدم هو، جنهن
دوران جيڪي ۽ بي گناهه عناصرن کي هٿي ملي هئي،
جن کي جيڪي ڏيڻ سبب ڪنهن منزل تي روڪ وجهڻ
هڪ مشڪل مسئلو ٿي پيو هو.

ڪاميٽيءَ کي، انهن حالتن سبب، وڏو عجب اهو لڳو،
ته اهي سڀ ڳالهيون اسيمبلي تي گذريون، جو پارليامينٽ جي
گاديءَ جو هنڌ هئي.

ڪاميٽيءَ جي رپورٽ، انهيءَ سيشن جي ڪاروباري
ڪاميٽيءَ جي گڏيل ميز ۾ پيش ٿي ۽ بحال ڪئي ويئي.
فيصلو ڪيو ويو ته رپورٽ کي ظاهر ڪيو وڃي. انهي
فيصلي کي روڪڻ لاءِ، وس وارن وڏن ڪا اٽڪ اچي
پوي، تنهن کان اڳ ئي، سيٺ سکديو ۽ سدس سائين

انهيءَ بعد، ڪاميٽيءَ پنهنجي رپورٽ ۾ ڄاڻايو، ته پباڪ سان هلت ڪرڻ ۾، پوليس پاران نهايت زبردستيءَ ۽ ارهه زورآوريءَ کان ڪم ورتو هو.

ڪيترا دفعا لٺبازي ڪئي ويئي هئي. اهي حملا، گوڙ کي هٽائڻ جي بهاني سان، ڪيترن سارن بي گناهه آبرودار شخصن تي ڪيا ويا، جي پنهنجي ڪم ڪار سبب يا بدل يا سائيڪلن تي وڃي رهيا هئا. لٺبازي، نه فقط، رستن تان هلندڙن تي ڪئي ويئي، بلڪ انهن تي پڻ ڪئي ويئي، جي هوٽلن، ڪلبن ۽ ريڊنگ روم ۾ ويٺل هئا. پوليس، اُتي ڌوڪي ڪاهي ويئي، جتان لٺيون هلايون ۽ ڪيتريون ساريون گرفتاريون پڻ ڪيون.

شاگردن ۽ نوجوانن تي زوردار ڪاهون ٿيون هيون. جن لٺين جو وسڪارو ڪري، ڪيترن کي رستن تي ڪيرايو ويو هو. ڪن جو پيڇو ڪندي، پوليس خانگي گهرن ۾ پڻ ڌوڪي ويئي. شاگردن کي گرفتار ڪري، ساڻن نهايت بيهودي، نالائقي ۽ اڻ سهائيندي هلت هلي ويئي هئي.

لٺبازي اڪيون ٻوٽي ڪئي ويئي هئي. زخمي ٿيلن ۾ ٻي ڄڻا نه سرڪاري آفيسر هئا ۽ هڪ رٽائرڊ انڊيشنل مئجسٽريٽ هو، جو عامل اسٽيٽيوٽ ۾ ويٺل هو.

لٺبازي ڪندڙن ۾، اهي به هئا، جي رواجي ڪپڙن ۾ هئا. اهو به ظاهر ٿيو ته حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ، پوليس پاران، انهن جي مدد ورتل هئي، جي سماج لاءِ

مهاتما گانڌيءَ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جي
گرفتارين تي سڄي هند ۾ زور شور شروع ٿيا. ڪراچيءَ ۾
به، سانده ٻه ٽي ڏينهن گوڙ هلندو. اهڙيءَ ڪي دٻائڻ لاءِ
پوليس وارن بلڪل گهڻي زيادتي ۽ اگرائيءَ کان ڪم ورتو
ويو. پوليس جي اهڙي ظلم سبب، شهر جي اومطمئني
۾ بي آرامي پيدا ٿي. ڪراچي شهر جي مکيه واپاري
سنستائن، انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن ۽ بازار ۽ شهر جي
چيمبر جي ڪاروباري ڪاميٽين وارن، ۱۳ آگسٽ ۱۹۴۲ع
تي، هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي، جنهن تي ڪم رکيو
ويو، ته پبلڪ سان عام ڪري پر، پوليس طرفان ڪيتري
قدر اگرائي کان ڪم ورتو ويو، تنهن تي رپورٽ پيش
ڪري. اهڙي ڏس ۾، سيٺ سڪندر ۽ سنڌس ڪانگريسي
واپاري دوستن ڪوشش ورتي ۽ هڪ ڪاميٽي مقرر ٿي.
ڪاميٽيءَ جا ميمبر هئا: سردار پرڊمنسنگ، سنڌورداس
ڏرمسي، عبدالله هارون ڪاراڻي، پي. ٽي. لکر، اي.
ايم. باڪرا، فدا علي واءِ. ايم. اوکماليي، دورگداس اي.
آڏواڻي، مدوباني ڏولگرسي، شوجي ويلجي ڪرناري،
گوبندرام اوڌوداس، وارچند سيٺ ۽ سڪندر اوڌوداس.
ڪاميٽيءَ جا ميمبر، ڪراچي شهر جي مکيه ۽ وڏن واپارين
مان چونڊيا هئا.

ڪاميٽيءَ وارن شاهدن کي گهرايو ويو ۽ سندن بيان
رڪارڊ ڪيا ويا. جي شاهد، زخمي ٿيڻ جي حالت
سبب، ڪاميٽيءَ اڳيان اچي سگهڻ جهڙا نه هئا، تن وٽ
ڪاميٽيءَ جو ميمبرن جو وڃي تنهن ۽ سندن بيان ورتا ويا.

اهڙيءَ بعد، ڪامريڊءَ پنهنجي رپورٽ ۾ ڄاڻايو، ته پبلڪ سان هلت ڪرڻ ۾، پوليس پارن نهايت زبردستيءَ ۽ زورآوريءَ کان ڪم ورتو هو.

ڪيترا دفعا لٺبازي ڪئي ويئي هئي. اهي حملا، گوڙ جي هنگامن جي بهاني سان، ڪيترن سارن بي گناهه، آبرودار شخصن تي ڪيا ويا، جي پنهنجي ڪم ڪار سبب پيادل يا سائيڪلن تي وڃي رهيا هئا. لٺبازي، نه فقط، رستن تان هلندڙن تي ڪئي ويئي، بلڪ انهن تي پڻ ڪئي ويئي، جي هوٽلن، ڪلبن ۽ ريڊنگ روم ۾ ويٺل هئا. پوليس، آڳي ڏوڪي ڪاهي ويئي، جنهن آيو تنهن لٺيون هلايون ۽ ڪيترن سارين گرفتاريون پڻ ڪيون.

شاگردن ۽ نوجوانن تي زوردار ڪاهون ٿيون هيون. جن لٺين جو وسڪارو ڪري، ڪيترن کي رستن تي ڪيرايو ويو هو. ڪن جو پيڇو ڪندي، پوليس خانگي گهرن ۾ پڻ ڏوڪي ويئي. شاگردن کي گرفتار ڪري، ساڻن اهانت بيهودي، ناشائستي ۽ اڻ سهائيندي هلت هلي ويئي هئي.

لٺبازي اکيون پوٽي ڪئي ويئي هئي. زخمي ٿيلن ۾ ٻي ڄڻا ته سرڪاري آفيسر هئا ۽ هڪ رٽائرڊ ايڊيشنل مئجسٽريٽ هو، جو عامل انسٽيٽيوٽ ۾ ويٺل هو.

لٺبازي ڪندڙن ۾، اهي به هئا، جي رواجي ڪپڙن ۾ هئا. اهو به ظاهر ٿيو ته، حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ، پوليس پارن، انهن جي مدد ورتل هئي، جي سماج لاءِ

مهاتما گانڌيءَ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جي
گرفتارين تي سڄي هند ڪوڙ شور شروع ٿيا . ڪراچيءَ ۾
به ، ساڳئي ئي ڏينهن ڪوڙ هوا . انهيءَ کي ڊپٽي لاءِ
پوليس پاران بلڪل گهڻي زيادتي ۽ اڳرائيءَ کان ڪم ورتو
ويو . پوليس جي اهڙي ظلم سبب ، شهر جي اڪثر حصن
۾ بي آرامي پيدا ٿي . ڪراچي شهر جي مکيه واپاري
سنستائن ، انڊين مرچنٽس ايسوسيئيشن ۽ بائرس ۽ شرس
چيمبر جي ڪاروباري ڪاميٽين پاران ، ۱۳ آگسٽ ۱۹۴۲ع
تي ، هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي ، جنهن تي ڪم رکيو
ويو ، ته پبلڪ سان علت ڪري ۽ پوليس طرفان ڪيتري
قدر اڳرائي کان ڪم ورتو ويو ، تنهن تي رپورٽ پيش
ڪري . انهيءَ ڏس ۾ ، سيٺ سکديو ۽ سنڌ ڪانگريس
واپاري دوستن ڪوشش ورتي ۽ هڪ ڪاميٽي مقرر ٿي .
ڪاميٽيءَ جا ميمبر هئا : سردار پرتم سنگهه ، سندرداس
ڌرمسي ، جمال محمد عبدالله ڪارائي ، پي . ٽي . لڪر ، اي .
ايم . ناڪزا ، فدا علي واه . ايم . لوکماڻي ، درگاداس اي .
آڏواڻي ، مدوپاڻي ڏولگرسي ، شوجي والتي ڪرناري ،
گوبند رام اوڌوداس ، ورڌيچند سيٺ ۽ سکديو اوڌوداس .
ڪاميٽيءَ جا ميمبر ، ڪراچي شهر جي مکيه ۽ وڏن واپارين
مان چونڊ هئا .

ڪاميٽيءَ پاران شاهدن کي گهرايو ويو ۽ سندن بيان
رڪارڊ ڪيا ويا . جيسين شاهد ، زخمي ٿيڻ جي حالت
سبب ، ڪاميٽيءَ اڳيان اچي سگهڻ جهڙا نه هئا ، تن وٽ
ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جو وڃڻ ٿيو ۽ سندن بيان ورتا ويا .

تي سخت ڇانهه ڪئي. سنڌس انهيءَ عمل تي، سنڌ جي
گورنر، کيس، استعيفا ڏيڻ لاءِ لکي موڪليو. مسٽر
الله بخش اها ڳالهه نه مڃي. چيو: "اسيمبليءَ جي ميمبرن
جي گهڻائيءَ جو مون سان ساٿ آهي، تنهنڪري استعيفا
ڏيڻ جو سوال اٿي ئي نٿو." ايئن، گورنر، مسٽر الله بخش
کي برطرف ڪري، وزارت تان هٽايو.

مسٽر الله بخش، اهڙو جرئت ڀريو ۽ دليريءَ جو
قدم کنيو، سنڌ جو نالو وڌايو ۽ شان اوچو ڪيو. اهڙي
دلير دل انسان کي، ١٤ مئي ١٩٤٣ع تي، شڪارپور
ڀرسان ٽانگي ۾ ويندي، ڪن دشمن پستول سان خون
ڪيو. انهيءَ دردناڪ واقعي، سنڌ ۽ هند جي آزاد خيال
۽ قومي طبقي کي ڏاڍو ڌڪو رسايو.

* * * *

جنوري ١٩٤٣ع ۾، سکر ۾، هڪ نوجوان هيمون
ڪالاڻي کي، ملٽري ايراضي ۾ هلندو ڏٺو ويو ۽ انهيءَ
تهمت هيٺ گرفتار ڪري، مارشل لا اختياري وارن
اڳيان پيش ڪيو ويو. مارشل لا ڪورٽ کيس
ڦاسيءَ جي سزا ڏني. هڪ ننڍيءَ عمر جو نوجوان،
هن ريت ڦاسيءَ تي لٽڪايو وڃي، تنهن سڀني کي ڏاڍو ڌڪو
رسايو. ڏاڍي ڪوشش ورتي وئي، ته جيئن نوجوان
کي ڦاسي نه ڏني وڃي. حڪومت، ظلم ۽ ستم تي،
ڪمرڪشي ڪئي هئي. سڀ حيلا وسيلا هلايا ويا، پر
ڪجهه نه وريو. نوجوان هيمون ڪالاڻيءَ کي ڦاسي ڏني وئي.

* * * *

انهن حالتن کان سواءِ، اتر سنڌ ۾ ٻوڏن راڙا ڪيا هئا.
بيگاري واهه کي گهارو پيو هو. اهو پاڻي وڌندو سيوهڻ
تائين آيو. واٽ تي ڪيترا شهر ۽ ڳوٺ لڙهي ويا ۽ ڪي
پاڻيءَ جي وچ ۾ اچي ويا. ٻيو حرن پاران برٽش حڪومت
خلاف بغاوت پڻ جاري هئي. پير صاحب پاڳارو، برٽش
حڪومت پاران هلايل ڪيس هيٺ، اٺن سالن جي جيل
جي سزا پوري ڪري، مهاڀاري جنگ شروع ٿيڻ کان
ڪجهه وقت اڳ آزاد ٿيو هو. انهي عرصي ۾، هندستان
جي جدا جدا جيلن ۾ رهڻ ٿيو هوس. جيلن ۾، سياسي
اڳواڻن سان گڏ رهڻ ۽ لهه وچڙ ۾ اچڻ سبب، پير صاحب
برٽش سلطنت جو وڏو دشمن ٿي پيو هو. سندس
پوئلڳن ــ حرن طرفان بغاوت زبردست روپ ورتو هو.
انهيءَ کي دٻائڻ لاءِ، سنڌ جي ڪيترن حصن ۾ مارشل لا
جاري ڪيو ويو. مارشل لا ايراضي ۾ دادو ضلع، نوابشاهه
ضلع، حيدرآباد ضلع، ٿرپارڪر جو ڪجهه حصو، خيرپور
رياست ۽ سکر تائين ملڪ اچي ٿي ويو. مارشل لا هڪ
سال جي عرصي تائين قائم رهيو. ۽ مارشل لاءِ ايراضيءَ
۾، گهڻو وقت، رات جو ڪرفيو آرڊر پڻ لاڳو رهيو. انهيءَ
بغاوت کي دٻائڻ لاءِ، ڏهن هزارن جي فوج، رائيفلن ۽
مشين گنن سان ڪٽب آندي ويئي. انهن کان سواءِ، انگريزن
هوائي جهاز ۽ پيراشوٽ پڻ ڪم ۾ آندا ويا. آخر ۾،
پير صاحب پاڳاري کي، برٽش حڪومت خلاف بغاوت
ڪرڻ جي ڏوهه هيٺ، مارشل لا ڪورٽ اڳيان، حيدرآباد
جيل ۾ ڪيس هلايو ويو ۽ کيس ڏوهي ٺهرائي، موت

هلايا ويا. ڦٽڪن هڻڻ جي سزا عام ٿي چڪي هئي. ڳوٺاڻن تي ڳنڍيل ڏنڊ وڌا ويا. ڏنڊن جي رقم ٩٠ لک ڪان وڌيڪ هئي، جنهن جو بلڪل وڏو حصو رقم، بروقت وصول ڪئي وئي.

١٩٤٢ع واري سال جي پڇاڙيءَ تائين، ٦٠ هزار گرفتاريون ٿي چڪيون هيون. ٢٦ هزارن کي جيلن جون سزائون ڏنيون ويون؛ ١٨ هزار ڊفينس آف انڊيا قانون هيٺ نظربند ڪيا ويا هئا. انهيءَ کان سواءِ، هزارن جي تعداد ۾، ڪانگريسي ڪم ڪندڙ، پوليس کي سرمو ٻاڻي، زير زمين ٿي، هلچل جو ڪم ڪندا رهيا.

هلچل جا پهريان ٻه مهينا بلڪل زبردست ڪشمڪش هلي. ونسٽن چرچل جي چوڻ مطابق، ڪئٽ انڊيا هلچل کي، برٽش حڪومت جي سموري طاقت سان دٻايو ويو. گورو لشڪر ايتري تعداد ۾ آندو ويو هو، جنهن جيترو اڳ هندستان ۾ ڪڏهن نه رکيو ويو هو. چرچل پاران اهو نه دهرايو ويو، نه هر حالت ۾، هندستان تي برٽش سلطنت جو راڄ قائم رهندو. جي: "مان، بادشاهه جو پهريون وزير انهيءَ لاءِ ڪونه ٿيو آهيان، جو برٽش سلطنت شاهيءَ جي پڇاڙيءَ جي صدارت ڪريان."

* * *

ڪئٽ انڊيا هلچل ۾، سنڌ نه پنهنجو حصو ڏنو. حڪومت پاران سڀ ڪانگريس ڪاميٽيون بي قانوني ٺهرايون ويون؛ سنڌ جي مکيه ڪانگريسي اڳواڻن کي ڊفينس آف انڊيا جي قانون هيٺ گرفتار ڪيو ويو.

ويا ۽ ريلوي پلن کي نقصان رسايو ويو. انهيءَ ڪشمڪش ۾ جنتا، پوليس ۽ ملٽري سان چڪريون پڻ ڪاڏيون. ڪن هندن تي، ڪيترا ڏينهن، جنتا جو راڄ قائم ٿيل هو.

سرڪاري انگن اکرن مطابق، اڳواڻن جي گرفتارين کان هڪ هفتي اندر، ٢٥٠ ريلوي اسٽيشنن کي نقصان رسايو ويو ۽ برباد ڪيون ويون ۽ ٥٠٠ پوسٽ آفيسن تي ڪاهون ڪري، نابود ڪيون ويون. بهار ۽ يو. پي. جي ڪجهه حصن ۾ ريلوي سرشتي کي، ڪجهه هفتن لاءِ ڏانوانڊول ڪيو ويو. ملڪ ۾ ريل گاڏيون وقتن تي اڻ هلڻ لڳيون. سندن رفتار گهڻي قدر گهٽجي وئي. هندستان جي وڏي حصي ۾ آمدرفت جي وسيلن ۾ گهڻي قدر رڪاوٽون پئجي ويون. تارون، رواجي خط کان به، دير سان پهچڻ لڳيون. نقصان ۽ بربادي جو تخمينو هڪ ڪروڙ رپين جو ڪٿيو ويو.

١٥٠ پوليس ٿاڻن تي ڪاهون ڪيون ويون. انهيءَ کان سواءِ، ٻين ڪيترن سرڪاري جاين تي پڻ ڪاهون ٿيون. انهي ڪشمڪش ۾ ٣٠ پوليس وارا، ڪي پوليس عملدار ۽ ملٽريءَ وارا مارجي ويا. ۽ آگسٽ ۽ نومبر مهينن جي عرصي ۾ جنتا مان ٩٠٠ ڄڻا ماريا ويا ۽ انهيءَ کان وڌيڪ تعداد زخمي ڪيا ويا. بي هٿيار ۽ بي اڳوان عوام کي پوليس ۽ ملٽريءَ جي گوليبازيءَ جو مقابلو ڪرڻو پيو. سرڪاري انگن اکرن مطابق، ٥٣٨ دفعا، مٿن، گوليبازي ۽ هوائي جهازن مان مشين گن

بند ٿيڻ، بنارس هندو يونيورسٽيءَ ۾ ملٽري وارن جو
قبضو، ٻالڪن تي هوائي جهازن ذريعي بمباري، مدنابور ۾
دٻاءَ ۽ ستم جا دل ڏاريندڙ ڪارناما، جمهور ۽ آشتيءَ ۾
ملٽريءَ پاران حد درجي جون زيادتيون ۽ هندستان جي
جدا جدا هنڌن تي لٺبازيون ۽ گوليبازيون — اهي مڪمل
ڪارناما، جن نسبت اخبارن ۾ اڳ ۾ ظاهر ٿي چڪي،
تن جو احوال ڪانگريس ريڊيو ذريعي ڏنو ٿي ويو.
ڪانگريس پاران ئي قانوني بلٽنون باقاعدي نڪرنديون
رهيون، جن ذريعي، جنتا کي صحيح رائي ۽ حالتن
کان واقف ٿي ڪيو ويو.

حڪومت پاران دٻاءَ ۽ ستم جي رفتار تيز ٿيڻ ۽
انهي موقعي تي، جنتا پاران اعتراض ۽ ڪوڙ شور ۽ زبردست
ٿيندا رهيا. اهي وقت به وقت ۽ باقاعدو ٿيندا هئا.
انهن کي ڪوڙهن آڪٽ واري ڪيس ۽ گوليبازيءَ سان دٻايو
ويندو هو. حڪومت پاران ظلم ۽ دٻاءَ جي منزل حد
درجي تي وڃي پهتي. انهن حالتن جو جنتا جي جذبن
۽ امنگن تي بلڪل وڏو اثر ٿيو. ظلم ۽ ستم جي حالتن
کي، ماڻهو ۽ صبر سان برداشت ڪرڻ، سندن لاءِ مشڪل
۽ وس کان ٻاهر ٿي پيو هو، برٽش راڄ ۽ طاقت جي
ڌاڪڙ لاءِ تيار ٿي ويا. عوام جي نظر ۾، پوليس ٿاڻا،
پوسٽ آفيسون ۽ ريلوي اسٽيشنون، برٽش حڪومت
۽ طاقت جا نشان هئا. انهن نشانن کي ڌاڪڙ لاءِ هو تيار
ٿي ويا. انهن تي ڪاهون ڪيون ويون. ٽيليفون ۽
ٽيليگراف جون تارون ڪٽيون ويون. ريل جا پٽا پٽيا

جي محلات ۾ آندو ويو ۽ ساڻس گڏ مهاديو ڏيسائي ۽ ميران بهڻ کي رهايو ويو. ڪستوربا جي گرفتاريءَ بعد، کيس به اتي آندو ويو. باقي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن کي ڪنهن نامعلوم هنڌ تي ايو ويو. پوءِ معلوم ٿيو ته کين احمد نگر قلعي ۾ بند رکيو ويو هو.

گرفتارين بعد، آرڊيننس جاري ڪيا ويا. سڄي ديس ۾، ڪانگريس ڪاميٽين کي قانوني نهرايون ويون. اڳوانن جي گرفتارين سبب، هندستان جي مکيه شهرن ۽ هنڌن تي زبردست گوڙ ۽ شور ٿيا. جنهن بعد، سڄي ديس ۾ هلچل ڦهلجي وئي. ڊفينس آف انڊيا جي قانون موجب، هڙتالون ڪرڻ ۽ اعتراضي ميڙن ڪرڻ تي بندشون پيل هيون. اخبارن تي به مڪمل تعميل ٿي چڪا هئا، ته ستياگرهه هلچل اسمت ڪو به احوال اخبارن ۾ ظاهر نه ڪيو وڃي.

مطلب ته حڪومت پاران زوردار ڪوششون ورتيون ويون هيون، ته ڪئٽ انڊيا هلچل کي دٻائڻ لاءِ سندن پاران ظلم ۽ ستم جا جي قدم کنيا وڃن، تن جي اوگهر نه ٿئي.

حڪومت جي انهي تجويز کي ناڪامياب بنائڻ لاءِ، ڪانگريس پاران، بمبئي ۾، بي قانوني ريڊيو جاري ڪيو ويو. ريڊيو ذريعي، ڪيترين ساريون خبرون پبلڪ جي ڏيان تي اچي سگهيون، جي حڪومت جي قدمن سبب، وقت تي ظاهر نه ٿي سگهن ها. احمدآباد ۾ مزدورن جو اسٽرائيڪ، جمشيدپور واري لوهه ۽ رڪ جي ڪارخاني جو

۽ عقيدا ظاهر ڪرڻ لڳو. انهن وچارن جو اثر زوردار
اثر ٿيڻ لڳو. گانڌيءَ ”ڪئٽ انڊيا“ نعرو بلند ڪري،
انگريزن کي هندستان ڇڏي وڃڻ لاءِ للڪار ڪئي.
ڪئٽ انڊيا نعري جو پڙاڏو سڄي هندستان ۾ گونجڻ لڳو.

۱۴ جولاءِ ۱۹۴۲ع تي، ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ
جو مٽ وارڌا ۾ ٿيو. مٽ ۾، زوردار لفظن ۾، برٽش
حڪومت کي چيو ويو ته هندستان خالي ڪريو ۽ هن
وقت ئي پورن خودمختياري ڏيو. ٺهراءَ ۾ فيصلو ڪيو ويو،
ته جي سندن گهرون رد ڪيون ويون، ته مهاتما گانڌيءَ
جي رهنمائي هيٺ وڏي پيماني تي سول نافرماني هلچل
هلائي ويندي.

انهيءَ بعد، ۸ آگسٽ ۱۹۴۲ع تي، بمبئيءَ ۾، آل انڊيا
ڪانگريس ڪاميٽيءَ جو مٽ شروع ٿيو. ۸ آگسٽ تي،
مٽ ۾ ”ڪئٽ انڊيا“ وارو تاريخي ٺهراءُ پاس ڪيو
ويو ۽ مهاتما گانڌيءَ جي رهنمائيءَ هيٺ عام ستياگره
هلچل هلائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. آل انڊيا ڪانگريس
ڪاميٽيءَ جو مٽ انهي ڏينهن تي ختم ٿيو ۽ مهاتما گانڌيءَ
پاران اهو به ظاهر ڪيو ويو، ته ستياگره هلچل شروع
ڪرڻ کان اڳ، وائسراءِ سان ملاقات ڪرڻ جي ڪوشش
ويندو. پر ”ڪئٽ انڊيا“ ٺهراءَ جي پاس ٿيڻ سان،
هند سرڪار تي اهڙو ڪو اثر ٿيو، جو ۹ آگسٽ ۱۹۴۲ع
تي، پرڀات ويلي، مهاتما گانڌيءَ، ورڪنگ ڪاميٽيءَ
جي ميمبرن ۽ ٻين ڪانگريسي اڳواڻن کي گرفتار ڪيو
ويو. مهاتما گانڌيءَ کي، پوني جي ويجهو، آغا خان

۾ هريجن اخبارون وري جاري ٿيون. هريجن وسيلي، گانڌيجي، ٻاهري جنگ سبب پيدا ٿيل مشڪلاتي حالتن ۾، پنهنجن آدرشن ۽ اصولن دواران، دنيا ۽ هندستان جي جنتا جي رهنمائي ڪندو رهيو.

اوڀر ڪان، جپاني لشڪر رنگون تائين پهچي چڪو هو. ٨ مارچ ١٩٤٢ع تي، رنگون والاريو ويو. گنڀير حالتن پيدا ٿيڻ سبب، هندستان ۾ سياسي گهوٽالي دور ڪرڻ لاءِ وري ڪوشش وٺڻ ضروري سمجهيو ويو. برٽش حڪومت پاران، ١١ مارچ ١٩٤٢ع تي پڌرائي ڪئي وئي، تہ هائوس آف ڪامنس جو ليبر ۽ جنگي وزارت جو ميمبر، سر سٽئفرڊ ڪرپس جلد ئي هندستان ۾ ايندو ۽ هندستان جي سيني پارٽين سان ڳالهيون ۽ صلاح مصلحت ڪندو. سر ڪرپس ٢٢ مارچ ١٩٤٢ع تي دهليءَ ۾ پهتو. ڪرپس رٿون ظاهر ٿيون. اهي رٿون، "آگست واري آڇ". ڪان واڌارو هيون، پر، ڪانگريس نقطہ نگاهہ ڪان گهٽ هيٺ هيون. ڪانگريس، هندستان جي ايڪتا ۽ ايڪوجوديءَ تي زور ڏنو، اها طلب ڪئي، تہ بنان ڪنهن دير جي، هندستان ۾ قومي سرڪار برپا ڪئي وڃي ۽ قومي سرڪار کي سڀ کاتا (بچاءَ کاتي سميت) سونپيا وڃن.

ڪرپس رٿون، هندستان جي سيني پارٽين، جدا جدا سببن ڪري، رد ڪري ڇڏيون. سر ڪرپس، ١٢ اپريل ١٩٤٢ع تي، هندستان مان موٽي ويو.

گانڌيجي، هريجن دواران، پنهنجا زوردار ويچار

هدايتون ڏنيون ويون، ته ستياگره ڪرڻ بعد، گرفتار نه ٿيڻ جي حالت ۾، ڪن موٽي گهر ڏانهن نه وڃڻو هو. ڪن، هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ ڏانهن وڃي، جنگ خلاف نعرا ۽ ميڙن ۾ تقريرون ڪرڻيون هيون. ستياگرهين جو تعداد، ڏينهون ڏينهن وڌڻ لڳو. جنوري مهيني جي پڇاڙيءَ تائين، سزائن ڪاٽڻ جو تعداد وڃي ۲۲۵۰ تائين پهتو. اڪثر حالتن ۾، حمل جي سزائن بدران ڏنڊ ئي وڌا ويا.

چوٿين دور ۾، ستياگره ڪرڻ لاءِ دائرو وڌيڪ وڌايو ويو. گرميءَ جي موسم جي وچ ڌاري، سزائن ڪاٽڻ جو تعداد ۲۰ هزارن تائين وڃي پهتو ۽ هڪ وقت تي، ۱۴ هزار ستياگرهي جيلن اندر بند هئا. ڇاڪاڻ جو، اها ستياگره هلچل، اخلاقي نقطه نگاه کان هلائي ويئي هئي، ۽ ستياگره هلچل جي رهنما پاران، ڪيترون ئي سارايون بندشون به پيل هيون، ته به ستياگرهين جو تعداد تمام وڏو هئي ها.

سنه ۱۹۴۱ع ۾، اتحادي قومن کي شڪستون اچڻ لڳيون، ۽ سال جي پڇاڙيءَ ڌاري، هندستان کي به طرفن کان، جرمنيءَ ۽ جپان جو خطرو وڌي ويو. خطري جي حالتن ۽ وائسراءِ جي ڪائونسل جي هندستاني ميمبرن جي زور ڀرڻ تي، ۳ ڊسمبر ۱۹۴۱ع تي، هند سرڪار پاران مولانا ابوالڪلام آزاد، پنڊت جواهرلال ۽ سڀني ستياگرهين کي آزاد ڪرڻ جي پاليسي ظاهر ٿي ۽ ستياگرهي آزاد ڪيا ويا.

جنوري ۱۹۴۲ع ۾، مهاتما گانڌيءَ پاران، تنهي بوامن

هڪ ريلوي سٽيشن تي، ٣١ آڪٽوبر تي گرفتار ڪيو ويو. گورکپور جيل ۾ مٿس مقدمو هليو ۽ آڪٽوبر مهني ۾ تقريرون ڪرڻ سبب، کيس چار سال جيل جي سزا ڏني ويئي.

انهي بعد، ستياگره جو ٻيو دور شروع ٿيو. ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ، آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي ۽ مرڪزي ۽ پرانتن جي اسيمبلي ميمبرن مان ستياگرهي چونڊيا ويا. ستياگرهين، پنهنجي شهرن جي جدا جدا حصن ۾، جنگ خلاف نعرا هنيا ۽ آواز ڪڍو ڪيو، ته برٽش حڪومت پاران جاري ڪيل جنگي ڪوشش ۾ ماڻهن ۽ پئسي جي مدد ڪرڻ غلط قدم آهي. ڪين گرفتار ڪيو ويو ۽ هر هڪ کي، گهٽ ڪري هڪ سال جي سزا ڏني ويئي. سردار ولڀ ڀائي پٽيل، ستياگره ڪرڻ لاءِ، پنهنجي ارادي جو حڪومت کي اطلاع ڏنو ۽ کيس ڊفينس آف انڊيا قائدن هيٺ گرفتار ڪيو ويو. سنه ١٩٤٠ع جي پڇاڙيءَ تائين، ڪانگريس جا سڀ مکيه اڳوان گرفتار ٿي چڪا هئا، جن ۾، ١١ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جا ميمبر، ١٧٦ آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ جا ميمبر، ٢٩ اڳوڻا وزير ۽ ٤٠٠ کان وڌيڪ مرڪزي ۽ پرانتن جي اسيمبلين جا ميمبر هئا. سال جي پڇاڙيءَ واري ڏينهن تي، ڪانگريس پريزيڊنٽ، مولانا ابوالڪلام آزاد کي گرفتار ڪيو ويو ۽ کيس ١٨ مهنا جيل جي سزا ڏني ويئي.

پوءِ ٽيون دور هليو. مڪاني ڪانگريس ڪاميٽين پاران ستياگرهين جو لسٽون تيار ٿي ويون. ستياگرهين کي

ملڪ جو، ڪانگريس پريزيڊنٽ، مولانا ابوالڪلام آزاد کي،
انهيءَ آڄ تي بحث ڪرڻ لاءِ لکيو. مولانا صاحب اها
ڳالهه قبول نہ ڪئي. ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ
فيصلو ڪيو تہ هن سلطنت شاهي جنگ جي ڪوشش
خلاف، صلح پسند نموني ۾ آواز ڪڍڻ ڪرڻ جو حق
ڪتب آندو وڃي. ۽ فيصلو ڪيو ويو تہ مهاتما گانڌيءَ
جي رهبريءَ ۽ رهنمائيءَ هيٺ، اهنسڪ نموني ۾،
شخصي ستياگرهه شروع ڪيو وڃي.
گانڌيءَ پاران اعلان ٿيو تہ شخصي ستياگرهه جي
شروعات شري ونوبا ڀاوي ڪندو. ١٧ آڪٽوبر ١٩٤٠ع
تي، شري ونوبا ڀاوي، جنگ خلاف تقرير ڪري،
ستياگرهه شروع ڪيو. ونوباجي، پوءِ پيادو، هڪ
ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ تائين وڃي، تقريرون ڪندو رهيو. ٽن
ڏينهن بعد، کيس گرفتار ڪري، ٽن مهينن جي جيل جي
سزا ڏني وئي.
حڪومت پاران اخبارن تي سخت بندش پئجي وئي
هئي، تہ ستياگرهه ۽ جنگ خلاف ڪارروائي جو احوال
اخبارن ۾ نہ ڇپيو وڃي. مهاتما گانڌيءَ جي هريجن اخبار تي،
١٨ آڪٽوبر ١٩٣٩ع تي، بندش وڌي وئي. ٽنهي ٻولين
۾ هريجن اخبارون ڇپجڻ بند ٿيون.
شري ونوبا ڀاوي بعد، پنڊت جواهرلال نهروءَ کي
٧ نومبر ١٩٤٠ع تي ستياگرهه شروع ڪرڻو هو. حڪومت
کي، اڳ ۾ اطلاع ڏنو ويو. جواهرلال، مهاتما گانڌيءَ
وٽان واردا کان موٽي رهيو هو، تہ کيس، واٽ تي،

هڪ ريلوي سٽيشن تي، ۳۱ آڪٽوبر تي گرفتار ڪيو ويو. گورکپور جيل ۾ مٿس مقدمو هليو ۽ آڪٽوبر مهني ۾ تقريرن ڪرڻ سبب، کيس چار سال جيل جي سزا ڏني ويئي.

انهي بعد، ستياگره جو ٻيو دور شروع ٿيو. ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ، آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي ۽ مرڪزي ۽ پرانتن جي اسيمبلي ميمبرن مان ستياگرهي چونڊيا ويا. ستياگرهين، پنهنجي شهرن جي جدا جدا حصن ۾، جنگ خلاف نعرا هنيا ۽ آواز ڪڍيو ته برٽش حڪومت پاران جاري ڪيل جنگي ڪوشش ۾ ماڻهن ۽ پئسي جي مدد ڪرڻ غلط قدم آهي. کين گرفتار ڪيو ويو ۽ هر هڪ کي، گهٽ ۾ گهٽ هڪ سال جي سزا ڏني ويئي. سردار ولڀ ڀائي پٽيل، ستياگره ڪرڻ لاءِ، پنهنجي ارادي جو حڪومت کي اطلاع ڏنو ۽ کيس ڊفينس آف انڊيا قانون هيٺ گرفتار ڪيو ويو. سنه ۱۹۴۰ع جي پڇاڙيءَ تائين، ڪانگريس جا سڀ مکيه اڳوان گرفتار ٿي چڪا هئا، جن ۾، ۱۱ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جا ميمبر، ۱۷۶ آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ جا ميمبر، ۲۹ اڳوڻا وزير ۽ ۴۰۰ کان وڌيڪ مرڪزي ۽ پرانتن جي اسيمبلين جا ميمبر هئا. سال جي پڇاڙيءَ واري ڏينهن تي، ڪانگريس پريزيڊنٽ، مولانا ابوالڪلام آزاد کي گرفتار ڪيو ويو ۽ کيس ۱۸ مهنا جيل جي سزا ڏني ويئي.

پوءِ ٽيون دور هليو. مقامي ڪانگريس ڪاميٽين پاران ستياگرهين جو لسٽون تيار ٿي ويون. ستياگرهين کي

لاءِ، ڪانگريس پرازيڊنٽ، مولانا ابوالڪلام آزاد کي
الهي آئي لي استعفيٰ ڪرڻ لاءِ لکيو. مولانا صاحب اها
ليڪن قبول نه ڪئي. ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ
فيصلو ڪيو ته هن سلطنت شاهي جنگ جهڙي ڪوشش
خلاف، صلح پسند نموني ۾ آواز اٿاري ڪرڻ جو حق
ڪتب آندو وڃي. ۽ فيصلو ڪيو ويو ته مهاتما گانڌيءَ
جي رهبريءَ ۽ رهنمائيءَ هيٺ، انفرادي نموني ۾،
شخصي ستياگرهه شروع ڪيو وڃي.

گانڌيءَ پاران اعلان ٿيو ته شخصي ستياگرهه جي
شروعات شري ونوبا ڀاوي ڪندو. ١٧ آڪٽوبر ١٩٤٠ع
تي، شري ونوبا ڀاوي، جنگ خلاف تقرير ڪري،
ستياگرهه شروع ڪيو. ونوباجي، ٽن ڏينهن، هڪ
ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ تائين وڃي، تقريرون ڪندو رهيو. ٽن
ڏينهن بعد، کيس گرفتار ڪري، ٽن مهينن جي جيل جي
سزا ڏني وئي.

حڪومت پاران اخبارن تي سخت بندش پئجي وئي
هئي، ته ستياگرهه ۽ جنگ خلاف ڪارروائي جو احوال
اخبارن ۾ نه ڇپيو وڃي. مهاتما گانڌيءَ جي هريجن اخبار تي،
١٨ آڪٽوبر ١٩٣٩ع تي، بندش وڌي وئي. انهي اولين
۾ هريجن اخبارون ڇپجڻ بند ٿيون.

شري ونوبا ڀاوي بعد، پنڊت جواهرلال نهروءَ کي
٧ نومبر ١٩٤٠ع تي ستياگرهه شروع ڪرڻو هو. حڪومت
کي، اڳ ۾ اطلاع ڏنو ويو. جواهرلال، مهاتما گانڌيءَ
وٽان واردا کان موٽي رهيو هو، ته کيس، واٽ تي،

جي جدا جدا پارٽين جي عوضين جي راءِ جي آڌار تي، فيڊريشن واري تجويز تي ٻيهر ويچار ڪيو ويندو.
اهڙي قسم جي پڌرائيءَ مان صاف ظاهر ٿيو، تہ برٽش حڪومت، هندستان جي آزاديءَ جي سوال تي ويچار ڪرڻ لاءِ بہ تيار نہ هئي. ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ، انهي پڌرائيءَ تي اعتراض ورتو لاءِ، پرانتن جي ڪانگريس وزارتن کي هدايتون ڏنيون، تہ ٣١ آڪٽوبر ١٩٣٩ع ڌاري استعيفائون ڏيئي، وزارتون ڇڏي اچن. سندن استعيفائن سبب، هندستان جي پارلهن پرانتن مان، ستن تي گورنري راڄ قائم ٿيو.
انهي بعد، نومبر ١٩٣٩ع جي شروعات ۾، هندستان جي وائسراءِ پاران، وائسراءِ جي ايگزيڪيوٽو ڪاميٽيءَ کي وڌائڻ ۽ انهيءَ ۾ هندستاني عيوضين کي شريڪ ڪرڻ جي تجويز پيش ٿي. اها ڪوشش بہ ناڪامياب ٿي.
حڪومت پاران، ٨ آگسٽ ١٩٤٠ع تي، وري بہ پڌرائي ڪئي ويئي، جنهن کي "آگسٽ واري آڇ" ڪري چيو ٿي ويو. انهي آڇ ۾ ڄاڻايو ويو تہ جوڙجڪ جا اهم مسئلا هن منزل تي فيصل ٿي نٿي سگهيا، جڏهين ڪامن ويلٿ جا سڀ ملڪ، پنهنجي هستيءَ کي قائم رکڻ واري جنگ ۾ رڌل هئا. جنگ بعد ئي، جوڙجڪ ٺاهڻ لاءِ چونڊ عوضين جي اسيمبلي اربا ڪئي ويندي. انهي وچ ۾، سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪائونسل کي وڌايو ويندو ۽ "انڊ وائنزي وار ڪائونسل" اربا ڪئي ويندي.
ڪانگريس انهي آڇ کي صفا رد ڪري ڇڏيو. لارڊ

"ورڪنگ ڪاميٽي، لکڻڪري، برٽش حڪومت
کان زوردار گهر ٿي ڪري، ته سندن جنگ جي مقصدن
جو بلڪل صاف نموني ۾ اعلان ٿيڻ گهرجي، جنهن مان
اهو نه ظاهر ٿئي، ته برٽش حڪومت جا لوڪشاهيءَ ۽
سلطنت شاهيءَ سان ڪهڙا واسطا ۽ لاڳاپا رهندا. اهي
مقصد هندستان سان ڪهڙن لاڳاپا ويندا؟ ۽ اهي مقصد
هن وقت، هندستان ۾ ڪهڙي اصولي ۾ عمل ۾ آندا
ويندا؟ جاچڻ جو، مقصدن جي اعلان جي سچي آزمائش
اها هي قدم ۾ آهي، ته اهي، هن وقت، ڪهڙيءَ ريت
عمل ۾ آندا ٿا وڃن. انهن جي عمل ۾ اچڻ سان ئي،
عام لوڪن ۾ اتساهه ۽ امنگ پيدا ٿي سگهندو ۽ اُن
جي عملي ميدان ۾ ڪجهه ڪم ٿي سگهندو.

اهڙيءَ ريت، هندستان پاران، صاف صاف لفظن ۾
ظاهر ڪيو ويو، ته جي، هيءَ جنگ دنيا جي ملڪن جي
آزاديءَ خاطر لڙي ٿي وڃي، ته هندستان جي آزادي،
جنگ جي مقصدن ۾ شامل هئڻ گهرجي.

لارڊ لنلٿگو، هند وائسراءِ، هندستان جي چوٽيءَ ٥٢
اڳواڻن کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ ساڻن ملاقاتون ڪيون. ١٧
آڪٽوبر ١٩٣٩ع تي، هند سرڪار پاران "وائيٽ پيپر"
ظاهر ٿيو، جنهن ۾ وائسراءِ ڄاڻايو ته جنگ واري عرصي
۾ جوڙجڪي واڌارو ٿي نه سگهندو. انهي عرصي ۾
هڪ هندستاني عوامي "اڊوائيزري ڪائونسل"
قائم ڪئي ويندي، جنهن سان جنگ نسبت صلاح
مصلحت ڪئي ويندي. ۽ جنگ بعد ئي، هندستان

فائدو وٺڻ لاءِ اجازت ئي ڏيندي. هندستان، انهيءَ
جنگ ۾، ڪڏهين به پنهنجو ساٿ ۽ سهڪار ڏيئي اٿو
سگهي، جڏهين چيو ويو ته، اها جنگ لوڪشاهيءَ آزاديءَ
خاطر لڙي وڃي ٿي، پر، انهي لوڪشاهي آزاديءَ کان
هندستان کي ٻاهر واري وڃي ٿي ۽ جيڪا به محدود
آزادي حاصل ٿيل آهي، اها به ورتي وڃي ٿي.

”انگلنڊ ۽ فرانس پاران اعلان ٿيل آهي، ته هو لوڪشاهي،
آزادي ۽ اڳرائيءَ کي ختم ڪرڻ خاطر وڙهي رهيا آهن.
پر، بلڪل ويجهڙائي جي تاريخ جا ورق انهن مثالن سان
ڀرپور آهن، جي ڏيکارين ٿا، ته جيڪي چيو وڃي ٿو
۽ جن آدرشن جو اعلان ڪيو وڃي ٿو، انهن ۽ حقيقي
مرادن وچ ۾ وڏو فرق ۽ ڦير آهي.

”جيڪڏهين، اها جنگ، انهيءَ لاءِ لڙي ٿي وڃي
ته هاڻوڪيون ساڳيون حالتون قائم رکيون وڃن يعني
سلطنت شاهيءَ هيٺ، قبضن، ملڪن ۽ قائم ٿيل حقن ۽
فائدن جو بچاءَ ڪيو وڃي، ته هندستان جو ان جنگ
سان ڪوبه واسطو ڪونهي. پر، جيڪڏهين، اها جنگ،
لوڪشاهيءَ ۽ لوڪشاهيءَ تي ٻڌل دستور خاطر آهي،
ته هندستان انهيءَ ۾ چڱي دلچسپي رکي ٿو. ۽ جيڪڏهين،
گرانٽ برٽن، لوڪشاهيءَ کي قائم رکڻ ۽ انهي واداري
لاءِ اها جنگ لڙي رهيو آهي، ته اهو بلڪل ضروري
۽ لازمي آهي، ته ڪمس پنهنجي سلطنت شاهيءَ هيٺ
قبضا ۽ ملڪون ختم ڪرڻ گهرجن ۽ هندستان ۾ پوري
لوڪشاهي برپا ڪرڻ گهرجي.

۾ شامل ٿيو آهي. حڪومت پاران، ملڪ ۾، ڪيترا
آرڊيننس ڪڍيا ويا آهن. انهن کان سواءِ ٻيا به
ڪيترا سارا قدم کنيا ويا آهن، جن سبب، جنتا جي
ضروري گهرجن ۽ ضرورتن کي زبردست ڌڪ پهچي رهيا
آهن. اهي سڀ قدم، هندستانين جي رضامندي ۽ صلاح
کان سواءِ کنيا ويا آهن. انهن ڳالهين جڳهين تي هندستاني
عوام جي خواهش کي ڄاڻي واڻي لتاڙيو ويو آهي.

"انڊين نيشنل ڪانگريس، وقت به وقت، "فاشزم"
۽ "نازيزم" جي اصولن ۽ عملن خلاف ناپسندي پئي
ظاهر ڪئي آهي. سندن، الساليٽ جي جان کي ڏاڍائي
۽ جنگ ۽ هنسا جي ڪارنامن تي نفرت واري خلاف آواز
پئي اٿاريو آهي. ڪانگريس جي نظر ۾، "نازيزم" ۽
"فاشزم" ۾ سلطنت شاهيءَ جا اصول اپنايل زوردار نمونا
۾ سمايل آهن. ڪانگريس، سلطنت شاهيءَ سان، سالن
کان ٽڪرائيندي آئي آهي. ڪانگريس، جرمنيءَ جي
پولنڊ تي اڳرائي واري قدم کي ننديو آهي، ۽ انهيءَ اڳرائيءَ
جو جي ملڪ شڪار ٿي رهيا آهن، تن سان همدردي
ٿي ظاهر ڪري.

"ڪانگريس جو اهو زوردار فيصلو آهي ته هندستان
لاءِ جنگ يا صلح جي سوال جو فيصلو هندستانين کي
ئي ڪرڻو آهي. انهيءَ ڏس ۾، ٻاهرين اختيارن وارا،
پنهنجا فيصلا هندستانين تي مڙهي نٿا سگهن. هندستاني
جنتا، برٽش حڪومت کي پنهنجن سلطنت شاهي مقصدن
حاصل ڪرڻ لاءِ، پنهنجي ملڪ جي پيداوار جو غير واجبي

فائدو وٺڻ لاءِ اجازت نہ ڏيندي. هندستان، انهيءَ
جنگ ۾، ڪڏهين بہ پنهنجو ساٿ ۽ سهڪار ڏيئي ٿو
سگهي، جڏهين چيو وڃي ٿو تہ اها جنگ لوڪشاهي آزاديءَ
خاطر لڙي وڃي ٿي، پر، انهي لوڪشاهي آزاديءَ کان
هندستان کي ٻاهر واري وڃي ٿي ۽ جيڪا بہ محدود
آزادي حاصل ٿيل آهي، اها بہ ورتي وڃي ٿي.
”انگلنڊ ۽ فرانس پاران اعلان ٿيل آهي، تہ هو لوڪشاهي،
آزاديءَ ۽ اڳرائيءَ کي ختم ڪرڻ خاطر وڙهي رهيا آهن.
پر، بلڪل ويجهڙائيءَ جي تاريخ جا ورق انهن مثالن سان
ڀرپور آهن، جي ڏيکارين ٿا، تہ جيڪي چيو وڃي ٿو
۽ جن آدرشن جو اعلان ڪيو وڃي ٿو، انهن ۽ حقيقي
مرادن وچ ۾ وڏو فرق ۽ ڦير آهي.
”جيڪڏهن، اها جنگ، انهيءَ لاءِ لڙي ٿي وڃي
تہ هاڻوڪيون ساڳيون حالتون قائم رکيون وڃن يعني
سلطنت شاهيءَ هيٺ، قبضن، ملڪن ۽ قائم ٿيل حقن ۽
فائدن جو بچاءُ ڪيو وڃي، تہ هندستان جو هن جنگ
سان ڪوبہ واسطو ڪونهي. پر، جيڪڏهن، اها جنگ،
لوڪشاهيءَ ۽ لوڪشاهيءَ تي ٻڌل دستور خاطر آهي،
تہ هندستان انهيءَ ۾ چڱي دلچسپي رکي ٿو. ۽ جيڪڏهين،
گريٽ برٽن، لوڪشاهيءَ کي قائم رکڻ ۽ انجي واڌاري
لاءِ اها جنگ لڙي رهيو آهي، تہ اهو بلڪل ضروري
۽ لازمي آهي، تہ ڪيس پنهنجي سلطنت شاهيءَ هيٺ
قبضا ۽ ملڪون ختم ڪرڻ گهرجن ۽ هندستان ۾ پوري
لوڪشاهي برپا ڪرڻ گهرجي.

۾ شامل ٿيو آهي. حڪومت پاران، ملڪ ۾، ڪيترا
آرڊيننس ڪڍيا ويا آهن. انهن کان سواءِ، ٻيا به
ڪيترا سارا قدم کنيا ويا آهن، جن سبب، جنتا جي
ضروري گهرجن ۽ ضرورتن تي زبردست اثر پئجي رهيا
آهن. اهي سڀ قدم، هندستانين جي رضامندي ۽ مرضي
کان سواءِ کنيا ويا آهن. انهن ڪري هندستاني
عوام جي خواهشن کي چيٿڻ وارو رويو ورتو آهي.
" انڊين نيشنل ڪانگريس، وقت به وقت، "نازيزم"
۽ "فاشزم" جي اصولن ۽ عقيدن خلاف ناپسندي پئي
ظاهر ڪئي آهي. سندن، انسانيت جي جان کي ڌ بالغ
۽ جنگ ۽ هنسا جي ڪارنامن تي نفرت وارو خلاف آواز
پئي اٿاريو آهي. ڪانگريس جي نظر ۾، "نازيزم" ۽
"فاشزم" ۾ سلطنت شاهي جا اصول انتهائي زوردار نموني
سمايل آهن. ڪانگريس، سلطنت شاهيءَ سان، سان
کان نڪرندي آئي آهي. ڪانگريس، جرمنيءَ جي
پولنڊ تي اڳرائي واري قدم کي ننديندي ٿي، ۽ اهڙيءَ اڳرائيءَ
جو جي ملڪ متاثر ٿي رهيا آهن، تن سان همدردي
تي ظاهر ڪري.
" ڪانگريس جو اهو زوردار فيصلو آهي ته هندستا
لاءِ جنگ يا صلح جي سوالن جو فيصلو هندستانين ک
تي ڪرڻو آهي. اهي ڏس ۾، ٻاهرين اختيارن وا
پهنجا فيصلا هندستانين تي مڙهي نٿا سگهن. هندستا
جنتا، برٽش حڪومت کي پهنجي سلطنت شاهي مقص
حاصل ڪرڻ لاءِ، پنهنجي ملڪ جي پيداوار جو غير واج

## ”ڪئٽ انڊيا“ هلچل

سن ۱۹۳۹ع وارو زمانو هو. انٽر راشٽري حالتون بگڙجي چڪيون هيون. يورپ جيءَ آسمان مٿان جنگ جا ڪڪر ڳاڙ ٿي چڪا هئا. هٽلر پاران پولنڊ کي آخرين الٽيميٽم ڏنو ويو هو. جرمنيءَ ۽ رشيا جي وچ ۾، هڪ ٻئي تي ڪاهه نه ڪرڻ جو عهدنامو ٿيو هو. انهن واقعن گنڀير حالتون پيدا ڪيون هيون.

جرمنيءَ پولنڊ تي ڪاهه شروع ڪئي، ۽ انگلنڊ، ۳ سيپٽمبر ۱۹۳۹ع تي، جرمنيءَ خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. ٻي مها ياري جنگ شروع ٿي. ساڳئي ئي ڏينهن تي، هندستان جي وائسراءِ، هندستان جي اسيمبلين ۽ اڳواڻن سان اڳواٽ صلاح مصلحت ڪان سواءِ، اعلان ڪيو ته هندستان به جنگ ۾ شامل آهي. اهي اعلان بعد جلد ئي، جنگ سبب پيدا ٿيل حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ، حڪومت پاران ڪيترا سارا آرڊيننس ڪڍيا ويا.

مها ياري جنگ جي لڳڻ سبب، حالتن جو اڀياس ڪرڻ لاءِ، ڪانگريس ورڪنگ جو ميٽنگ ۱۰ سيپٽمبر ۱۹۳۹ع تي وارڌا ۾ سڏايو ويو. چئن ڏينهن جي لاڳيتي غور، ويچار ۽ بحث بعد، ڪاميٽيءَ پاران ٺهراءُ ڪڍي ويئي. انهيءَ ٺهراءَ جا ڪي مکيه خيال هن ريت آهن:

”برٽش حڪومت اعلان ڪيو آهي ته هندستان جنگ

واپاري، پنهنجو پروگرام ناهي، سودا ڪري سگهندا. ”

* * *

ڊائريڪٽرن جي چونڊن بعد، اروڙ جو ميڙ ۱ فيبروري
1949ع تي، سيٺ سڪندر جي چيئرمنيءَ هيٺ ٿيو.
ميڙ ۾، حاجي امير عمر خدا بخش چيئرمن چونڊيو ويو.
سيٺ سڪندر، انهن چيئرمن کي واڳون وٺڻ لاءِ عرض ڪندي،
ڪيس ياد ڏياريو ته ڪراچي ڪاٽن ايسوسيئيشن، انٽرواشٽري
ڪميٽي ۾ شاندار ننگ ناموس حاصل ڪري چڪي آهي، ۽ اميد
ڏيکاري ته نئون چيئرمن صاحب به، انهي ڏس ۾ ٻاڃ
پتوڙي، اها روايت قائم رکندو ايندو. چيئرمن کي، سڀ کان
اول، پنهنجي ملڪ - پاڪستان، ٺهڻ بعد، ڪپهه جي واپار ۽
انهيءَ کان پوءِ ايسوسيئيشن جي فائدن جو بچاءُ ڪرڻو آهي. انهي
بعد ئي، پڇاڙيءَ ۾، ممبرن جي ڪنهن حصي جي فائدن
جو ويچار، ڪيس خيال ۾ اچڻ گهرجي. ”

جي لئين جاءِ ٺهرائي ويئي. پنهنجي محنت ۽ ادم سان،
درجي بدرجي، ائسوسيئيشن دنيا جي دور ديس ۾
هاڪاري ٿي ۽ انٽرراشٽري ناموس حاصل ڪيئي. ديس
جي ورهاڱي کان اڳ، ملڪ جي هن حصي سان لاڳاپو
رکندڙ ڪپهه جي پاليسيءَ خاطر، هند سرڪار، وقت بوقت،
ائسوسيئيشن سان صلاح مصلحت پئي ڪئي آهي.
مولکي اميد آهي، ته قابليت، لائقيءَ ۽ ايمانداريءَ واريون
قائم ڪيل روايتون ۽ انٽرراشٽري انگ ناموس، مستقبل
۾ به قائم رکيو ويندو.

"هن سال، پاڪستان حڪومت پاران، ڪپهه جي
روانگيءَ واري پاليسي وڏيءَ دير بعد ظاهر ٿي. ۽ اها
به قسطن ۾ پڌري ٿي. ڪنهن به منزل تي، اها پاليسي بلڪل
صاف ۽ چٽيءَ طرح ظاهر نه ڪئي ويئي آهي، جنهن جي
آڌار تي، واپاري طبقو، سڄي سال لاءِ، پنهنجو ڪاروبار هلائي
سگهي. ائسوسيئيشن پاران حڪومت کي ذهن نشين ڪرائڻ
جي ڪوشش ورتي ويئي آهي، ته حڪومت پاران پاليسيءَ جي
پڌرائي اڳ پيڪ جولاءِ مهني جي پڇاڙيءَ تائين ٿي وڃي.
اميد ٿي ڪجي، ته اهيءَ ڏس ۾، حڪومت کي جڏن وقتاً
آزمودو ثابت ٿيندو ويندو، ته ڪپهه جي واپار جي گهرجن ۽
ضرورتن کي محسوس ڪري، ڪپهه جي پاليسي، هر سال،
جولاءِ مهني جي پڇاڙيءَ ڌاري تائين ظاهر ڪندي رهندي.
ڦٽين جا سودا به اهي وقت ۾ تيز لڳن ٿا. جيڪڏهن هين
حڪومت پاران، اهي وقت ڌاري، سڄي سال لاءِ پاليسي
ظاهر ٿي چڪي هوندي، ته انهي پاليسيءَ جي آڌار تي،

”اسين، هڪ اٺانگي ۾ ڏکئي سال جي گذرڻ بعد،
هن سالياني مٽڱ ۾ گڏجي رهيا آهيون. گذريل سال ۾
وڏيون تبديليون ٿي گذريون. اهي تبديليون، حالتن ۾
ايتري قدر ڦيرو آڻي چڪيون آهن، جو حالتون سياسي حد
کان لڪري چڪيون آهن. اسانجي ايسوسيئيشن ۽ انهن
گردشي اثر هيٺ اچي چڪي آهي. خاص ڪري،
آفيس جو عملو، ذري گهٽ، صفا ٿورو آهي.

”گذريل سال ۾، ٣٥ نوان ميمبر داخل ڪيا ويا.
نوان ميمبر سڀ مسلم آهن. ايسوسيئيشن جي ميمبرن جو
هن وقت ڪل تعداد ١٥٥ آهي، جن مان ٤٦ مسلم ۽
باقي ١٠٩ غير مسلم آهن.

”پنهنجي ايسوسيئيشن، قابليت، لائقي ۽ ايمانداري ۾
جي لحاظ کان روايتون قائم ڪري چڪي آهي. ايسوسيئيشن
جي شروعات لماڻي ڊاک ۾ ٿي هئي. ڪجهه جي واپار
۾ بورڊ انتظام آڻڻ ۾ ڏنڏي جي ڏيتي لتيءَ کي
سڌارڻ ۾ باقاعدي هلائڻ جي مراد سان، الله بن مرچنٽس
ايسوسيئيشن ۾ ڪراچي چيمبر آف ڪامرس ٻارن گڏيل
ڪوششون ٿيون ۽ انهي سلسلي جي عيوض جي هڪ
گڏيل ڪاميٽي اربا ڪئي وئي، جنهنکي ”جالثت ڪانن
ڪاميٽي“ نالو ڏنو ويو. سنه ١٩٣٣ع ۾، اها ”جالثت
ڪانن ڪاميٽي“ وڌي هڪ خود مختيار ايسوسيئيشن
بڻي. انهي بعد، ايسوسيئيشن، سال به سال، ترقي ۾
واڌارو ڪري رهي آهي، سنه ١٩٤٠ع، ايسوسيئيشن جي
تاريخ ۾ مکيه جاءِ تو والاري، جو انهي سال ۾، ايسوسيئيشن

هن عرصي ۾ ائسوسئيشن جي ميمبرن ۽ ڪاروبار ۾ وڏو فرق پئجي چڪو هو. اڳوڻا هندو واپاري، وڏي تعداد ۾، پاڪستان ڇڏي، هندستان ۾ وڃي وسيا هئا. ائسوسئيشن جا نوان ميمبر، اڪثر ڪري، مسلمان ئي هئا. انهن مان گهڻا اهي هئا، جن جو اڳ، ڪپهه جو ڌنڌو اصل ڪين نه هو. ملڪي حالتن سبب، واپاري طبقي ۾ مذهبي تعصب پڻ وڌيل هو. انهي گردش جي چڪر جو ائسوسئيشن جي ڪاروبار تي وڏو اثر پيو هو. جهڳڙا ۽ آزمودگار ملازم نه هليا ويا هئا. ائسوسئيشن جي ڀلائي ۽ بهتريءَ جي خيال کان ضروري سمجهيو ويو، ته بورڊ جو چيئرمين ڪو جهونو ۽ آزمودگار ڊائريڪٽر هجي، جو ائسوسئيشن جي صحيح نمونه ۾ رهنمائي ۽ رهبري ڪندو رهي. سيٺ سڪنديو جي ڪوشش سان، مسٽر جانسن تي زور آيو، ڪيس بورڊ جو چيئرمين ٿيڻ قبول ڪرايو ويو. ١٤ جولاءِ ١٩٤٨ع واري بورڊ جي ميٽنگ ۾ مسٽر جانسن بورڊ جو چيئرمين چونڊيو ويو. بورڊ جي ٢٨ جولاءِ ١٩٤٨ع واري ميٽنگ ۾ سيٺ سڪنديو کي بورڊ جو وائيس چيئرمين چونڊيو ويو. ان کان پوءِ، مسٽر جانسن، چيئرمينيءَ جي عهدي تان، استعيفا ڏني. سندس استعيفا منظور ڪئي ويئي ۽ ١٨ آڪٽوبر ١٩٤٨ع واري ميٽنگ ۾، سيٺ سڪنديو کي بورڊ جو چيئرمين چونڊيو ويو.

٣٠ ڊسمبر ١٩٤٨ع تي، ائسوسئيشن جو ساليانو عام ميٽنگ ٿيو. ميٽنگ ۾، ڊائريڪٽرن جي بورڊ جي چيئرمين جي حيثيت ۾، سيٺ سڪنديو تقرير ڪئي، سا هن ريت آهي:

۽ خاص ڪري انگريزن اڳيان، ٻاھر کي گهٽ ڀلا ڄاڻيندا
ھئا ۽ ٻين اڳيان ڪجھ قدر ھٿيائيءَ سان پيش ايندا
ھئا. گويا ھو، ديس سان ڪجھ، دماغ سان ھلندا ھئا.
سيٺ سکدڙو کي، ديسي واپارين جي ھيءَ روش نه
وڻندي ھئي. سندس، سڄائيءَ، ھيءَ ڪوشش ھوندي
ھئي ته ديسي واپارين ۾ سوڀيان ۽ ھمت جا انگ زور
وٺن ۽ ھو محسوس ڪري سگهن، ته اسوسيئيشن جي ميمبر
ھئڻ جي حيثيت ۾، ھو ڪانئن ڪڏھن به ٻوليءَ ۾ گهٽ
نه آھن. سيٺ سکدڙو ۽ سندس ڪيسي ساٿي، گورن
واپارين سان، سڄائي، ھڪجھڙائيءَ ۽ آزاديءَ واري
ھلت ھلندا ھئا. سندن مراد ھوندي ھئي ته ديسي
واپارين جي دلين مان، گورن جي ھيبت ۽ ٻاھر کي گهٽ
سمجهڻ وارو احساس دور ٿي وڃي. انھيءَ ڳالھ ۾،
گهڻي قدر ڪاميابي حاصل ٿين.

سن ١٩٣٣ع، اسوسيئيشن جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس جي
پهرين ميٽنگ ۾، لالا لڇمن پرساد چيئرمين چونڊيو ويو ھو.
انھيءَ بعد، ھر سال، چيئرمين چونڊبو ايندو ھو. سن ١٩٤٧ع ۾،
ملڪ جي ورھاڱي سبب، لالا لڇمن پرساد وڃي ھندستان
۾ وسيو ۽ چيئرمينيءَ جي عھدي تان استعيفا ڏنائين.

بورڊ جي ١٧ ڊسمبر ١٩٤٧ع واري ميٽنگ ۾، سيٺ ايسرداس
ورلڌمل کي بورڊ جو چيئرمين چونڊيو ويو. ٿورن مهينن
بعد، سيٺ ايسرداس به وڃي ھندستان وسايو. چيئرمينيءَ ۽
ڊائريڪٽريءَ تان استعيفائون ڏنائين. سندس استعيفائون
١٦ جون ١٩٤٨ع واري ميٽنگ ۾ منظور ڪيون ويون.

سان، هيٺين سالن جي لاڳيتي لاڳاپي سبب، سيٺ سکديو، بورڊ جي ميٽنگن ۾، ميمبرن جي خاص رهنمائي پڻ ڪري سگهندو آهي. بورڊ جي ميٽنگن ۽ اسوسيئيشن جي ڪاروبار ۾ جي سنڌي ڊائريڪٽر خاص دلچسپي وٺندڙ هئا، سي هئا: ايسرداس ورندمل، چيلارام شهوارام، ڪيشارام ليکراج ۽ سکديو اوڌوداس.

ڪراچي ڪاٽن اسوسيئيشن جي هاڻوڪي شاندار بلڊنگ، ڪراچي سٽي اسٽيشن جي سامهون، ميڪلاڊ روڊ تي آهي. اها زمين ١٩٣٨ع ۾ خريد ڪئي ويئي. جاءِ جي پــايي وجهڻ جو مهورت، ١٤ ڊسمبر ١٩٣٨ع تـــي، مکي ليلارام للوڪچند کان ڪرايو ويو. بلڊنگ جڙي راس ٿي، ته ١٣ مي ١٩٤٠ع تي جاءِ کولڻ جو مهـورت، ڊائريڪٽرن جي بورڊ جي چيئــرمن لالا ارجن پرساد ڪيو. انهي زماني ۾، اڪثر ڪري، اهو رواج هوندو هو، ته اهڙا مهورت، گـــورنر، ڪمشنر يـــا ٻـــاهرين بزرگن هٿان ڪرايا ويندا هئا. انهيءَ ۾ شان سمجهيو ويندو هو. پنهنجن شهري بزرگن هٿان پايي وجهڻ ۽ جاءِ کولڻ جي مهورتن ڪرائڻ ۾ سيٺ سکديو جو وڏو هٿ هو. سنڌس سرجوشيءَ سان، اهڙي قسم جو خيال زور پڪڙي سگهيو ۽ عمل ۾ پڻ اچي سگهيو. انهيءَ کان سواءِ، ديسي واپارين ۾ قومي جذبا ۽ امنگ ڦوڪڻ، سنڌس لاڳيتي ڪوشش هوندي هئي.

ڪراچي ڪاٽن اسوسيئيشن ۾ ڪي ميمبـر ته ڪانگريسي ويچارن جا هئا ۽ ديسي ميمبرن مان گهڻا قومي خيالن جا هئا. انهي هوندي به، ديسي واپاري، گورن واپارين

ڪلاس شيٽ پاس. ڪپھ جي سروي جا قاعدا ٺاهيا
ويا. ڪاميٽيءَ ٻارن سرجوشين، ڪپھ جهڙي واپار ۾
گهٽجوڙ ۽ سٽوليٽون پيدا ڪيون. اهي سڀئي قدم سبب
ڪپھ جي واپار کي وڏي ڇڪ آئي.

هن ڪاٽن ڪاميٽيءَ جو پهريون چيئرمين، راليِ
برادرس جي ڪاٽن ڊپارٽمينٽ جو مئنيجر، مسٽر پاناس ٿيو.
ڪاميٽيءَ ۾، ديسي واپارين مان، ڀائي ايسرداس ورندمل،
ڀائي لڇمڻ پرساد، ڀائي ڪنهيالال گوويل وال، ڀائي الداڀائي
اوڌوجي ۽ ٻيا هئا. اها ڪاميٽي پنج سال ڪم ڪندي
رهي. ڪاميٽيءَ کي قاعدي قانون جي لحاظ کان ڪا
پٺڀرائي ڪانه هئي. پر، ڪاميٽيءَ جي محنت ۽ ايمانداريءَ
اهڙو اثر پيدا ڪيو، جو واپارين ۾ سندس وڏي مڃتا
ٿي. ڪاميٽيءَ پاران مقرر ڪيل رواج ۽ واپار جا نمونا،
واپارين کي ايترو قدر پسند پيا، جو ڪپھ جي واپار ۾
ڪنهن به قسم جي اٽڪ نه پوڻ لڳي. ڪاميٽيءَ جي
سچائيءَ ۽ محنت جو، نيٺ اهو نتيجو نڪتو، جو اها
ڪاميٽي بدلجي هڪ وڏي انسٽيٽيوشن بڻجي، جا، هن
وقت، ديس ۾، ڪپھ جي واپار جي مکيه سنستائن مان
هڪ ليکجڻ ۾ ٿي اچي.

سن ١٩٣٣ع ۾، ڪاٽن ڪاميٽيءَ، انڊين مرچنٽس
انسٽيٽيوشن ۽ چيمبر آف ڪامرس کي صلاح ڏني، ته
جيئن ته ڪپھ جو واپار گهڻو وڌي ويو آهي ۽ ڏينهون ڏينهن
وڌندو ٿو وڃي، تنهنڪري نهايت ضروري آهي ته ڪپھ جي
واپار لاءِ، هڪ جدا انسٽيٽيوشن ٺاهي وڃي. اها صلاح

ڪلاس هيٺ پاس، ڪمپني جي سروي جا قائدا ٺاهيا ويا. ڪمپنيءَ پاران سرڪيولر، ڪمپنيءَ جي واپار ۾ گهڻيون سهولتون پيدا ڪيون. انهن سڀني قدمن سبب ڪمپنيءَ جي واپار کي وڏي هٿي آئي.

حالت ڪانئن ڪمپنيءَ جو پهريون چيئرمين، رالي برادرس جي ڪانٽن ڊپارٽمينٽ جو مئنيجر، مسٽر پالاس ٿيو. ڪمپنيءَ ۾ ٻي، ديسي واپارين مان، ڀائي ايسرداس ورلدمل، لالا ترنجن پرساد، ڀائي ڪمالال گوپال وال، ڀائي الدياڻي اوڏوجي ۾ ٻيا هئا. اها ڪمپني پنج سال ڪم ڪندي رهي. ڪمپنيءَ کي قائدي قانون جي لحاظ کان ڪا پڪتي ڪانه هئي. پر، ڪمپنيءَ جي محنت ۽ ايمانداريءَ اهڙو هٿي هند ڪيو، جو واپارين ۾ سندس وڏي مڃتا ٿي. ڪمپنيءَ پاران ٺهيا ڪمل رواج ۽ واپار جا نمونا، واپارين کي ايتري قدر پسند پيا، جو ڪمپنيءَ جي واپار ۾ ڪنهن به قسم جي اٽڪ نه پوڻ لڳي. ڪمپنيءَ جي سچائيءَ ۽ محنت جو، لٺ اهو نتيجو نڪتو، جو اها ڪمپني بدلجي هڪ وڏي انسوسيئيشن ٿي، جا هن وقت، دنيا ۾، ڪپهه جي واپار جي مکيه سنسٿائن مان هڪ ليکجڻ ۾ ٿي اچي.

سنه ١٩٣٣ع ۾، حالت ڪانئن ڪمپنيءَ، انڊين مرچنٽس انسوسيئيشن ۽ چيمبر آف ڪامرس کي صلاح ڏني، ته جئن ته ڪپهه جو واپار گهڻو وڏي ويو آهي ۽ ڏينهون ڏينهن وڌندو آهي، تنهنڪري نهايت ضروري آهي ته ڪپهه جي واپار لاءِ، هڪ جدا انسوسيئيشن ٺاهيا ڪئي وڃي. اها صلاح

# ڪراچي ڪاٽن ائسوسئيشن

سن ١٩٢٦ع تائين، ڪراچيءَ جي ڪپهه مارڪيٽ ۾ ڪپهه جي خريد ۽ وڪرو، واپارين وچ ۾ پنهنجن جدا جدا شرطن تي ڪرڻ ۾ ايندو هو. يعني ڪپهه جي خريديءَ جو هڪ ڪاٻالو ڪواءِ هوندو هو. رالي برادرس آفيس کي پنهنجو ڪاٻالو هوندو هو، ته والڪرٽ آفيس کي پنهنجو. ڪراچي شهر ۾، جڏهن وڌيڪ ولائتي ڪمپنيون ۽ ٻيئي وارن جون ٻيون آفيسون کلنديون ويون، تڏهن محسوس ٿيڻ لڳو، ته ڪپهه جي واپار لاءِ، ڪو خاص هڪ اصولي جو ڪاٻالو هئڻ گهرجي، جو ٻنهي ڌرين وڪوال ۽ خريدار کي پسند پوي. اهو خيال ٻڻ زور وٺڻ لڳو، ته ڪپهه جي واپار ۾ سڌارا اچڻ گهرجن.

انهي ڏس ۾، انڊين سينٽرل ڪاٽن ڪاميٽيءَ جي سفارش تي، ڪراچي انڊين مرچنٽس ائسوسئيشن ۽ ڪراچي چيمبر آف ڪامرس (گورن جي واپاري جماعت) جي عيوضين جو هڪ گڏيل ميٽنگ ڪوٺايو ويو. اهو ميٽنگ ٢٤ آگسٽ ١٩٢٦ع تي ٿيو. ميٽنگ ۾، هڪ جائنٽ ڪاٽن ڪاميٽي ٺاهي ويئي، جنهن ۾ هر هڪ سنستا جا اڌ عيوضي آندا ويا. جائنٽ ڪاٽن ڪاميٽيءَ، محنت ۽ ايمانداريءَ سان ڪم ورتي، هڪ ڪپهه جو ڪاٻالو (ڪاٽن ڪانٽرڪٽ) ٺاهيو. انهي بعد، ٻيو به هڪ عملي ۽ ڪارائتو قدم کنيو. ڪپهه جا اصول لڳايا، هڪ سٽينڊرڊ قائم ڪيائون، يعني ڪپهه جا درجا مقرر ڪيائون. ڦلاڻي درجي جي ڪپهه پاس ڪلاس، ڦلاڻي درجي جي هڪ ڪلاس مٿي پاس ۽ ڦلاڻي درجي جي ا

(ڪاٽن جننگ فئڪٽريون) برپا ٿيا. هڪ ڪارخانو سيٺ ڪيمچند ايسرداس راٺيپور ڪمپني واري جي ڀاڱيدار سندس گماشتي ڀائي ڪلومل ڀڄي مل ۽ ٻيو، سيٺ سالولداس ڏاسي مل ڀاڱيدار سندس گماشتي ڀائي ڪندي مل عالمچند شروع ڪيا. ٻئي سال، سنه ۱۸۸۴ع ۾، سيٺ وشنداس لڇالچند، مالڇهوءَ ۾، ڪاٽن جننگ فئڪٽري وڌي. انهي بعد، هر سال، هڪ ٻه نيون فئڪٽريون ٻوڻ لڳيون. ديسي واپارين کان سواءِ، ولائتي ڪمپنين جهڙوڪ رالي برادرس، والڪرٽ برادرس، ۽ امپي ڪمپنيءَ پاران به سنڌ ۾ جننگ فئڪٽريون ٻرسون هستيءَ ۾ آيون. سنڌ جا، ڪپهه جا مشهور سنڌي واپاري هي هئا:

سيٺ وشنداس لڇالچند (حيدرآباد)، سيٺ آسنداس ڪندومل ۽ سيٺ مگهن مل واڌومل (ٽنڊو آدم)، سيٺ مداداس عالمچند (نواب شاهه)، سيٺ اڌومل ڇڄتراءِ (ٽنڊو جام)، سيٺ رامچند ماڇي مل ۽ سيٺ پهلومل مولسرام (ميرپور خاص). پاڪستان کان پوءِ، سيٺ پهلومل مولسرام، سيٺ رامچند ماڇي مل (ميرپور خاص)، سيٺ سنگومل آسومل (ٽنڊو آدم)، ۽ سيٺ وشنداس لڇالچند جا پوٽا، سيٺ سڪندر (حيدرآباد) ۽ سيٺ اڇمڻداس (سامارو) ڪارخانا هلائين پيا.

اوائل ۾، سنڌ ۾ فقط ڪپهه، ٽاٽ جون الڳيون هولڊيون هيون. وڏن لڳن کي جاپي لنڊي ڪرڻ لاءِ پريسون ڪونه هولڊيون هيون. تنهن ڪپهه جا لڳ، ڪارخانن مان الن ئي ڪڍي، ريلوي اسٽيشن تي ايندا هئا

# ڪراچي ڪاٽن ائسوسيئيشن

سنڌ ديس، ڪپهه جي پوک ۾ اياڻ کان هاڪارو
آهي. موهن جي دڙي واري زماني ۾ به، سنڌ ۾ ڪپهه
جي پيداش ٿيندي هئي. نه فقط ڪپهه پيدا ٿيندي هئي،
بلڪ ناهوڪو سوٽي ڪپڙو به سنڌ ۾ ٺهندو هو. اهو
دؤر، ڪلهوڙن ۽ ميرن واري زماني تائين به هلندو رهيو.
ارڙهن تي ڪپهه ٽڙندي هئي، ۽ گهرن ۾ چرخن وسيلي
سٽ ڪتيو ويندو هو. ڪوري اڏاڻن تي ڪپڙو اڻيندا
هئا. ٺٽي جون لونگيون، نصرپور جا کيس، خالوت جون
گرهيون ۽ سوسيون، اٽڪ، بناوت ۽ رنگن سبب هاڪاريون
هونديون هيون. انهن جو ڪاپڙ، سنڌ کان ٻاهر، ڪڇ
ڪاٺياوار، گجرات، پنجاب، ايران ۽ عربستان ۾ پڻ ٿيندو هو.
انهيءَ لاءِ، سنڌ جي سموري ڪپهه پوري نه پوندي
هئي ۽ ٻاهران پڻ گهرائي ويندي هئي. رڪارڊ آهي ته
سنه ١٨٣٨ع ۾، گجرات کان، ٣٧٥٠٠ رپين جي ڪپهه جي
ڪراچيءَ ۾ آمدني ٿي.

انگريزن جي حڪومت بعد، واهن جي سرشتي ۾ سڌارا
آندا ويا. نوان واهه به کوٽايا ويا. ۽ زمين جي آباديءَ ۾
سڌارا ۽ واڌارا ٿيا. نتيجو اهو ٿيو، جو اناج ۽ ڪپهه جي
پيداش ۾ سال به سال، واڌارو ٿيڻ لڳو.

سنه ١٨٨٣ع ۾، ٺٽي آدم ۾، ڪپهه ڪاٽڻ جا به ڪارخانا

واپار جي واڌ ۾ وڏي اڻ ۽ روڪ ثابت ٿئي. انهيءَ
جو نتيجو اهو ٿو ٿئي، جو ملڪ جا آرٿڪ سڌارا پٺتي ٿا
پئجي وڃن.

”مان اميد ٿو ڪريان، ته پاڪستان حڪومت، ملڪ
جي ڏاڍي، واپار ۽ ڪارخانن جي ڏس ۾، ڪي اهڙن
قاعدا ۽ قانون يا ڪجهه اهڙي پاليسي عمل ۾ آڻي ته، واپاري
طبقي سان اڳواٽ صلاح ڪرڻ جي ضرورت ۽ اهميت
کي نظر انداز نه ڪندي. اهو ڄاڻي خوشي ٿي ٿئي،
ته حڪومت پاران، انهيءَ ڏس ۾، عملي قدم کنيو ويو
آهي، جو عملدارن ۽ غير عملدارن (جنهن ۾ واپاري طبقي
جا عيوضي به هوندا) جي هڪ ڪاميٽي قائم ڪرڻ جي
تجويز رکي آهي، جا سيلس ٽئڪس جي بناوت، انتظام ۽
عمل جي نقصان جو اپاس ڪري، رپورٽ پيش ڪندي.
انهيءَ ڏس ۾، هن منزل تي، حڪومت کي اهو ياد ڏيارڻ
چاهيندس، ته انڪم ٽئڪس ٽربيونل وانگر، هڪ سيلس
ٽئڪس ٽربيونل به مقرر ڪيو وڃي. ٽربيونل تي، وڏو حصو
مکيه واپاري جماعتن ۽ ائسوسيئيشنن جا عيوضي هجن. اهڙو
ٽربيونل، هيٺين ڏيڻ — سيلس ٽئڪس اختياري وارن ۽
سيلس ٽئڪس ڀريندڙن لاءِ ڪارائتو ثابت ٿيندو.

”حڪومت پاران، هڪ ٻيو به، هڪ سهڻو قدم کنيو ويو
آهي، جو هڪ ”ٽئرف بورڊ“ هئڻ ۾ آندو ويو آهي.
ملڪ جي ڪارخانن ۾، وڏيڪ موڙيءَ جي سيڙپ کي
همٿائڻ ۽ هٿي ڏيڻ لاءِ ڪيترا اپاءَ ورتا وڃن ۽ قدم
کنيا وڃن، اهو ٽئرف بورڊ جو مکيه ڪم ٿيندو“

بورڊ" اُڀرندڙ تيل واري ملڪ سان، سٽيءَ جي اڳهن کي ٽڪاءُ ملي سگهندو ۽ پيدا تيل مصيبت کي ٽاريو ويندو.

"ملڪ جي مالي وسعت کان ضروري آهي، ته آمدنيءَ ۽ روانگيءَ تي ڪجهه ضابطو رهي، جو "ٽريڊ بئلنس" جي خبرداري رهندي اچي ۽ آر تڪ حالت کي قائم رکڻ لاءِ "ڪمايل ڏاريو سڪو" به بچائي سگهجي. ڏٺو هوندي به، اسين چوڻ کان رهي نٿا سگهون، ته هن وقت، ملڪ جي آمدنيءَ واري پاليسي، هلندڙ پاليسيءَ کان وڌيڪ آزاد هئڻ گهرجي ۽ ڪيترين ساريون شين "اوپن جنرل لائسنس" هيٺ آڻڻ کپن. ائين ڪرڻ سان، شين جا اگهه ڪرندا ۽ گهٽ رهندا. ۽ عوام، سڪي جي قيمت نه گهٽائڻ واري پاليسيءَ جو فائدو، حاصل ڪري سگهندو.

"اسان سڀني کي ڄاڻ آهي، ته اناج جي لحاظ کان، پاڪستان واڌاري وارو ملڪ آهي. اهو واڌارو ايتري قدر آهي، جو اناج جي ايڪال لاءِ ڌارين ملڪن ۾ مارڪيٽ ڳولڻ جون ڪوششون جاري آهن. ڏٺو ڪالسواءِ، ڪپهه ۽ سٽيءَ جي پيداوار گهٽائي، اناج پيدا ڪيو ويو آهي. اهو حقيقتن هوندي به، ملڪ ۾ راشننگ ۽ ڪنٽرول سرشتو قائم آهي. اهڙيءَ حالت لاءِ ڪي به واجبي سبب ڏسڻ ۾ نٿا اچن. اهڙا قدم، انهن ملڪن لاءِ ضروري آهن، جي اناج جي لحاظ کان کوٽ وارا آهن. پاڪستان جو واپاري طبقو حڪومت جي اختيار ڪيل راشننگ ۽ ڪنٽرول پاليسي هرگز پسند نٿو ڪري. انهي روش ۾، واپاري طبقو بلڪل صحيح آهي، ڇاڪاڻ جو، ڪنٽرول سرشتو، آزاد

نٽيون ميسر ٿيـن. سڪي جي قيمت نه گهٽائڻ سان،
اهين ٿي سمجهيو ويو، ته پاڪستان جي عوام کي اوس فائدو
رسندو. پر، اهين نه ٿيو آهـي. بلڪل گهٽ ۾ قدر،
ٻاڪي ٻازارن ۾ شين جا اگهه گهٽيا ئي ڪو نه آهن. اهڙن
حالتن جي اثر سبب، ڏيهي شين جي اگهن ۾ به ڪا ڪمي
ڪانه ٿي آهي. رپئي جـي قيمت ۾، بازار ۾ جيڪي
ميسر ٿـي سگهي ٿـو، تنهن مان ظاهر ٿيو پيو، ته
پاڪستان جو "وڏو" رپيو ڪيڏو نه ننڍو ٿي پيو آهي.
جي طاقتون، حڪومت جي مٿا سٿا واري پاليسيءَ کي،
اهڙيءَ ريت ناڪامياب بڻائڻ لاءِ ڪمر ڪشي ڪيون آهن،
تن لي قانوني جي ڪاروائي ڪرڻ گهرجي. حڪومت کي
ڏسڻ گهرجي، ته سڪي جي قيمت ساڳي رکڻ سبب،
جو جرأت ڀريو قـدم کنيل آهـي، تنهن کي هرگـز
شڪست نه رسي.

"اهو ڄاڻي خوشي ٿي ٿئي، ته مرڪزي اسيمبليءَ ۾،
وچولي درجي وارن جو خيال ڪندي، ملڪ جي آرٿڪ
واڌاري جو پڻ ويچار رکيو ويو آهـي. وڏن ڪارخانن
برپا ڪندڙن کي "سپر ٽئڪس" ۽ "ڪئپيٽل گين ٽئڪس"
کان ڇوٽڪو ڏنو ويو آهـي. اسان جو ديس، اڃا ۾،
اڳتي واڌاري وارو ملڪ آهي. جيڪڏهن زمين کي وڌيڪ
ڪارائتي ڪرڻ لاءِ وسيلا گڏ ڪيا وڃـن ۽ ملڪ جي
اپت جو وڏو حصو ٻاهر ڪاٽي طرف خرچ نه ٿي وڃي،
ته ڪيترا ملڪ، هوند پاڪستان سان ريس ڪرڻ لڳن.
دنيا ۾، ڪيا ڪي ٻه اهـڙا ملڪ ڪونهن، جي پنهنجي

”اڄ ڪلهه، اها حالت ٿي پئي آهي، جو هندستان پنهنجي هلندڙ سڪي جي قيمت گهٽائي آهي ۽ پاڪستان پنهنجي هلندڙ سڪي جي قيمت اڳوڻي ۽ ساڳي رکي آهي. ٻئي ملڪ، پنهنجن ضرورتن لاءِ، هيلتائين، هڪ ٻئي تي آڌار رکندا هئا، تن جي وچ ۾ واپاري گهوٽالو پيدا ٿي چڪو آهي. اهڙيءَ پيدا ٿيل حالت، ٻنهي ديسن ۽ سندن عوام کي مصيبت ۾ وڌو آهي ۽ معمولي نقصان هيٺ آندو آهي. ٻئي ملڪ، اهڙيءَ اهڙيءَ سان، هڪ ٻئي کان هٽندا ۽ دور ٿيندا وڃن، سا حالت ٻنهي لاءِ گهاتڪ آهي. سمجهه ۽ نيڪ نيتيءَ کان ڪم وٺي، ڪمشتي اختيار ڪري، ٻئي ملڪ هڪ ٻئي جي ڏکن ۽ سکن ۾ همدرد ۽ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ، عوام جي بهتريءَ ۽ واڌاري جي ڏس ۾ اهي نتيجا حاصل ڪري ٿا سگهن، جو دنيا جي سڌريل ملڪن ۾ هڪ مثال پيدا ڪري ٿا سگهن.

”گذريل ٽن سالن کان، پاڪستان جي حڪومت هر سال، بجيٽ واري تجويز ٺيندي رهي آهي. هاڻوڪي ٽئين بجيٽ ۾ هڪ ڪروڙ اسوي لک جي کوٽ جي پورائي، عيش عشرت وارين شين تي ٽئڪس وجهڻ ذريعان ڪئي وئي آهي. اهي قدم ٺيڪ، ڪو به اثر نه ٿيندو، ته، اهڙن ٽئڪس وجهڻ لاءِ، اها حقيقت پيش ڪئي ٿي وڃي، ته پاڪستان جي سڪي جي قيمت نه گهٽائڻ سبب، اهي شيون پاڪستان ۾ سستيون ملي رهيون آهن. حقيقت اها آهي، ته اهي شيون، مثال طور جي اون اڳهين ٿي

نئين ميسر ٿيڻ. سڪي جي قيمت ۾ گهٽائڻ سان،
انهن تي سمجهيو ويو، ته پاڪستان جي عوام کي اوس فائدو
رسندو. پر، ائين نه ٿيو آهي. بلڪل گهٽي قدر،
رلڪي بازارن ۾ شين جا اگهه گهٽيا ئي ڪو نه آهن. انهن
حالتن جي اثر سبب، ديسي شين جي اگهن ۾ به ڪا ڪمي
ڪا نه ٿي آهي. رپئي جي قيمت ۾، بازار ۾ جهڪي
ميسر ٿي سگهي ٿو، تنهن مان ظاهر ٿيو پوي، ته
پاڪستان جو "وڏو" رپيو ڪيڏو نه ننڍو ٿي پيو آهي.
جي طاقتون، حڪومت جي مٿا سٽا واري پاليسيءَ کي،
اهڙيءَ ريت ناڪامياب بڻائڻ لاءِ ڪمر ڪشي بيٺيون آهن،
تن لئي قائدي جي ڪاروائي ڪرڻ گهرجي. حڪومت کي
ڏسڻ گهرجي، ته سڪي جي قيمت ساڳي رکڻ سبب،
جو جرئت ڀريو قدم کنيل آهي، تنهن کي هرگز
شڪست نه رسي.

"اهو ڄاڻي خوشي ٿي ٿئي، ته مرڪزي انجمن ۾،
وچولي درجي وارن جو خيال ڪندي، ملڪ جي آرٿڪ
واپاري جو پڻ ويچار رکيو ويو آهي. وڏن ڪارخانن
پيدا ڪندڙن کي "سپر ٽيڪس" ۽ "ڪمپني گين ٽيڪس"
کان ڇوٽڪو ڏنو ويو آهي. اسان جو ديس، اڄ ۾،
اڳتي واپاري وارو ملڪ آهي. جڏهن زمين کي وڌيڪ
ڪارائتي ڪرڻ لاءِ وسيلا گڏ ڪيا وڃن ۽ ملڪ جي
آمدني جو وڏو حصو بچاءُ کاتي طرف خرچ نه ٿي وڃي،
ته ڪيترا ملڪ، هوند پاڪستان سان ريس ڪرڻ لڳن.
دنيا ۾، ٿيا ڪي به اهڙا ملڪ ڪونهن، جي ڀيٽجي

"اڄ ڏسو، اها حالت نه رهي آهي، جو هندستان پهرين هندي سڪي جي قيمت گهٽائي آهي ۽ پاڪستان پهرين هندي سڪي جي قيمت اڳوڻي ۽ ساڳي رکي آهي. هن ملڪ، پهرين ضرورتن لاءِ، هندستان، هڪ ٻئي تي آڌار رکندا هئا، ان جي وچ ۾ واپاري گهوٽالو پيدا ٿي چڪو آهي. اهڙيءَ پيدا ٿيل حالت، ٻنهي ديس ۽ سندن عوام کي مصيبت ۾ وڌو آهي ۽ مولسمار نقصان هيٺ آندو آهي. هن ملڪ، اهڙيءَ طرح سان، هڪ ٻئي کان هٽندا ۽ دور ٿيندا وڃن، سا حالت ٻنهي لاءِ گهاتڪ آهي. سمجهه ۽ ليڪ ليڪيءَ کان ڪم وٺي، ڪمشتي اختيار ڪري، هن ملڪ هڪ ٻئي جي ڏکن ۽ سکن ۾ همدرد ۽ ڀائيواري بڻجي، عوام جي آسودگيءَ ۽ واڌاري جي ڏس ۾ اهي نتيجا حاصل ڪري ٿا سگهن، جو دنيا جي سڀني ملڪن ۾ هڪ مثال پيدا ڪري ٿا سگهن.

"گذريل ٻن سالن کان، پاڪستان جي حڪومت، هر سال، بجيٽ واري تجويز پيش ڪندي رهي آهي. هندستاني نوٽن جي قيمت ۾ هڪ ڪروڙ اسوي لکن جي کوٽ جي پوراءِ، عيش عشرت وارن شين تي ٽئڪس وجهڻ دوارا ڪئي ويئي آهي. اهي قدم ته، ڪو نه اوهو ٿيندو. پر، انهن ٽئڪس وجهڻ لاءِ، اها حجت پيش ڪئي ٿي وڃي، ته پاڪستان جي سڪي جي قيمت نه گهٽائڻ سبب، اهي شيون پاڪستان ۾ سستيون ملي رهيون آهن. حقيقت اها آهي، ته اهي شيون، [illegible] جي اون اڳهن تي

شڪرانا ادا ڪريان، جو مون ۾ اعتقاد ڌاري، لاڳيتي ٻٽي سال لاءِ ٻه، ملڪي ٻراٺ امت چونڊيو ويو. مان، اوهان کي خاطري ٿو ڏيان، ته پنهنجي عهديداريءَ واري عرصي ۾، ائسوسئيشن جي ڀلائيءَ ۽ واڌاري لاءِ جيتري قدر ممڪن ٿي سگهندو، اوتري ڪوشش ورتي ايندم، ۽ جو وشواس مون ۾ ڌريو ويو هو، تنهن لاءِ لائق ٿيڻ جو ادم ڪندو ائم.

”اسان جو ڏيان، سڀ کان اڳ، بنگال جي ٻنهي پاسن ۽ هندستان جي ڪن حصن ۾ تيل جا تيوار جهگڙن ۽ فسادن طرف ٿو ڇڪجي وڃي. هر ڪو سمجهدار انسان، انهن ڏکدائڪ واقعن کي زوردار لفظن ۾ ننديڻ کان سواءِ رهي نه سگهندو. اهو جا تيوار فرقي بازيءَ جو پوت، ٻنهي ديسن جي سڌاري ۽ واڌاري واريءَ وات ۾، وڏي اٽڪ ثابت ٿيو آهي.

”انهي مصيبت کي دٻائڻ ۽ ضابطي ۾ رکڻ لاءِ، وڏي طاقت خرچ ٿي رهي آهي. جيڪڏهن، اها خرچ ڪم ڪئي، ڪهڙن ڪارائتي ۽ ڪارگر ڏس ۾ صرف ڪئي وڃي ها، ۽ ٻئي ملڪ، پنهنجن گڏيل مسئلن کي يڪمشتيءَ سان منهن ڏيڻ لڳن ها، ته هند-پاڪ زمين جي جنتا جي حالت نهايت بهتر ٿئي ها، جهڙي انگريزن جي لڏي وڃڻ سان اميد رکي وئي هئي. شل، اڳوانن ۾ سمت اچي، جو هو سچائيءَ، ايڪ نيتيءَ ۽ خيرخواهيءَ کان ڪم وٺي، ٻنهي ملڪن جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ قدم کڻن.

کان بلڪل ضروري ٿو ڏسڻ ۾ اچي، ته اناج ۽ ٻين
شين تان ڪنٽرول هٽايو وڃي.

"ٻڌجڻ ۾ پيو اچي ته حڪومت ڪڻڪن جي روانگيءَ
تي بندش وجهڻ جو ارادو ڪري رهي آهي. اهو قدم،
هاڻوڪي حالتن جي نظر ۾، ملڪ لاءِ نقصانڪار ثابت
ٿيندو. ڪڻڪن جي تمام وڏي حصي جي روانگي ته ٿي
چڪي آهي. جي، هن وقت، وڌيڪ روانگيءَ تي بندش
پوندي، ته ڪڻڪن جا اگهه تيزيءَ سان ڪرڻ لڳندا؛
۽ ان جو اثر ڪپهه ۽ فصلن جي اگهن تي پوندو. جنهنڪري
ڪاشتڪارن جو ڪاروبار ۽ فصلن جي قيمت، ڪڻڪن جي
اگهن تي وڏو مدار رکن ٿا. پنهنجي ملڪ ۾، ڪڻڪن جو
ڪاڄو تمام ٿورو ٿو ٿئي. جيڪڏهن روانگي ڇوٽ نه ڪبي،
ته ڪڻڪن جو مجموعو انداز اجايو ۽ بيڪار ويندو. انهن
مشڪلاتن، ۽ انهي بعد ڪپهه جي واپار ۾ عملي تڪليفن
کي ڌيان ۾ رکي، اميد ٿي ڪجي ته ڪڻڪن جي روانگيءَ
تي ڪنهن به قسم جي روڪ نه وڌي ويندي."

* * * *

ايسوسيئيشن جي ٢٠ مارچ ١٩٤٩ع واري ساليانی عام
ميڙ ۾، سيٺ سڪندر، لاڳيتو ٻئي سال لاءِ ٿي، ايسوسيئيشن
جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. ٢٦ مارچ ١٩٥٠ع تي،
ساليانی عام ميڙ ۾ سندس صدارتي تقرير جا ڪجهه ٽڪرا
هن ريت آهن:

"اڄوڪي موقعي تي، پنهنجي تقرير شروع ڪرڻ
کان اڳ، مان ضروري ٿو سمجهان ته اوهان جا

ڌارين ملڪن تي آڌار نه رکندا سون.

"گذريل ٻن سالن جي غير رواجي ملڪي حالتن سبب،
ائسوسيئيشن جو ڪاروبار گهٽي قدر گهٽجي ويو آهي.
ڪي ڊپارٽمينٽون ڪم نه ڪري رهيون آهن. اهائي اميد
تي رکجي ٿي ته رواجي حالتون جلدئي شروع ٿيڻ لڳنديون ۽
ائسوسيئيشن جو ڪاروبار، اڳ وانگر، اهم ۽ انتظام سان،
وڏي پيماني تي هلڻ شروع ٿي ويندو.

"اساڄو ديس، ڪڻڪ، چڻن، چانورن ۽ ٻين ٻين
جي لحاظ کان واڌاري وارو ملڪ آهي. ورهاڱي کان اڳ،
جن حالتن سبب، اناج تي ڪنٽرول وڌو ويو هو، سي
هاڻ موجود ڪونهن. تنهنڪري، صلاح ڏني ٿي ويندي، ته
اناج تان سڀ ڪنٽرول لاٿا وڃن ۽ انهن کان سواءِ اناج
جي روانگي نه ڪئي وڃي. روانگيءَ تي بندش وجهڻ
جي مراد اهائي ٿيندي آهي، ته ديس مان روانگي
ايتري قدر نه ٿئي، جو ملڪ ۾ جنس اڻلڀ ٿي پوي.
سو، لائسنس ڏيارڻ واڌاري واري اناج جي روانگي، اهو
مقصد حل ڪري سگهي ٿي.

"جيڪڏهن ڪنٽرول سرشتو هٽايو وڃي، ته اناج ۽
ٻين جنسن جا اگهه، گهٽي قدر ڪري، اڄ هيٺ ايندا،
۽ نتيجو اهو ٿيندو، جو اگهه، چوٽ چڙهڻ بدران، گهٽجڻ
لڳندا. انهيءَ حالت جو اثر صنعت ۽ پورهئي جي ڪٿ
تي به پوندو ۽ اجورو گهٽجڻ لڳندو. انهن مڙني ڳالهين
جو اثر، سڀني شين جي اگهن گهٽائڻ واري رخ کي
همٿائيندو. تنهنڪري، ملڪ جي ڀلائيءَ ۽ ڀلي جي خيال

باڪل ضروري ۽ لازمي آهي، ته نيون چونڊون جلد بہ جلد ڪرايون وڃن."

* * *

انسوسئيشن جي مارچ ۱۹۴۸ع واري ساليانی عام ميڙ ۾ سيٺ سڪندر ڪي، ابو ڏنو، انسوسئيشن جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. ٻارهن مهينن بعد، انسوسئيشن جي ساليانی عام ميڙ ۾، سندس صدارتي تقرير جا ڪي ٽڪرا هي آهن:

"هن ساليانی عام ميڙ ۾، آءٌ اوهان جي آجيان ڪريان ٿو. انسوسئيشن جو نالو "انڊين مرچنٽس انسوسئيشن" مان بدلائي، "پاڪستان مرچنٽس انسوسئيشن" ڪيو ويو آهي. مونکي اميد آهي، ته نئين نالي سان بہ، انسوسئيشن جو اڳوڻو نيڪ نالوس، عزت آبرو، اثر ۽ زور قائم رهندو ايندو.

"پاڪستان کي هستيءَ ۾ آئي، هيءُ سال ٽيون آهي. اهو ڄاڻي خوشي ٿي ٿئي، ته هن سال ۾، مرڪزي بجيٽ اڪا ڪوٽ ۽ اڪا بچت واري آهي. عام لوڪن لاءِ ڪهڙيون نيون ٽيڪسون لڳائڻ ضروري نہ سمجهيو ويو آهي. غريب ۽ وچولي درجي لاءِ گهريلو مدد جو هٽ نہ گهرايو ويو آهي. ڌارين ملڪن سان واپار خاطر خواهہ رهيو آهي. سڄو عرصو، "بيلنس آف ٽريڊ" اسان جي فائدي ۾ ئي رهيو آهي. البت اها بدقسمتيءَ جي ڳالهہ آهي، جو ديس ۾ ڪارخانا گهڻا موجود نہ آهن. ٻيو، جتي، اسين نہ ٻيهون واڌارو ڪندا سون، تيستائين، پنهنجا ڪارخانا بڻا ڪندا رهندا سون. ۽ پنهنجين ضروري گهرجن لاءِ

”سنڌ جي شهرن ۾ اناج جي راشننگ وارو قدم صفا بي جاء آهي. اناج جي لحاظ کان، اسان جو پرانت واڌاري وارو آهي. تنهنڪري اناج جي راشننگ جي ڪا ضرورت ڪانهي. انهن آزمودي ثابت ڪيو آهي، ته راشننگ سبب رشوتخوري وڌي آهي ۽ عام لوڪن کي وڏيڪ آزاريو ۽ هلاڪ ڪيو ويو آهي.

”عملدارن ۾ رشوتخوريءَ جي منزل دل ڏاريندڙ حد تي پهچي چڪي آهي. اهي حالت لاء سبب گهڻا ڪا ڏکي ڳالهه نه آهي. اڳهين جو ضابطو، راشننگ، جنگ جي فنڊن ۽ قرض کٽي ڪرڻ لاء عملدارن کي وڌيڪ اختياريون سونپڻ — اهي ڳالهيون آهن، جن دواران، ننڍا وڏا آفيسر، پنهنجي اختيارن جو بيجاء فائدو وٺي، عام لوڪن کي تنگ ڪن ٿا ۽ رقمون وصول ڪن ٿا. حالتون ڏکدائڪ ۽ افسوسناڪ آهن ۽ انهن خلاف زوردار آواز ۽ اعتراض ظاهر ڪرڻ کان سواء رهي نٿو سگهجي.

”اسان جي پرانت ۾ وزارتن جون تبديليون جلد جلد ٿي رهيون آهن. اهي حالتون جيتوڻيڪ ڏکدائڪ آهن، پر اڻ ٽر آهن. گذريل چونڊون، اٽڪل او سال اڳ، ١٩٣٦ع ۾ ٿيون هيون. اسيمبليءَ جا ميمبر، وقت ۽ حالتن جي گهرجن کان اڻ واقف ۽ اڻ جاڻ ٿي ويا آهن. ووٽر، پنهنجن عيوضين جي ڪمن تي، اثرائتي ريت ۾ نظرداري ڪري نٿا سگهن. نتيجو اهو ٿيو آهي، جو وڏي تعداد ۾، خاميون ۽ خرابيون پيدا ٿي چڪيون آهن. تنهنڪري،

حڪومت کي ضرور ڪي زوردار قدم کڻڻ گهرجن.
”حڪومت جاري ڪيل اگهن جي ضابطي واري پاليسيءَ، واپار ۽ ڏيتي ليتي کي صفا در بدر ڪري ڇڏيو آهي. انهيءَ لاءِ ڪيترين ساريون بندشون وڌيون وڃن ٿيون ۽ ڪي وري واپس ورتيون وڃن ٿيون. انهيءَ ڦيرڦار گهڙبڙ روش مان، اختياريءَ وارن جي ڏکدائڪ اڻ ڄاڻائي ظاهر ٿي ٿي. ڪن، اڪا وقت جي ضرورتن ۽ گهرجن جي ڄاڻ آهي، ۽ اڪا ڪا اها سڌ اٿن، ته انهن ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ واپار ۽ ڏيتي ليتي کي ڪهڙي نه اک پر هلائڻي. اسان کي پوريءَ ريت ڄاڻ آهي، ته سنڌ ۾ اناج جي اگهن جي ضابطي ۽ اناج جي هٿ ڪرڻ وارن وسيلن، نه فقط واپارين کي، ملڪ، اناج جي پيدا ڪندڙن کي به نقصان رسايو آهي.
”ڏسڻ ۾ آيو آهي ته سنڌ سرڪار کي سڀ ڪمت واري ڳالهه اهڙي قدر دماغ ۾ ويهي ويٺي آهي، جو انهيءَ لاءِ ضد ٻڌي ويٺي آهي؛ ۽ انهيءَ ڏس ۾، ٻي ڪنهن به رٿ يا تجويز لاءِ ڌيان ڏيڻ لاءِ تيار نه آهي. انهيءَ مان صاف ظاهر آهي، ته سنڌ سرڪار، نڪو پنهنجي ۽ نڪو پنجاب جي آزمودن مان ڪو فائدو وٺڻ لاءِ تيار آهي. اسان جي اسوسيئيشن، وقت به وقت، انهيءَ پاليسيءَ جي سفارش ٿي ڪئي آهي، ته حڪومت کي اناج جي وڌ ۾ وڌ قيمت مقرر ڪرڻ گهرجي، ۽ سچي پر امن ۾ واپار کي آزاد ڪرڻ گهرجي. ۽ روانگيءَ لاءِ پرمٽون ڪڍڻ گهرجن.

جنگ بند ٿيڻ بعد به قائم رهنديون. انهيءَ مان ظاهر مراد آهي، ته انگلينڊ جي ڪارخانن ۽ واپار کي هتي ملندي رهي ۽ اسرندا رهن، باقي، اسانجا هنر ۽ اسانجو واپار پڻ جنگي ٽيڪسن هيٺ دٻيا رهن. انهيءَ جو اهو به نتيجو ٿيندو، جو انگلنڊ کان آمدني وڌندي، هڪ طرفي واپار کي هتي ملندي ۽ اسان جي جمع ٿيل اسٽرلنگ بقايا کي اڏايو ويندو. اهي سڀ امڪان آهن، جن جا اسان کي خيال ۽ خطرا ٿي رهيا آهن، ڇاڪاڻ جو، ديس ۾ ڪا قومي سرڪار موجود ڪانهي، جنهنجو ڪو هڏ ڪري ڪي ۽ جا ديس جي فائدن ۽ حقن کي خبرداريءَ ۽ خاطريءَ سان سنڀالي.

”ديس ۾ راڄنيتي گهوٽالو قائم آهي. اسان جا اڳوان جيلن ۾ ڳري رهيا آهن. ڪن ايستائين بند رکيو ٿو وڃي، جيستائين سندن ڀلائيءَ جي جوابداري کڻڻ کان حڪومت کي خطرو ٿو لڳي. اها وڏي بي انصافي آهي. فضيلت جي ڏري قطري جي لحاظ کان به، اها انهايت اڻ وڻندڙ ۽ اڻ سهائيندي ڳالهه آهي، جو قوم جي اڳوان کي، بنان ڪنهن مقدمي جي، هيڏي وڏي مدي تائين بند رکيو وڃي. حڪومت جي اهڙيءَ اڻ سهائيندي روش تي، اسين زوردار اعتراض ظاهر ڪرڻ کان رهي نٿا سگهون.

”اها بدقسمتيءَ جي ڳالهه آهي، جو سنڌ جي اندروني حصن ۾ قائدا ۽ قانون قائم ٿي نه سگهيا آهن. ڦرن ۽ ڌاڙن جو تعداد بلڪل [illegible] آهي، ۽ [illegible] ۽ مال جي سلامتي نه رهي آه [illegible] ـي بند ڪرڻ لاءِ،

ٻڌائون ۽ مصيبتون اچائون ۽ بيڪار ٿي وينداسين. "ٽين
ڏينهن" کي ايئن محسوس ڪرڻو پوندو، ته اوڪشاهي سرشتو،
ٿيندو سندن لاءِ، اوڙو ۽ اسان لاءِ چڱو ۽ ڪارائتو آهي.

"اسان هي ديس جي ڌنڌن جي ترقيءَ ۽ واڌاري کي
ضروري ڄاڻو وڃايو آهي. جنگ کان اڳ، ديس ۾، ڪي
ٿورا ڌنڌا ۽ ڪارخانا موجود ٿي هئا. جنگ سبب، ديس
۾ وڏن ڌنڌن ۽ ڪارخانن ترقي لاءِ ڪو فائدو حاصل ٿي
سگهي ها. بدقسمتيءَ سان، ائين ٿي نه سگهيو. برٽش
حڪومت وارن، انهي ڏس ۾، ڄاڻي ٻجهي رنڊڪون
وڌيون واڌيون. هندستان ۾، موٽرن جي ڪارخاني ترقي
ڪرڻ جون ڪوششون ٿيون هيون، پر انهي تجويز کي
هٿ ۾ ته اچي ماڳ، الٽو، حڪومت وارن انهيءَ لاءِ
بندش وڌي وئي.

"اسين مولاڻا ٽيڪس هيٺ ٻوڙجي رهيا آهيون.
اهي اڳ کان اوليون ڪيون وينديون آهن. هن وقت
جي ملٽري اسٽيٽ، روازيءَ کان چوٽي آهي. اسان کي
اها ٻروي حالت آهي، ته رواجي وقت ۾ به، خرچ جو
وڏو حصو ملٽري ڏس ۾ لڳايو ويندو آهي. سو، اسين
شاهي ملٽري خرچ جي ارهي عيب ٻوڙجي رهيا آهيون.

"جنگ سبب، اسان جي ديس جي اسٽرلنگ بئلنس
انگلنڊ ۾ جمع ٿي آهي. اها بئلنس، ڪهڙيءَ ريت
ڪتب ۾ آندي ويندي، تنهن لاءِ برٽش حڪومت کا
بدلائي ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿي ڏسجي. ڪليءَ ريت اشارا
ٿي رهيا آهن، ته جنگ جي وقت وارن ٽيڪسون،

اميريڪن ۽ انگريزي فوجن، گذريل جون مهني کان فرانس جي زمين تي لهي، واڌارو ڪري، ڪيترن سالن جرمنيءَ جي والاريل ملڪن کي آزاد ڪيو آهي. آثار ظاهر آهن، ته يورپ ۾ جنگ، ڪنهن به وقت اچي ختم ٿئي ۽ ڪنهن به حالت ۾، هن سال کان وڌيڪ لسم هلي. انسان ذات جي مونمار برباديءَ جي خاتمي جي اميد تي، هرڪو سامت جو ساهه پٽيندو.

”پر، اتحادي قومن پاران ظاهر ڪيل جنگ جا مقصد، اسان جي ديس لاءِ ڪا به اميد پيدا نه ٿا ڪن. اتحادي قومون، حقيقت ۾، فقط، اميريڪا، رشيا ۽ انگلنڊ ئي آهن، جن کي، عام ريت، ”ٽي وڏا“ ڪري به سڏيو وڃي ٿو. اهڙي ڪابه اميد نٿي ڏسڻ ۾ اچي، ته اسان جي ديس ۾ ڪا صحيح، حقيقي ۽ اثرائتي لوڪشاهي جوڙجڪ قائم ٿيندي. هندستان جنگ خاطر گهڻو ڪجي سٺو آهي. ديس جا ڪارخانا، زرعي ملڪيت، ڌنڌا ۽ واپار — اهي سڀ وسيلا جنگ جي ڏس ۾ ئي خرچ ڪيا ويا آهن. جنگ جي ڪوشش خاطر، عام لوڪن کي وڏي قرباني ڪرڻي پيئي آهي. ايتري قدر، جو خود سندن هستي به جوکي ۾ اچي چڪي آهي. مٿن مونمار ٽيڪسون مڙهيون ويون آهن. نه فقط ايترو، بلڪ سندن خوراڪ ۽ ڪپڙي کي به لڳ ڇڏيو ويو آهي. زندگيءَ جي ضروري گهرجن کان به کين محروم ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڏس ۾ جيترو ڇڪجي اوترو ٿورو آهي. اسان جي اهائي اميد آهي ته عام لوڪن جون

ويو. ۱۹۴۲ع ۾ "ڪئٽ انڊيا" هلچل شروع ٿي هئي.
مهاتما گانڌيءَ ۽ ڪانگريس اڳواڻن جي گرفتاريءَ تي اعتراض
ڏيکارڻ لاءِ، لالا جڳن ناٿ ٽنڊن، هرداس لالجي، روچيرام
ٿاڪرداس ۽ سيٺ سڪندر، ۹ سيپٽمبر ۱۹۴۲ع تي، ڪراچي
پورٽ ٽرسٽ تان استعيفا ڏنائون. انهيءَ بعد، ۱ اپريل ۱۹۴۵ع
تي، وري ۾، انڊين مرچنٽس ايسوسيئيشن پاران، ڪراچي پورٽ
ٽرسٽ تي سيٺ سڪندر چونڊجي ويو. اهڙيءَ ريت، ٽي ڀيرا،
ڪراچي پورٽ تي چونڊيو ويو. ٽرسٽيءَ جي حيثيت ۾،
ڪراچي بندر جي ترقيءَ ۽ واپارين جي ڀلي ۽ ڀلائي خاطر
چڱي دلچسپي ڏيکاريائين.

انڊين مرچنٽس ايسوسيئيشن، ڪيترن سرڪاري سنستائن
تي، هر سال، عيوضي چونڊي موڪليندي هئي. سيٺ
سڪندر، ايسوسيئيشن پاران عيوضي چونڊجي، سنڌ ڪاٽن
ڪاميٽيءَ، سنڌ پراونشل مارڪيٽنگ بورڊ ۽ سنڌ پراونشل
ٽرانسپورٽ اٿارٽيءَ تي، سالاني ڪي سال، ميمبر ٿي رهيو.

سيٺ سڪندر، سن ۱۹۴۴ع ۾، انڊين مرچنٽس ايسوسيئيشن
جو پريزيڊنٽ ٻئي دفعي ۾ بلامقابلو چونڊيو ويو. ايسوسيئيشن جي،
ساليانيءَ عام ميڙ ۾، ۱۸ مارچ ۱۹۴۵ع تي، جا صدارتي
تقرير ڪيائين، سا مختصر ۾ هن ريت آهي:

"بين الاقوامي واقعن جي لحاظ کان، گذريل سال اهميت
۾ ڀريو آهي. جرمنيءَ جي اڳرائيءَ تي نه فقط ڦاٽو جاري
آهي، ڪي اتحادي قومن پاران واڌارو ٻڌل ٿي رهيو آهي.
روسي لشڪر، اوڀر جرمني پاسي کان وڌي، برلن کان
ڪجهه ميلن جي مفاصلي تي اچي پهتو آهي. اولهه طرف کان،

اڄ ڏينهن تائين، سڀئي پاڪستان اندر، پيا سڀ پنهنجا
پنهنجن جاين تي موجود آهن، پر مهاتما گانڌيءَ جو پتلو،
ساڳئي جاءِ تي لڳايو ڪونه ويو آهي.

* * *

سنه ١٩٠٢ع کان ١٩٤٦ع تائين، جي صاحب، انسوسيئيشن
جا پرزيڊنٽ ٿي رهيا ۽ ڪراچي شهر جي اڳاٽي واپاري
سلسلا جي رهنمائي ڪيائون، سي هئا: سيٺ يوسف علي
عليڀائي ڪريمجي علوي، سيٺ گدومل ليکراج پوجواڻي،
سيٺ سوڀراج چمنومل، لالا جسونتراءِ چورامڻي، سيٺ
شورتن موهاٽا، اي. ٽي. اڪر، لالجي مهروترا، چيلارام
شيوارام، ايسرداس ورلدمل ۽ سيٺ سڪديو.

پاڪستان بعد، انسوسيئيشن جا پرزيڊنٽ هي ٿيا:
سيٺ سڪديو، احمد اي. ايڇ. جافر ۽ قاسم دادا. سنه
١٩٤٨ع کان، انڊين مرچنٽس انسوسيئيشن جو نالو بدلائي،
پاڪستان مرچنٽس انسوسيئيشن ڪيو ويو آهي.

انسوسيئيشن پاران، ڪراچي پورٽ ٽرسٽ تي، وقت به
وقت، جي عيوضي چونڊيا ويا، سي هي آهن: سيٺ
هرچندراءِ وشنداس، آر. ڪي. سڌوا، لالا جگن ناٿ آڏواڻي،
مدوپائي ڏونگرسي، اوڪامل چيلارام، چيلارام شيوارام،
ايسرداس ورلدمل ۽ سيٺ سڪديو.

سيٺ سڪديو، انڊين مرچنٽس انسوسيئيشن پاران،
ڪراچي پورٽ ٽرسٽ تي، ١ اپريل ١٩٣٩ع کان عيوضي
چونڊيو ويو. پورٽ ٽرسٽ جو عهدو ٽن سالن جو هوندو
هو. اپريل ١٩٤١ع ۾، ٻيو دفعو به، پورٽ ٽرسٽي چونڊيو

آنرېبل مسٽر آف الڊبرو مهرباني فرمائي ٻڌائيندو ته :

(الف) مهاتما گانڌيءَ جو پٽ، جو جيف ڪورٽ جي ائڊوان لڳل هو، سو ڪهڙيءَ تاريخ کان پهچڻ جاءِ تان ڪريو هو؟

(ب) اها حقيقت آهي، ته اهو پٽ، ضروري مرمت خاطر، ڪراچي موزم، فراٽو هال ڏانهن ڪڍيو ويو هو؟

(ب) جا پٽلي جي مرمت تي چڪي آهي؟

(پ) جيڪڏهن (ب) جو جواب "ها" ۾ آهي، ته حڪومت پاران، اهي پٽلي کي ساڳئي جاءِ تي لڳائڻ جو ارادو ڪڏهن ڪيو ويو آهي؟

(ت) جيڪڏهن (ب) جو جواب انڪار ۾ آهي، ته اهي ڏس ۾ هيتري ساري دير ڇو تي آهي؟ ٻڌايو ويندو،

متين سوالن جا، حڪومت پاران جواب، هن ريت ڏنا ويا :

(الف) مسٽر گانڌيءَ جو پٽ، ٢١ مارچ ١٩٥٠ع تي ڪريل حالت ۾ ڏٺو ويو.

(ب) ها.

(ب) ها.

(پ) پاڪستان ۾ سڀني پٽلن جي لڳائيءَ جو عام سوال حڪومت جي ويچار هيٺ آهي. اهي ڏس ۾ جيڪو فيصلو ڪيو ويندو، سو مهاتما گانڌيءَ جي پٽلي سان لڳايو ويندو.

(ت) سوال اٿي ٿو.

مارچ ١٩٤٣ع ۾، انڊين مرچنٽس ائسوسئيشن پاران فيصلو ٿيو ته مهاتما گانڌي جو سنهو پتلو، سنگمرمر جو ٺهيل، ائسوسئيشن بلڊنگ ۾ لڳايو وڃي. انهيءَ بعد، اهو خيال بدلائي، فيصلو ڪيو ويو، ته پتلو برانز ڌاتوءَ جو ٺهرايو وڃي ۽ شهر جي ڪنهن مکيه مرڪز ۾، کاهل هنڌ تي لڳايو وڃي، جتي ڏينهن جا ٢٤ ڪلاڪ پبلڪ جي ڏسڻ لاءِ کاهل رهي. آخر فيصلو ڪيو ويو، ته چيف ڪورٽ جي اڳيان، گول چوڪ جي وچ ۾ لڳايو وڃي. انهيءَ ڏس ۾، ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي اختياري وارن کي ڏنو ويو. ڪراچي ميونسپالٽيءَ، انهيءَ هنڌ تي پتلي لڳائڻ جي منظوري ڏني ۽ پتلي جي سموري سار سنڀال لهڻ جي ذميواري پڻ پاڻ تي کنئي.

پتلي کولڻ جو مهورت، ١٤ سيپٽمبر ١٩٤٦ع تي، ڊاڪٽر سر سروپلي راڌا ڪرشنن، انهيءَ وقت جي، بنارس هندو يونيورسٽي جي وائيس چانسلر صاحب ڪيو. ڊاڪٽر راڌا ڪرشنن، هن وقت، هندستان جو اپ راشٽرپتي آهي.

مهاتما گانڌيءَ جو پتلو، پاڪستان ٿيڻ بعد ۾، چيف ڪورٽ اڳيان قائم هو. ڪراچي ائڊمنسٽريشن جي پريس نوٽ موجب، مهاتما گانڌيءَ جو پتلو، ٢١ مارچ ١٩٥٠ع جي صبح جو زمين تي ڪريل ۽ ضربيل حالت ۾ ڏٺو ويو. ترائي ۾ ڇاٽايو ويو هو، ته پتلي جي مرمت ڪرائي، ٻڌان ڪنهن دير جي، ساڳئي جاءِ تي لڳايو ويندو. ٻارهن مهينا ٿري ويا، پر پتلو لڳايو نه ويو. سن ١٩٥١ع ۾ پاڪستان پارليامينٽ ۾، انهيءَ ڏس ۾، سيٺ سکديو ڌنجان سوال پڇيا:

ڏينهن، وڌي رهي هئي. سکر براج تجويز جي پوريءَ
رٿ عمل ۾ اچڻ بعد، جنهن جي پيداش ۾ وڌيڪ
واڌارو ٿي جلد اچڻو هو. انهن حالتن سبب، واپاري مرڪزن
۾ بلڪل ضروري سمجهيو ويو، ته واپاري وسيلن کي
ائين ڊاگ ني آڻي، حاضري ۽ واعدي جون بازارون
پڪي ۽ پڪي انتظام هيٺ آنديون وڃن. انهيءَ لاءِ،
ائسوسيئيشن پاران، مارچ ١٩٣٠ع کان، واعدي جي واپار
۾ گهر پهچائڻ (Ringing) جو سرشتو عمل ۾ آندو ويو.
انهي رواج سبب، واپارين کي جوکو گهٽ ٿيڻ لڳو. هن
سرشتي بعد، ائسوسيئيشن اندر، هڪ جدا "پروڊيوس
ڊپارٽمينٽ" ٻـرپا ڪئي ويئي، جنهن ۾، فقط، اناج،
تيلي ٻج ۽ ڇٽن جي واپار تي ڌيان ڏنو ويو. سن ١٩٣٥ع
۾، پروڊيوس ڊپارٽمينٽ پاران "ڪليئرنگ هائوس"
کوليو ويو، جتي، هر مهيني ۾، ٻه دفعا ڪليئرنگ ٿيندو
هو ۽ اگهن جي گهٽ وڌيءَ پٽاندر، واپاري هڪ ٻئي سان
پئسن جي ڏي وٺ ڪندا هئا. ڪليئرنگ سبب،
واپارين لئي، واپار جو جوکم گهٽ ٿيندو رهيو.
انهن سڌارن ۽ عملي قدمن سبب، واپار وڌندو رهيو. اناج
جي واپار ۾ وڌيڪ آزادگي آڻڻ لاءِ، ضروري سمجهيو ويو ته
هڪ قسم جا ڪاپـالا هجن، جئن ڪپهه جي واپار ۾ ٿيڻ لڳو
هو. ڪپهه جي واپـار لاءِ جئن جائنٽ ڪاٽن ڪاميٽي مقرر
ٿـيل هئي، تئن انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن ۽ چيمبر آف
ڪامرس پاران، هڪ گڏيل ڪاميٽي، "جائنٽ گرام اينڊ سيڊ
ڪاميٽي" نالي سان ٺاهي وئي. انهيءَ ڪاميٽيءَ، واعدي جي

ويو. انهيءَ بعد، ڏاڏي کي پنهنجي پاڻي لسي آڻڻ لاءِ،
سڌارا عمل ۾ آندا ويا. اڄ، ليلي اچن ۽ ڪوهه جي
واپار کي ايسوسيئيشن جي ضابطي هيٺ آندو ويو، تنهن
ڪاپالا لاڳو ڪيا ويا ۽ اهو سرشتو عمل ۾ آندو ويو. تنهن
ڪاپالن ۾ اماڻت جو اثر وڌو ويو، جنهن موجب،
معاملن جي وچ تڪرار جي حالت ۾، ايسوسيئيشن جي
ميمبرن مان امين مقرر ٿي، سندن فيصلو ڪندا. انهي
سڌاري ڪري سوڌو لنهجو اهو ٿيو، جو ڪيترا سارا تڪرار
۽ اڻبرا، ڪورٽ ۾ وڃڻ کان سواءِ، پاڻ ۾ فيصل ٿيڻ لڳا.
سنه ١٩٢٥ع ۾، واپار جي اوسر ۽ ترقيءَ لاءِ ضروري
سمجهيو ويو، ته ڪپهه جي سودي واپار لاءِ، هڪ قسم
جي ڪاپالي جو سرشتو عمل ۾ اچڻ گهرجي. هن کان اڳ،
يوروپي ۽ هندي سودن ٻنهي جا جدا جدا ڪاپالا لاڳو ٿيندا
هون. انهن موجب انهن ايسوسيئيشن جي تجويز تي فيصلو
ٿيو ته ايسوسيئيشن ۽ ڪراچي چيمبر آف ڪامرس جي عيوضين
جي هڪ گڏيل ڪاميٽي ٺاهي وڃي، جا ڪپهه جي واپار
۾ سڌارا آڻي. ڪاميٽي ٺاهي وئي، جنهن کي جالنٽ
ڪاٽن ڪاميٽي سڏيو ويو. ڪاميٽيءَ جي ڪوشش، ڪپهه
جي واپار کي انهي منزل تي آندو، جو سينڌي ڏاڍن کي
هڪڙو حق حاصل ٿيا. ڪاميٽيءَ جي مستقل طور هيڊ
ڪيو. ايئن انهي منزل آئي، جو جالنٽ ڪاٽن ڪاميٽيءَ
مان بدلجي، ڪراچي ڪاٽن ايسوسيئيشن لميٽيڊ جي نالي
سان، هڪ خود مختيار سنسٿا بڻي.

سنڌ ۾، اڄ، ليلي اچن ۽ ڇڙهن جي اپداش، ڏاڍون

## انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن

لڳي. سنه ١٩١٣ع ۾ ائسوسيئيشن کي، ڪراچي ميونسپالٽيءَ ۾
ٻن عيوضن چونڊي موڪلڻ جو حق مليو. انهيءَ بعد
ائسوسيئيشن پاران محسوس ڪيو ويو ته ڪراچي پورٽ ٽرسٽ
تي ٻه عيوضو ملڻ کپي. انهيءَ ڏس ۾ ٻه ڪوشش ورتي
ويئي. انهن ڪوششن جو نتيجو اهو نڪتو، جو سنه ١٩٢٥ع
۾، ڪراچي پورٽ ٽرسٽ ائڪٽ ۾ سڌارا آندا ويا.
انهن سڌارن پٽاندر، ڪراچي پورٽ ٽرسٽ تي هندستاني
واپارين جا عيوضي اچي سگهيا ۽ انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن
کي ٻن عيوضين چونڊي موڪلڻ جو حق مليو. ڪراچي
ميونسپالٽيءَ ۽ ڪراچي پورٽ ٽرسٽ کان سواءِ، ائسوسيئيشن
پاران، اسارٽ ويسٽرن انڊ وائيزري ڪاميٽيءَ، انڊين
سينٽرل ڪاٽن ڪاميٽيءَ، سنڌ ڪاٽن ڪاميٽيءَ، ۽ لائڊ براج
ائڊوائيزري ڪاميٽيءَ تي عيوضي چونڊي موڪليا ويندا
هئا. جڏهين سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي هستيءَ ۾ آئي،
تڏهين انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن ۽ بــاٻرس ۽ شپرس
ائسوسيئيشن کي گڏجي، سنڌ اسيمبليءَ تي، هڪ عيوضو
...نڊي موڪلڻ جو حق مليو.

سنه ١٩١٨ع ۾، ڪراچي مارڪيٽ ۾، اناج، تيلي ٻجن ۽
...م جي واپار ۾ اگهن ۾، وڏي گهٽا وڌي ٿي هئي.
... اهو نڪتو، جو واپارين ۾ گهڻا تڪرار ٿي پيا. وقت
...نازڪ حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ، ائسوسيئيشن پاران،
...ماي ۽ ڪارگر قدم کنيا ويا. سڀني واپارين کي
...ڪري، سڀن وچ ۾ سڀ تڪرار ابهريا ۽ پتايا ويا.
...يت، مصي کي ٽاهي، نازڪ حالتن کي دور ڪيو

## ڪراچي انڊين مرچنٽس ائسوسئيشن

ڪراچي انڊين مرچنٽس ائسوسئيشن، سنڌ ۾ ديسي واپارين جي، جهوني ۾ جهوني ۽ آڳاٽي ائسوسئيشن آهي. اها سنسٿا، سن ۱۹۰۲ع ۾، ٺهي هئي. اهڙي قسم جي واپاري سنسٿا ٺاهي ڪري، ائسوسئيشن جي مکيه باني ڪارڪن، پنهنجي عقل، هوش ۽ دوراندیشيءَ جو پورو ثابتي ڏني آهي. هو صاحب، اهڙي سنسٿا جي ضرورت، اهميت ۽ روشن آئنده کي چڱيءَ ريت سمجهي ٿي سگها. ڪراچي شهر جو واپار، ڏينهون ڏينهن، وڌندو ٿي رهيو. شهر ۾ ڌارين پاران، چيمبر آف ڪامرس قائم، واپاري جماعت هئي، جنهن جا ميمبر گورا ۽ جپاني هئا. جي واپاري رواج ۽ ڍنگ، چيمبر آف ڪامرس پاران جاري ٿيندا هئا، سي ديسي واپارين کي مڃڻا ٿي پوندا هئا. انڊين مرچنٽس ائسوسئيشن ٺهڻ سان، ديسي واپارين کي هٿي ملي. ائسوسئيشن جي سبب، هو، وقت به وقت، پاڻ ۾ گڏجي، پنهنجي ڏکين ۽ واپار جي واڌاري ۽ سڌاري جا وسيلا سوچي، ترقي ڪرڻ لڳا.

ديسي واپارين جي ترقيءَ سان، ائسوسئيشن به واڌارو ڪرڻ لڳي. ميمبر وڌڻ لڳا. ائسوسئيشن جي رائن ۽ ويچارن جو قدر ٿيڻ لڳو. حڪومت به، ائسوسئيشن جي ضرورت ۽ اهميت کي محسوس ڪري، ڪيس تسليم ڪرڻ

## انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن

اڳي، سنه ١٩١٣ع ۾ ائسوسيئيشن کي، ڪراچي ميونسپالٽي
۾ ٻن عيوضين چونڊي موڪلڻ جو حق مليو. الهي بعد
ائسوسيئيشن پاران محسوس ڪيو ويو ته ڪراچي پورٽ ٽرسٽ
تي ٻه عيوضو ملڻ کپي. الهي ڏس ۾ ٻه ڪوشش ورتي
ويئي. انهن ڪوشش جو نتيجو اهو نڪتو، جو سنه ١٩٢٥ع
۾، ڪراچي پورٽ ٽرسٽ انڪٽ ۾ سڌارا آندا ويا.
انهن سڌارن پٽاندر، ڪراچي پورٽ ٽرسٽ تي هندستاني
واپارين جا عيوضي اچي سگهيا ۽ انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن
کي ٻن عيوضين چونڊي موڪلڻ جو حق مليو. ڪراچي
ميونسپالٽيءَ ۽ ڪراچي پورٽ ٽرسٽ کان سواءِ، ائسوسيئيشن
پاران، نارٿ ويسٽرن ائڊوائيزري ڪاميٽيءَ، انڊين
سينٽرل ڪاٽن ڪاميٽيءَ، سنڌ ڪاٽن ڪاميٽيءَ، ۽ لائٽ ايراج
ائڊوائيزري ڪاميٽيءَ تي عيوضي چونڊي موڪليا ويندا
هئا. جڏهن سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي هستيءَ ۾ آئي،
تڏهن انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن ۽ بابرس ۽ شپرس
ائسوسيئيشن کي گڏجي، سنڌ اسيمبليءَ تي، هڪ ع...
چونڊي موڪلڻ جو حق مليو.

سنه ١٩١٨ع ۾، ڪراچي مارڪيٽ ۾، اناج، ٻيلي ٻج
ڪپهه جي واپار ۽ اگهن ۾، وڏي گهٽ وڌ ٿي ه...
نتيجو اهو نڪتو، جو واپارين ۾ گهڻا تڪرار ٿي پيا. وق...
...ي. نازڪ حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ، ائسوسيئيشن پاران
...ڪي عملي ۽ ڪارگر قدم کنيا ويا. سيٺي واپارين کي
...تو ڪري، سندن وچ ۾ سڀ تڪرار ابهريا ۽ پٽايا ويا.
...يءَ ريت، مصي کي ناهي، نازڪ حالتن کي دور ڪيو

## ڪراچي انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن

ڪراچي انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن، سنڌ ۾ ديسي واپارين جي، جهوني ۾ جهوني ۽ اڳاٽي ائسوسيئيشن آهي. اها سنستا، سن ۱۹۰۲ع ۾ برپا ٿي. اهڙي قسم جي واپاري سنستا برپا ڪري، ائسوسيئيشن جي عڪس بالڪل پنهنجي عقل، هوش ۽ دورانديشيءَ جي پوري ثابتي ڏني آهي. هو صاحب، اهڙي سنستا جي ضرورت، اهميت ۽ روشن آئندي کي چڱيءَ ريت سمجهي ٿي سگهيا. ڪراچي شهر جو واپار، ڏينهون ڏينهن، وڌندو ٿي رهيو. شهر ۾ ڌارين پاران، چئمبر آف ڪامرس [illegible]، واپاري جماعت هئي، جنهن جا ميمبر گورا ۽ جاپاني هئا. هي واپاري رواج ۽ ڍنگ، چئمبر آف ڪامرس وارن جاري ڪيدا هئا، سي ديسي واپارين کي مشڪل ٿي پوندا هئا. انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن برپا ٿيڻ سان، ديسي واپارين کي همت ملي. ائسوسيئيشن هيٺ سڀ، هوڏ، وقت بوقت، پاڻ ۾ گڏجي، پنهنجي ڏکن ۽ واپار جي واڌاري ۽ سڌاري جا وسيلا سوچي، ترقي ڪرڻ لڳا.

ديسي واپارين جي ترقيءَ سان، ائسوسيئيشن به واڌارو ڪرڻ لڳي. ميمبر وڌڻ لڳا. ائسوسيئيشن جي راءِ ۽ ويچارن جو قدر ٿيڻ لڳو. حڪومت به، ائسوسيئيشن جي ضرورت ۽ اهميت کي محسوس ڪري، کيس تسليم ڪرڻ

ڪوٺي کولي ويٺي. ٻهراڻون ڏٺو، سيٺ وشنداس، سنه ١٨٦٩ع ۾، سيٺ وشنداس لهالچند نالي سان ڪوٺي کولي هئي، جتي اناج، تماڪ ٻجن، چٽن، ڪپهه ۽ ڪاٺين ڪوئلن جو وڏو ٻڌو ڪم هلندو هو. اهو ڪاروبار ١٩٢١ع تائين هلندو رهيو. سيٺ وشنداس، پنهنجن پٽن سان ملڪيت ۾ ڌار ٿيو، ۽ انهي بعد، ڪراچيءَ جي ڪوٺيءَ جو گهڻو ڪم ڪار گهٽجي ويو هو.

سيٺ سڪنديو، ڪراچي جي ڪوٺيءَ جو ڪم ڪار هلائڻ لڳو ۽ لڇمڻداس حيدرآباد وارو ڪپهه جو ڪارخانو سنڀالڻ لڳو. سيٺ وشنداس سڪنديو فرم ڪراچي انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن ۽ ڪراچي ڪاٽن ائسوسيئيشن جي (اوريجنل) ميمبر بڻي. واپار ۾، سچائيءَ ۽ محنت سان، ڏينهون ڏينهن ترقي ۽ واڌارو ڪرڻ لڳا. سنه ١٩٥٠ع ۾، ساماري ۾ ٻيو، ڪپهه جو ڪارخانو کوليائون

جون ١٩٥١ع ۾، سيٺ سڪنديو ۽ لڇمڻداس ملڪيت ۾ ڌار ٿيا. لڇمڻداس ساماري وارو ڪارخانو ۽ زمينداري ڪئي. سيٺ سڪنديو کي حيدرآباد وارو ڪارخانو ۽ ڪراچيءَ جي ڪوٺيءَ جو ڪاروبار مليو. هن وقت، حيدرآباد جو ڪارخانو سيٺ سڪنديو جو پٽ، سندرداس سنڀالي رهيو آهي ۽ ڪراچيءَ جي ڪوٺيءَ جو ڪاروبار، سيٺ سڪنديو جو پاڻ، رامچند هلائيندو رهي ٿو. سيٺ سڪنديو، پنهنجي آزمودي ۽ قابليت سان، سندن رهنمائي ڪري، واپار ۾ دلچسپي قائم رکندو ٿو اچي.

# واپار ۾

سيٺ سڪندو، ناسڪ جيل ۾ راڄسي قيدي هو. سندس غير حاضريءَ ۾، سندس ڏاڏي، سيٺ وشنداس جي ملڪيت جي ورهاست ڪئي ويئي. سيٺ وشنداس، ٧ جنوري ١٩٢٩ع تي چالاڻو ڪيو هو. هن جي ملڪيت سندس پوٽن ۾ ورهائجي هئي، جو سڀ پٽ گذر ڪري ويا هئا. اها ورهاست، ڀائي ايسرداس وادهومل، ايمتراء ٻوجراج وڪيل جي صلاح سان ڪئي. ملڪيت جا ٽي حصا ڪيا ويا. هڪ حصو، سيٺ سرڀچند جي پٽ کي؛ ٻيو حصو، سيٺ هرچندراء جي ڄڻن پٽن کي؛ ۽ ٽيون حصو، سيٺ اوڌوداس جي ڄڻن پٽن کي مليو.

سيٺ اوڌوداس جي ڄڻن پٽن ۽ هيرالال سرڀچند کي، سندن حصي ۾، حيدرآباد وارو ڪئمپ جو ڪارخانو ۽ بنگلو، ۽ حيدرآباد ديهه واري زرعي زمين ملي. هيرالال پنهنجو حصو سؤٽن کي وڪيو. ڪجهه عرصي بعد، رامچند ۽ ٻوجراج پنهنجا حصا به، سيٺ سڪندو ۽ لڇمنداس کي ڏنا.

ناسڪ جيل مان آزاد ٿي، ڪراچيءَ ۾ اچڻ بعد، سيٺ ليلارام ٽلوڪچند جي صلاح سان، سيٺ سڪندو واپار ۾ وري گهوڙن جو فيصلو ڪيو. سنه ١٩٣٤ع ۾ ٿمن چالي، ڪراچيءَ ۾، سيٺ وشنداس سڪندو نالي سان ڪوٺي کولي ۽ واپار شروع ڪيو. ڪٽنب جي تاريخ ۾، پهريون دفعو، ڪراچيءَ ۾

۽ اچي سٽي مئجسٽريٽ اڳيان حاضر ٿئي. حڪم جي پوئواري
۾ ڪيائين. ڪنهن گرفتار ڪري، سٽي مئجسٽريٽ اڳيان آندو
ويو. ساڻس گڏ، ڊاڪٽر تاراچند لالواڻي ۽ اوڪرام شرما
۽ گرفتار ڪيا ويا هئا. مئجسٽريٽ وٽ، ورتي ۽ ڪنهن
لوتيس ڏاو ويو، جنهن ۾، ڪراچي شهر ڇڏڻ ۽ هلچل
۾ ڀري ونڻ تي بندشون وڌل هيون. اهي بندشون
١٤ جون ١٩٣٤ع تائين قائم رهيون، جنهن بعد هٽايون ويون،
جڏهين ڪانگريس پاران ستياگرهه هلچل واپس ورتي وئي.

هاچل جو سلسلو قائم رکندا هئا. مٿن اونيس لعمل ٿيا،
۽ جو ڪراچيءَ جون حدون نه ڇڏين ۽ هاچل ۾ ڀاڱو نه
وٺن. مولوي محمد صديق ۽ آر. ڪي. سڌوا کي ٻه ساڳيون
بندشون وڌيون ويون. جڏهن ڇٽن ڪيس، ڪلڪتي
ڪانگريس لاءِ عبوضي چونڊيو ويو. ٢٢ اپريل ١٩٣٢ع تي،
چارئي ڄڻا، ڪلڪتي لاءِ روانا ٿيا ۽ صبح ساڻو ٽوڙيائون.
ڪين، ڊرگ روڊ اسٽيشن تي گرفتار ڪري، ڪراچي ڊسٽرڪٽ
جيل ۾ موڪليو ويو.

٣٠ اپريل تي کين سزا ڏني وئي. سيٺ سکديو کي
ڇهه مهينا سخت پورهئي سان جيل ۽ ٻه هزار روپيا ڏنڊ
وڌو ويو. ڏنڊ نه ڀرڻ جي حالت ۾، ڇهه مهينا سخت
پورهئي سان جيل جي سزا وڌيڪ ڀوڳڻي هئي. ٢٢ مئي تي،
ناسڪ جيل ڏانهن سندن بدلي ڪئي وئي. جنهن ڇٽڻ
کي ناسڪ جيل ۾ موڪليو ويو. ناسڪ جيل ۾، سيٺ
سکديو جو نمبر ٤٤٤٩ هو. ڏنڊ نه ڀرڻ جي حالت ۾،
ڇهه مهينا وڌيڪ جيل جو مدو ڪاٽيائين. البت بعد ۾،
ڏنڊ جي رقم جي وصولي سندس ملڪيت مان ڪئي
وئي. ڪراچي ڊسٽرڪٽ جيل ۾، سندس وزن
١٣٥ پائونڊ هو ۽ ناسڪ جيل ۾، ٢٦ فيبروري ١٩٣٣ع تي
آزاد ڪرڻ وقت، گهٽجي ١١٤ پائونڊ ٿيو هو.

١ مارچ ١٩٣٣ع تي، سيٺ سکديو ۽ هريداس لالجي ناسڪ
جيل مان آزاد ٿيا. مونمبئي، جامنگر، ڪميارپا، دوارڪا،
حيدرآباد سنڌ ۽ ماڇيءَ مان لنگهندا، ڪراچيءَ ۾ پهتا.
ڪراچيءَ ۾ پهچڻ سان، سيٺ سکديو تي اوڻيهن ايڪٽ

۽ اچي سٽي مئجسٽريٽ اڳيان حاضر ٿئي • حڪم جي ڀڃڪاري
۽ ڪهائين. ڪنهن گرفتار ڪري، سٽي مئجسٽريٽ اڳيان آندو
ويو. ساڻس گڏ، ڊاڪٽر تاراچند لالواڻي ۽ اوڪرام شرما
۽ گرفتار ڪيا ويا هئا • مئجسٽريٽ وٽ، وري به ڪنهن
نوٽيس ڏنو ويو، جنهن ۾، ڪراچي شهر ڇڏڻ ۽ هلچل
۾ ڀاڱي وٺڻ تي بندشون وڌل هيون • اهي بندشون
١٤ جون ١٩٣٤ع تائين قائم رهيون، جنهن بعد هٽايون ويون،
جڏهين ڪانگريس پاران ستياگرهه هلچل واپس ورتي وئي•

هلچل جو سلسلو قائم رکندا هئا. مٿن اونهس تعميل ٿيا،
نه ته ڪراچيءَ جون حدون ڇڏڻ ۽ هلچل ۾ حصو نه
وٺن. مولوي محمد صديق ۽ آر. ڪي. سڌوا کي ته سالهون
بندشون وڌايون ويون. جنهن ڪري ڪلڪتي
ڪانگريس لاءِ عيوضي چونڊيو ويو. ٢٢ اپريل ١٩٣٢ع تي،
ٽئي ڄڻا، ڪلڪتي لاءِ روانا ٿيا ۽ مدع ٻاهر ٿوڙيائون.
تڏهن، دڙڪ روڊ اسٽيشن تي گرفتار ڪري، ڪراچيءَ ڊسٽرڪٽ
جيل ۾ موڪليو ويو.

٣٠ اپريل تي کين سزا ڏني ويئي. سيٺ سکديو کي
ڇهه مهينا سخت پورهئي سان جيل ۽ ٻه هزار رپيا ڏنڊ
وڌو ويو. ڏنڊ نه ڀرڻ جي حالت ۾ ڇهه مهينا سخت
پورهئي سان جيل جي سزا وڌيڪ ٺهرائي هئي. ٢٢ مئي تي،
ناسڪ جيل ڏانهن سندن بدلي ڪئي وئي. جڏهن حڪن
ڪي ناسڪ جيل ۾ موڪليو ويو. ناسڪ جيل ۾، سيٺ
سکديو جو نمبر ٤٤٤٩ هو. ڏنڊ نه ڀرڻ جي حالت ۾،
ڇهه مهينا وڌيڪ جيل جو مدو ڪاٽيائون. ان کان پوءِ،
ڏنڊ جي رقم جي وصولي سندس ملڪيت مان ڪئي
ويئي. ڪراچيءَ ڊسٽرڪٽ جيل ۾، سندس وزن
١٣٥ پائونڊ هو ۽ ناسڪ جيل ۾، ٢٦ فيبروري ١٩٣٣ع تي
تور ڪرڻ وقت، گهٽجي ١١٤ پائونڊ ٿيو هو.

١ مارچ ١٩٣٣ع تي، سيٺ سکديو ۽ هريداس لالجي ناسڪ
جيل مان آزاد ٿيا. مونبدي، جام نگر، ڪمياريا، دوارڪا،
حيدرآباد سنڌ ۽ ماتهوءَ مان لنگهندا، ڪراچيءَ ۾ پهتا.
ڪراچيءَ ۾ پهچڻ سان، سيٺ سکديو تي اونهس اڪتو

ستياگرھ يڌ

پڳتي سنستائون جهڙوڪ ديس شيوا منڊل، وديار
سماگم، ٻالڪن جي ٻاري، سري ڪرشن شيوا منڊ
سکر سدار سڀا، سندر شهوڪ سڀا، روهڙي شيوا منڊ
پريم منڊلي وغيره، ڪل ٥١ سنستائون بي قائدي نهرا
ويون. ڪن تي پوليس پاران قبضو پڻ ڪيو ويو.

هن ستياگرھ يڌ ۾، جيتري قدر انگ اکر ملي سگهيا
تڏهن پٽاندر، سڌ مان مڙئي ١٢٠٤ ڄڻا جيلن ۾ ويا، جن
جا ضلعي وار تفصيل هن ريت آهن. ڪراچي: ٦٢٨،
حيدرآباد: ١٩١، سکر: ٩٨، شڪارپور: ٦٨، دادو: ٥٥،
لاڙڪاڻو: ٤٦، نواب شاه: ٣٢، جيڪب آباد: ٣٠، ساهتي:
٣٠، ۽ ٿرپارڪر: ٢٦.

گرفتاري بعد، جن کي آزاد ٿيندا ويا، تن کي
نوٽيس ڏنا ويا ته هلچل ۾ ڀاڱو نه وٺو ۽ پبلڪ جلسن ۾
شرڪ نه ٿيو. ائين نه ڪيترين بندشون وڌيون ويون.
آزاد ٿيندڙ، اهي بندشون ۽ قائدا قانون ٽوڙي، گرفتار
ٿيندا رهيا. ڪين وڌيون ۽ سخت سزائون ڏنيون ويون.
هڪ سال کان اڍائي سالن تائين سخت پورهئي سان جيل، اهي
سزائون عام جام ڏنيون ويون. گرفتار ٿيلن ۾ ڪر
مسلمان سنڌي به هئا. زالن جو تعداد ٧٥ کن هو، جن ۾
ڪيترين نوجوان ڇوڪريون پڻ هيون. زالن کي اي، بي
سال جيل ۾ سي ڪلاس ڏنو ويو هو.

سيٺ سکديو ۽ هريداس لالجي، ستياگرھ هلچل کي
[illegible] لاءِ انتظامي ڪم ۾ رڌل هوندا هئا. وقت اُ
[illegible]ت، والنٽيرن کي قائدن پڪڙڻ لاءِ موڪليندا هئا ۽

مان صاف صاف ظاهر ٿو، جڏهن هائوس آف ڪامنس ۾ ظاهر ڪيائون، ته هن دفعي، هيءَ جنگ اسان ڪنهن ٻئي جي واري نه ٿيندي.

حڪومت جي اهڙي زوردار ارادي ۽ زبردست دٻاءُ ۽ ظلم جي ڪارنامن هوندي به، هندستان ماٺ ۾ نه رهيو. بائيڪاٽ ۽ سول نافرماني هلچلون هلنديون رهيون. ٻن ٽن مهينن ۾، اسي هزار گرفتاريون ٿي چڪيون. اڳواڻ سڀ گرفتار ٿي چڪا هئا، پر جنتا ٿڪجي نه ويٺي. جنتا مان اڳواڻ پيدا ٿي، هلچل جي جوت جڳائيندا رهيا. انهيءَ ڏس ۾، استري جاتيءَ به چڱو موقعو هلچل ۾ چڱو حصو ورتو، جنهن جي ثابتي ڏنائون.

ستياگره هلچل ۾، سنڌ نه پاڇي ملهايو. ۴ جنوري ۱۹۳۲ع تي گانڌيءَ جي گرفتار ٿيو هو. ۽ ۹ جنوريءَ تي، سنڌ ۾ گرفتارين جي شروعات ٿي. آرڊيننس هيٺ، ڪنهن کي به، شڪ ۾ نه هيٺا اندر ۾ رکي سگهبو هو ٿي. ۹ ۽ ۱۰ جنوريءَ تي، ڪراچيءَ، ڪوٽڙيءَ، حيدرآباد، ميرپورخاص، ٽنڊي محمد خان، ٽنڊي آدم، ساڪريءَ، نواب شاهه، سکر، لاڙڪاڻي، ولهڙي ۽ جيڪب آباد مان ڪل ۱۰۸ ڄڻا شڪ ۾ گرفتار ڪيا ويا. انهن ۾، سنڌ جي مکيه ڪانگريسي اڳواڻن جو وڏو حصو هو.

اڳواڻن جي گرفتاري بعد به، سنڌ ۾ بائيڪاٽ، پڪيٽنگ، ۽ ٻيا سياسي قانون ڀڃڻ جون هلچلون هلنديون رهيون. گرفتاريون به ٿينديون رهيون. لٺبازي ۽ دٻاءُ جا قدم جاري هئا. ڪانگريس سنستائن سان گڏ، ڪيترائي سارائون

وڃي پهتو هو. جڏهن ته حڪومت پاران سڄي ديس تي گهيري ڪرڻ جو اعلان ٿي چڪو هو.

حڪومت، آرڊيننس دوارا، راڄ ڪري رهي هئي. آرڊيننس نهايت سخت ۽ زور ڀريا هئا، ۽ انهن جو اثر عام رواجي ڪاروبار تي پهچي ٿي سگهيو. ڪانگريس سنستائون ۽ سندن شاخون ته بي قائدي ٿي چڪيون هيون، پر انهن سان گڏ، قومي خيالن سان همدردي رکندڙ جماعتون پڻ بي قائدي ٺهرايون ويون. ملڪ ۾، ڪسان سڀائون، يوٿ ليگون، شاگردن جون انسوسئيشنون، قومي يونيورسٽيون ۽ قومي اسڪولون، ڪانگريس اسپتالون، سوديشي سنستائون ۽ لائبريريون پڻ انهي اڙيءَ کان آجيون نه رهيون.

آرڊيننس هيٺ، ٻارن ۽ نوجوانن جي ڏوهن سبب، سندن مائٽن يا سنڀاليندڙن کي به سزا ڀوڳڻي ٿي پئي. وڏي پيماني تي، ضبطيون ٿيڻ لڳيون. ملڪيتون، جايون، موٽرون ۽ بئنڪ ۾ جمع ٿيل رقمون ضبط ٿيڻ لڳيون. حڪومت پاران زبردست ڌمڪاءُ پيدا ڪرڻ جو منصوبو رٿيل هو. جيلن ۾ راڄنيتي قيدين سان خراب هلت هلڻ ۾ ايندي هئي. سندن حالت رواجي قيدين کان به بدتر بڻائڻ، حڪومت جي اختيار ڪيل پاليسي هئي. جيلن جي انسپيڪٽر جنرل پاران مخفي سرڪيولر اڪتل هو، ته جيلن ۾ راڄنيتي قيدين سان بلڪل سختيءَ سان هلت ڪئي وڃي. جيلن ۾ ڦٽڪا هڻڻ جي سزا عام جام ٿي چڪي هئي. حڪومت جي زوردار رخ ۽ روش جو اندازو، هند وزير، سيموئل هور جي ستياگرهه نسبت ڪيل اعلان

هئا. حڪومت دٻاءَ ۽ زبردستيءَ تي ڪمر ڪشي چڪي هئي. هندستان ۾ پهچڻ سان ئي، گانڌيءَ حالتن جو اڀياس ڪيو. ان کانپوءِ بعد، وائسراءِ کي ملاقات لاءِ لکيائين. پر، لارڊ ولنگڊن اهڙو رکو رخ اختيار ڪري، ملاقات جي ضرورت نه ڏيکاري. حڪومت جو رخ صفا ظاهر ٿي چڪو هو.

ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ، حقيقتن کي محسوس ڪري، ستياگرهه هلچل جاري ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ولائتي ڪپڙي جو بهشڪار، شراب جي دڪانن تي پڪيٽنگ ۽ اخلاقي لحاظ کان ڪريل سمجهيل قانونن ۽ قاعدن جي نافرماني ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو. ڪانگريس پاران ستياگرهه هلچل جو اعلان ٿي چڪو.

حڪومت پاران، حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ، سڀ تياريون اڳواٽ ٿي چڪيون هيون. ۴ جنوري ١٩٣٢ع تي، صبح اٿڻ کان اڳ، مهاتما گانڌيءَ کي ممبئي شهر ۾ گرفتار ڪيو ويو. اها گرفتاري، ريگيوليشن ٢٥ آف ١٨٢٧ع هيٺ ڪئي وئي. گانڌيءَ کي يروڊا جيل ۾ آندو ويو. سردار ولڀ ڀائي پٽيل کي به گرفتار ڪري، گانڌيءَ سان گڏ رکيو ويو. پنڊت جواهرلال تي مقدمو هلائي، کيس ٻن سالن لاءِ سخت پورهئي جي سزا ڏني وئي. ملڪ ۾ زبردست دٻاءُ ڪيو ويو ۽ سول آزاديءَ جو خاتمو آندو ويو. گرفتارين جي مال ۽ ملڪيت جي به ضبطي ٿي ڪئي وئي. آرڊيننس جو تعداد وڌي ١٣ تائين

ويچار، ڪانفرنس ۾ ظاهر ڪيا. ڪانگريس اڳتي اڳاهه، ڪان
گول ميز ڪانفرنس صفا ناڪامياب ثابت ٿي.

ڪانفرنس جو ڪاروبار ١ ڊسمبر ١٩٣١ع تي ختم ٿيو.
گانڌيجي، ٥ ڊسمبر تي، لنڊن مان روانو ٿيو. سندس غير
حاضريءَ واري عرصي ۾، هندستان ۾ حالتون خراب
ٿي چڪيون هيون. گانڌي - ارون ناهه جا شرط، فقط،
هڪ طرفو، ڪانگريس پاران عمل ۾ اچي رهيا هئا.
هندسرڪار پاران ڏباءُ ۽ زبردستيءَ جا قدم چالو ٿي ويا
هئا. ناهه پٺاندر، حڪومت پاران بارڊولي الڪواري
ٿيڻي هئي. اهو ڪم هينئر ۾ نه ڪيو ويو هو. يوپي، پرانت
۾ ملڪي حالتون خراب ٿي چڪيون. بنگال ۽ سرحد
پرانتن ۾ ڪشمڪش وڌي ويئي ۽ حڪومت پاران زور
۽ زبردستيءَ جو راڄ هلڻ لڳو. سرحد جي اڳوان، عبدالغفار
خان کي، گانڌيجيءَ جي هندستان ۾ پهچڻ کان چار ڏينهن
اڳ، ٢٤ ڊسمبر تي گرفتار ڪيو ويو. پنڊت جواهر لال، انهي
وقت ۾، ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري هو. کيس اونيس
ڏنو ويو ته ڊسٽرڪٽ آفيسر جي موڪل کان سواءِ الله آباد
جي ضلعي جون حدون نه ڇڏي ۽ مٿس بندش وڌي
وئي ته ڪٿي نه پبلڪ ميڙ ۽ جلسي وغيره ۾ تقرير نه
ڪري. گانڌيجي اچڻو هو. جواهر لال، بابوجيءَ کي گڏجڻ
لاءِ، بمبئيءَ ڏانهن روانو ٿيو. کيس واٽ تي گرفتار ڪيو
ويو. اها گرفتاري ٢٦ ڊسمبر تي ٿي.

گانڌيجي، ٢٨ ڊسمبر ١٩٣١ع تي، بمبئي بندر تي لٿو.
هيلتائين، حڪومت پاران پنج آرڊيننس نڪري چڪا

## ستيا گرهه يڳ

### سنه ۱۹۳۲ع

ڪراچي ڪانگريس جي فيصلي پٽاندڙ، انڊين نئشنل ڪانگريس وارن، گول ميز ڪانفرنس لنڊن ۾، مهاتما گانڌي، پنهنجي مدد موهن مالويه ۽ سروجني نائڊو وڃي شريڪ ٿيا.

ڪانفرنس ۾، مهاتما گانڌيءَ، برٽش سلطنت جي عيوضين کي، انڊين نئشنل ڪانگريس جي پوري آزاديءَ واريءَ نقطه نگاهه کان پوريءَ ريت واقف ڪري، کين ذهن نشين ڪيو، ته زور زبردستيءَ سان هٿ هيٺ رکيل هندستان بدران مٺ محبت واريءَ ڏوريءَ سان ٻڌل هندستان، هڪ نهايت ڪارائتو ۽ ڪمائتو ڀائيوار ثابت ٿيندو. ٿيندڙ ڪري، اها نهايت خوشيءَ جهڙي ڳالهه ٿيندي، جو برٽش آئيلس جي ڪنارن ڇڏڻ کان اڳ، مولڪي خاطري ٿي سگهي، ته گريٽ برٽن ۽ هندستان جي وچ ۾ عزت ڀري ڀائيواري قائم ٿي ويندي.

گول ميز ڪانفرنس جو ڪاروبار جڏهن ته اڳ ۾ هلڻ لڳو، تڏهن مان گانڌيجي محسوس ڪرڻ لڳو، ته ڪانفرنس مان ڪو ڪُڻ نيڪل نڪري، سا ڳالهه ممڪن نه آهي. انهي هوندي به، پنهنجي نقطه نگاهه پيش ڪرڻ ۽ هندستان جي آزاديءَ خاطر آواز اُٿارڻ ۾، گانڌيجيءَ ڪا به ڪسر ڪا نه ڇڏي. هتان ڪڏهن لليءَ ڇڏيءَ جي، پنهنجا خيال ۽

چاڪلا ۽ سيڪريٽري مهراج ريواچند رتنچند هئا. سامان جي خريداريءَ جو سمورو بوجو مهراج ريواچند ۽ سيٺ سڪندو تي هو. سموري خريدي واپاري نهر ۽ دوراانديشيءَ سان ڪئي ويئي. اجاين خرچن کان پاسو ڪيو ويو ۽ اهو پڻ خيال رکيو ويو، ته ڪانگريس مڙڻ بعد، ڪاروبار سميٽڻ وقت، سامان جي نيڪال ڪرڻ ۾، نه ڪا دقت ٿئي ۽ نه ڪي گهڻو نقصان پوي.

سامان جي خريديءَ کان سواءِ، سيٺ سڪندو، ڪانگريس پريزيڊنٽ ڪئمپ جو انچارج پڻ هو. پريزيڊنٽ ڪئمپ جي مکيه مهمانن جي سموري سنڀال، کاڌي پيتي، ضرورتن ۽ گهرجن جي پورائي ڪرڻ جي جوابداري مٿس هئي. انهيءَ جوابداريءَ پوري ڪرڻ ۾ وسان نه گهٽايائين.

ڪانگريس مڙڻ بعد، سموري ڪم کي سميٽڻ ۽ سامان جي نيڪال ڪرڻ جي جوابداري به، مهراج ريواچند ۽ سيٺ سڪندو تي هئي. چاڪاڻ جو سامان جي خريداريءَ وقت، انهن ڳالهين جو اڳواٽ خيال رکيو ويو هو، تنهنڪري، سميٽڻ وقت، ڪا به تڪليف وغيره ڪا نه ٿي. سمورو ڪم، بلڪل سولائيءَ ۽ سهنجائيءَ سان، ٿورن ڏينهن ۾

نگر ڏٺو ئي ويو. نگر جي ٺهڻ ٺاهڻ ۽ اڏاوت جي ڪم ۾
ڪار ۾ درگاداس بي. آڏواڻي خاص مدد ڪئي.
ڀولسيبال گوڪلاڻي نگر جي صفائي ۽ صحت جو انتظام ڪيو.
ڪانگريس نگر کي، سنڌ جي ليڊر، سيٺ هرچندراءِ وشنداس
جي يادگيريءَ ۾، هرچندراءِ نگر نالو ڏنو ويو.

اهڙيءَ ريت، انڊين نيشنل ڪانگريس جو ۴۵ ساليانو ميڙ
مارچ ١٩٣١ع ۾ ٿيو. ٢٨ سالن بعد، ٻيو دفعو، ڪراچي
شهر ۾ ڪانگريس جي ميڙ جو انتظام ٿيو. ڪراچي ڪانگريس
جو پريزيڊنٽ، باردولي ستياگرهه هلچل جو اڳواڻ، سردار
ولڀ ڀائي پٽيل مقرر ٿيو. مرحبا ڪاميٽيءَ جو چيئرمين
ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي چونڊيو ويو. مرحبا ڪاميٽيءَ جا
ٻيا عهديدار هن ريت هئا. وائيس چيئرمين: سوامي گووندانند،
آچاريه گدواڻي، لالا جسونتراءِ، نارائڻداس آنندجي بيچر،
هريداس لالجي ۽ ڪڪي ڀرٽ لالواڻي. جنرل سيڪريٽري:
آر. ڪي. سڌوا ۽ ڊاڪٽر تاراچند لالواڻي. جائنٽ
سيڪريٽري: رام ٻي. موٽواڻي، مني لال وياس ۽ مولجي
لوسي. خزانچي: ايسرداس ورندمل ۽ لالچند پسالا چند.
والنٽيئرن جو ڪمانڊر: سنتداس عبداسل. شهوڪائن جي
مهندارڻ: پاربتي گدواڻي. مرحبا ڪاميٽيءَ ٻارن، ڪميٽين
ساريون ڪاميٽيون مقرر ڪيون ويون، جن کي، جدا جدا
ڪم ۽ جوابداريون سونپيون ويون.

سيٺ سکديو ڪو عهديدار ڪونه ٿيو هو، پر مکيه
جوابداريءَ جا ڪم سنڀاليا هئائين. اسٽور خريد ڪميٽيءَ
ڪاميٽيءَ جو مکيه ميمبر هو. ڪاميٽيءَ جو چيئرمين غلام ع

# ڪراچي ڪانگريس

ڏي تعداد ۾ اچڻ لڳا هئا. انهن جي سهنج ۽ سهو
خاطر، ڊسمبر مهيني ۾ ڪانگريس مهڙ سڏائڻ جو خيال
ڪيو ويو هو.

ڪراچي ڪانگريس جو مهڙ مارچ جي پڇاڙيءَ ۾ رٿيو وي
ويهن ڏينهن اندر سمورو انتظام ڪرڻو هو. ڪن مرڪزن
شڪ اٿيا ته تمام تنگ وقت هئڻ سبب، سنڌ اها جوابداري
پوريءَ ريت ادا ڪري نه سگهندي. تنهنڪري، اهو
ڪانگريس مهڙ بمبئيءَ جهڙي شهر ۾ ڪيو وڃي، جتي
سمورو انتظام سولائيءَ سان ٿي سگهندو. پر، سنڌ، ڪانگريس
مهڙ جي بندوبست ڪرڻ جو سندرو ٻڌو هو ۽ سموري
انتظام ڪرڻ جو پڪو ارادو ڏيکاريو.

ڪراچي شهر کان ٻاهر ۽ ڪراچي سينٽرل جيل جي اڳيان
شهر کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي، هڪ کليل ميدان تي،
ڪانگريس نگر اڏايو ويو، جنهن ۾ هاڻوڪي ڍنگ جون
سهوليتون ميسر ڪيون ويون. ڄيرامداس دولترام،
ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبر ۽ ڄمشيد نسروانجيءَ،
ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي پريزيڊنٽ، انهيءَ ڏس ۾ خوب
پتوڙيو. ڪراچي ميونسپالٽي طرفان ڪوشش ۾ ڪا به
ڪسر ڪا نه ڇڏي وئي. ڪانگريس نگر ڏانهن ويندڙ
ستا ڪشادا ۽ ويڪرا ڪيا ويا. ڪي اوان رستا پڻ ٺاهيا
يا. اڳوڻن رستن جي مرمت ڪئي وئي. سڄي شهر کي
ڪانگريس نگر سان ڳنڍڻ لاءِ ڪافي آمدرفت جي وسيلن
ر ڪرڻ ۾ هر ڪا ڪوشش ورتي وئي. مطلب ته،
ن ڏينهن اندر، هڪ غير آباد زمين تي، هڪ ٺاهوڪو

# ڪراچي ڪانگريس
## سن ١٩٣١ع

١٢ مارچ ١٩٣٠ع تي، مهاتما گانڌيءَ ڏانڊي چڙهائي
شروع ڪئي هئي. لوڻ جي قانون کي ٽوڙڻ سان،
ستياگرهه هلچل جي شروعات ٿي هئي. ڏهن مهينن جي
هلچل بعد، هند سرڪار ۽ مهاتما گانڌيءَ وچ ۾ ڳالهيون
هليون. ٧ مارچ ١٩٣١ع تي، گانڌي-ارون ٺاهه تي صحيحون
ٿيون، ۽ هند سرڪار ۽ ڪانگريس جي وچ ۾ ڪچو صلح
ٿيو. انهي ڪچي صلح پٽاندڙ، ڪانگريس کي ستياگرهه
هلچل بند ڪرڻي پيئي ۽ هند سرڪار کي ستياگرهي راڄسياسي
قيدين کي آزاد ڪرڻو پيو.

گانڌي-ارون ٺاهه بعد ضروري ٿيو ته ڪانگريس جو مهڙ
جلد سڏايو وڃي. گذريل لاهور واري ڪانگريس مهڙ ۾
فيصلو ٿيو هو ته ايندڙ ڪانگريس مهڙ ڪراچيءَ ۾ سڏايو
ويندو. اهو به ٺهرايو ويو هو، ته ايندڙ لاءِ، ڪانگريس
مهڙ ڊسمبر مهيني بدران مارچ مهيني ۾ سڏايا وڃن.
ڪانگريس جا مهڙ، اوائل کان، ڊسمبر مهيني ۾ ٿيندا هئا.
ڇاڪاڻ ته ڪانگريس مهڙن ۾ ڊليگيٽن ۽ ايندڙن جي گهڻائي
وڪيلن جي هوندي هئي، تنهڪري سندن سهوليت خاطر،
ناتال جي موڪلن ۾ ڪيا ويندا هئا. پر، ڪانگريس سنسٿا
۾ وڏو ڦيرو اچي ويو هو ۽ ڪانگريس جنتا جي سنسٿا
ٿيندي رهي هئي. ڪانگريس مهڙن ۾ عام لوڪن جا ڀرتي

۽ وطن پرستيءَ جا جذبا ايترو زور رهيا، جو پوليس جا
سڀ حيلا وسيلا ناڪامياب ٿيا. ڪو به شاهد مقرر ٿي نه
سگهيو. ٻه هفتا بند ڪرڻ بعد، کين آزاد ڪرڻ کان سواءِ،
حڪومت لاءِ ٻيو ڪو به چارو نه رهيو. مقدمو هلي نه
سگهيو ۽ ١٠ ڊسمبر تي، ڪورٽ کين آزاد ڪري ڇڏيو.
آزاد ٿي، وري به اچي ۽ بهشڪار هلچل جي ڪاروبار
کي لڳو. بهشڪار هلچل جو ڪم، اڳي واڱر، زور شور
سان ٿيندو رهيو. ولائتي ڪپڙي جو ڪاپو ۽ نئين ڪپڙي
لاءِ ولائتس ڏاڍيون آرڊر، گهڻي قدر گهٽجي ويا. ديسي ڪپڙي
جو واڌارو، ڏينهون ڏينهن وڌڻ لڳو.

١٤ فيبروري ١٩٣١ع تي، سيٺ سڪنديو، ٻيو ڏهو،
ڪرمنل لا امينڊمينٽ ائڪٽ آف ١٩٠٨ جي ١٧ (١) سيڪشن
هيٺ گرفتار ڪيو ويو. ڪيس، ٦ مهنا سخت پورهئي سان
جيل جي سزا ۽ ٥٠٠ رپيا ڏنڊ پيو. ڪراچي جيل ۾ رکيو ويو.
٧ مارچ ١٩٣١ تي، گانڌي - ارون ناهه ٿيو. ناهه پٽاندر
ستياگره هلچل بند ڪئي وئي ۽ راڄنيتي قيدي آزاد
ٿيا. سيٺ سڪنديو ٨ مارچ تي آزاد ٿيو.

ڦوري ۽ مال ڪسڻ، ڦرڪرڻ ۽ ڪاٽ هڻڻ جا الزام لڳايا
ويا. انهن سڀني ڏوهن هيٺ، گهٽ ۾ گهٽ ۽ گهڻي ۾ گهڻي سزا
جو مدو چاليهه سال ٿي ٿيو. فقط ١٢٠ (ب) کان هيٺ سڀني
حبالي جيل بعدل ١٤ سال جهل جي سزا هئي.

ڪالڪرياس ڪم ڪندڙن تي اهڙي قسم جا الزام لڳائڻ
سان، پوليس جي مراد صاف ظاهر هئي، ته زبردست ڏهڪاءُ
پيدا ڪري، پورهيتن هلچل کي هميشه لاءِ دٻايو وڃي.

شهر جي ٻين مرڪزن ۾ به، انهن گرفتارين ۽ لڳايل
الزامن تي وڏي جوش پيدا ٿيو. اخبارن ۾ آواز اٿاريا ويا ۽
پوليس پارٽين وڏي دخل کي ڇڏيو ويو. ڪن مرڪزن ۾ وڏا
ٿيو، ته جيئن نه واسطي ڪم ڪندڙن تي، ڦر، ڪاٽ وغيره
جا الزام لڳايا ويا آهن، تنهنڪري ڪيس ۾ بچاءُ جا
بندوبست ڪيا وڃن. اهي ڏس ۾، سينٽ سڪدو کي جهل
۾ ڏاڍو وڏو ۽ ڳالهه ڪئي وئي. اها حقيقت آهي ته سينٽ
سڪدو، جهل ۾ وڃڻ جي جوش سان پورهيتن هلچل ۾
ڪوارا گوڙ هو. پنهنجي فرصت جو وقت ملڪ جي شيرا ۾
صرف ڪرڻ سندس مراد هئي. ٻه جڏهن گرفتار ٿي ويو
۽ زبردست الزام مٿس لڳايا ويا، ته ڊڄي ۽ ان دهليو ۽ هٿن
بچاءُ ڏيڻ لاءِ صفا انڪار ڪيائين. سندس ڏرمپٽيءَ ڪي
ه الهي سلسلي ۾ چيو ويو، ته هن ڏاهو دل استريءَ ۽
بچاءُ ڏيڻ جي تجويز کي رد ڪري ڇڏيو.

٦ ڊسمبر تي ڪيس هلايو هو. ٻه ڪيس ڪورٽ هليو.
لڳايل الزامن جي ثابتيءَ لاءِ شاهدن هٿ ڪرڻ لاءِ پوليس
وڏا وس ڪيا. پر ڪين ڪاميابي حاصل نه ٿي. قوميت

قائدي موجب، ڪين ڪو موقعو نه ملي سگهيو، جو بهشڪار
ڪاميٽيءَ کي گرفتار ڪن. ايست ڪين موقعو مليو.

بهشڪار هلچل ۾، پهريون دفعو، هڪ واپاريءَ پوليس
وٽ وڃي بهشڪار ڪاميٽيءَ خلاف فرياد ڪيو. موقعي
ملڻ جي دير هئي. پوليس وارن زبردست تياري ڪري ورتي.

٢٩ نومبر ١٩٣٠ع جو ڏينهن هو. ڪپڙي مارڪيٽ
وٽ، لٺين ۽ هٿيارن سان، وڏو پوليس اسالو اچي ڪٺو
ٿيو. ڪراچيءَ جو ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ، پوليس سپرنٽينڊنٽ،
ڊپوٽي پوليس سپرنٽينڊنٽ، پوليس انسپيڪٽر،
سب انسپيڪٽر ۽ ڪيترا سارجنٽ هٿيا اچي حاضر ٿيا.
هر ڪو حيران، ته هيڏي ساري پوليس چڙهائي، ڪهڙي
سبب تي آهي! ڪجهه وقت بعد، پتو پيو ته بهشڪار
هلچل جي مکيه بانين، سيٺ سکديو ۽ سندس ٻن ساٿين،
ڀڳوانلال راڄوردا س ۽ سنتداس گرمکداس (لنگوٽيوالا)
۽ هڪ ڪپڙي جي واپاريءَ کي گرفتار ڪيو ويو. بهشڪار
ڪاميٽيءَ جي آفيس ۽ ڪن دڪانن جي تلاشي پڻ
ورتي ويئي.

پوليس کي، وڏي عرصي بعد، بهشڪار ڪاميٽيءَ
کي ڌڪ هڻڻ جو موقعو مليو هو. موقعي جو پورو پورو فائدو
ورتائين ۽ بهشڪار هلچل کي اهڙو ڪاپاري ڌڪ هڻڻ جو وري
اٿي نه سگهي، اهڙي مراد پوليس جي هئي. سيٺ
سکديو ۽ سندس ساٿين کي، انڊين پينل ڪوڊ ١٢٠ (ب)،
٣٤١، ٣٨٤، ٣٩٢ ۽ ٤٥٤ قلمن هيٺ گرفتار ڪيو ويو.
انهن قلمن هيٺ مقدما رکيا، جي قائدي روڪ وجهڻ،

ڪيل هو.

ڪانگريس جا حڪم واپارين ۽ دڪاندارن جي ايسوسيئيشن ۽ پنچائتن دواران لڳندا هئا. جي ممبر، انهن جي ڀڃڪڙي ڪندا هئا، ته انهن تي ايسوسيئيشن يا پنچائتن پاران قدم کنيا ويندا هئا ۽ ڏنڊ پوندا هئا. ڏنڊن جي وصولي ڪانگريس کي ملندي هئي. ٻاهرين واپار ايترو زور تي ورتو هو جو هر ڪو آڏو مڃڻ لاءِ تيار ٿي ويندو هو.

پڪيٽنگ هلچل جو، عملي، جوڙجڪي ۽ ٻيو پهلو هو، سوديشيءَ لاءِ به زوردار پرچار ڪرڻ. پهرين پهلوءَ طرف ڪم ڪندي، جوڙجڪي ۽ عملي ڪم کي به هٿ ۾ کنيو ويو. پڻ مندرن ۽ ٻين قبرستانن دواران، سوديشيءَ لاءِ زوردار پرچار ڪيو ويو. انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو ويو ته آئنده ولايتي ڪپڙو نه ورتو وڃي. جدا جدا ڀاڱن ۽ پنچائتن ۾ سوديشيءَ ڪپڙي واپرائڻ لاءِ ٺهراءُ پاس ڪرايا ويا. استري جاتيءَ ۾ لاڳيتو پرچار جاري رکيو ويو. وقت به وقت، شهر جي جدا جدا حصن ۾ زالن جا ميڙ سڏايا ويندا هئا، جتي پڪيٽنگ ڪاميٽيءَ پاران زالن کي ڪنڌي پڪيٽنگ هلچل ۽ سوديشي پرچار جي ضرورت ۽ اهميت تي روشني وجهنديون هيون. انهيءَ ڏس ۾ ڪي پيش لائق، ڪماري پاربتي گدواڻي، شريمتي ڪستوري ٻائي (هيڊ ماسترياڻي، ميونسپل اسڪول) ۽ شريمتي سيتان ٻائي اصرمسل سهتا تمام گهڻي محنت ڪان ڪم وٺي، پاڻ پتوڙيندڙيون هيون.

پڪيٽنگ ڪاميٽيءَ جي زوردار عملي ڪم سبب،

هئي، جو ولائتي ڪپڙي جون آڙهتون، جهڙوڪ رالــي
برادرس، فاربس ڪمپني، گرام ڪمپني ۽ امپيريل بئنڪ
وغيره پڻ، ڪانگريس جي منظوريءَ کان سواءِ، ولائتي
ڪپڙي جا داگينا واپارين کي نه ڏينديون هيون.

بدي توڙي ربڙڪي جي واپارين سان ناهه ڪرڻ واري
اوائلي دور ۾ ڪي تڪليفون ۽ مشڪلاتون پيش آيون،
۽ ڪجهه ڏينهن، مارڪيٽ ۾ پڪيٽنگ پڻ ڪرڻي پئي.
پڪيٽنگ جو طريقو زور شور وارو هو، بلڪ ڌمڪي
ڀوني وارو ورتو ويو. انهيءَ جو اثر فائديمند ٿيو، جلد ئي
واپارين سان ناهه ٿي سگهيو.

انهيءَ دور ۾ ڪيتريون ساريون عملي مشڪلاتون
پيدا ٿيون هيون، جن کي اڪل ۽ رمز سان منهن ڏنو
ويندو هو. زوردار پبلڪ رائي پيدا ڪرڻ جا اهڙا ۽
عجيب ۽ غريب وسيلا ۽ طريقا ڪتب آندا ويندا هئا.
زوردار پبلڪ رائي اڳيان، ڪانگريس حڪمن جي ڀڃڪڙي
ڪندڙ، ٿورو اچي آڻ مڃيندا هئا ۽ ضد ڪرڻ کان باز
ايندا هئا. اهڙو زوردار وايومنڊل پيدا ٿي چڪو هو،
جو بدي واپاريءَ کان وٺندي ايدي قيريءَ واري لائين،
ڪانگريس حڪمن کي نه مڃڻ جي، ڪنهن کي به جهڙي
تهڙي جرئت نه ٿيندي هئي.

هندي پانڊيءَ جي دلالن جو سهٺو سهڪار هت
ڪيو ويو. ڪي چڱا ڀلا ڪپڙي جا واپاري ڪانگريس
جو ساٿ نه ڏيئي، ڪانگريس حڪمن جي انحرافي ڪندا
هئا، ته انهن کي پڪڙ ورتو نه ڏيڻ جو، انهن ٻاران انجام

سواءِ، ديسي ڪپڙو ڪراچيءَ ۾ فقط انهن دڪاندارن ۽ ريزڪي
وڪڻندڙن کي ڏيندا، جن کي ڪانگريس پاران لسنس مليل
هوندا. انهيءَ ناڪه ڪري، ولائتي ڪپڙي جي پڌي واپار
کي ڌڪ لڳو. واپاري، آهستي آهستي، ديسي ڪپڙي لاءِ
آرڊر ڏيڻ لڳا. اهڙيءَ ريت، بهشڪار سان گڏ سوديشيءَ
کي همٿائڻ جو موقعو مليو.

انهيءَ بعد، شهر جي جدا جدا حصن جي بازارن ۾ ريزڪي
ڪپڙي جي دڪاندارن سان ۾ اگريمينٽ ڪيا ويا، ته
هو ۾ هفتا ولائتي ڪپڙو وڪڻڻ بند ڪندا، ۽ پوءِ هڪ
هفتو وڪرو ڪندا. اهو سلسلو هلائيندا. تنهن کان
سواءِ، نئون ولائتي ڪپڙو نه خريد ڪندا، بلڪ ديسي
ڪپڙو خريد ڪري، وڪرو ڪندا. انهيءَ لاءِ ڪبن
ليس ڏنا ويا. لسنس جي آڌار تي، پڌن واپارين کان
ڪفايت ۽ سهوليت مال جي خاطري ملين. اوائل ۾،
اهڙا اگريمينٽ ٽن مهينن لاءِ هئي، پوءِ عرصو وڌايو
ويو هو.

جنهن عرصي ۾ ولائتي ڪپڙي جو وڪرو بند رهيو
هو، انهيءَ عرصي لاءِ، انهن ۽ ريزڪي واپارين وٽ
ولائتي مال تي ڪانگريس جي سيل لڳل رهندي هئي.
انهيءَ سلسلي ۾، سچو وقت، اها ڪوشش ورلي ويندي
هئي، ته سڀ ڳالهيون ڪنهن حد اندر ڪيون وڃن، جو
ڪانگريس کي پورو ساٿ ملندو رهي.

ڪانگريس کي ساٿ ڏيڻ جي منزل اسٽالين پهچي چڪي

## ولائتي ڪپڙو بهشڪار هلچل

ڏاو وڃي ها، ته ڪجهه وقت تائين پڪيٽنگ جو د...
هلي ها ۽ گرفتاريون ٿين ها، جنهن بعد، هلچل جـ...
ڪم ٿڌو ٿئي ها ۽ ولائتي ڪپڙو عام جام وڪجڻ شرو...
ٿي وڃي ها. ولائتي شراب جي دڪانن ۽ گتن لي...
پڪيٽنگ مان اهو سبق ملي چڪو هو، ته پبلڪ، واپاري
۽ دڪاندار، ڪنهن حد تائين قرباني ڪري سگهن ٿا،
پر، جي حد کان وڌيڪ مٿن زور زبردستي ٿي ٿئي،
ته هو باغي بڻجيو ٿا پون.

انهن سڀني عملي ڳالهين ۽ حقيقتن کي سوچي، سيٺ
سکديو، بهشڪار هلچل کـي اڳون ٻ اک ڏاو. هڪ
تجويز تيار ڪري، انهيءَ کـي عملي روپ ڏيڻ جون
ڪوششون ورتيون. انهي سڄي سلسلي ۾، شري اوڌوداس
لالا، سيٺ سکديو جو ساڄو هٿ هو.

اوائل ۾، ڪپڙي جي ٻڌن واپارين ۽ ڪميشن ايجنٽن
مان ڪن چونڊ همدرد سڄڻن سان ڳالهيون ڪري، سڀني
ساٿ ۽ سهڪار هٿ ڪيو ويـو. انهـي بعد، ٻـڌن
واپارين ۽ ڪميشن ايجنٽن جي ائسوسيئيشن جا ميمبر سڏايا
ويا. ميٽنگ ۾ انهي ائسوسيئيشن، ڪانگـريس سـان
اگريمينٽ ڪئي، جنهن جا مکيه شرط هي هئا: پهريون
ته هڪ مهينو ولائتي ڪپڙي جو وڪرو صفا بـند رهندو.
...ـوءِ هڪ هفتي لاءِ ڪپڙي وڪڻڻ جـي ڪين موڪل
...ملندي. پر ڪليل هفتي ۾ ڪراچي ۽ سنڌ ۾ ولائتي ڪپڙو
وڪيو ويندو. سنڌ کان ٻاهر ڪٿي ا-، وڪڻي سگهن
. پر ته اهون ولائتي ڪپڙو نه خريد ڪندا. تنهن کان

# ولائتي ڪپڙو بهشڪار هلچل

سان ڳالهيون ڪرڻ ۽ سندن رخ معلوم ڪرڻ جو
سيٺ سکديو تي رکيو ويو. انهيءَ ڏس ۾ ڪوششون هلي
پئي، ته هڪ ڏينهن، ڪراچي شهر ۾ چڱيون گرفتاريون
ڪيون ويون. ڪيترا مکيه ڪم ڪندڙ پڻ گرفتار ٿيا
جن ۾ مولجي ترسي ڀاٽي به هڪ هو.

گرفتارين جو سلسلو تيزيءَ سان ٿيڻ لڳو ۽ ڪيترا مکيه
اڳوان گرفتار ٿي چڪا هئا. سندن ستياگره ڪاميٽيءَ کي،
بهشڪار ڪاميٽيءَ جي سيڪريٽريءَ جي گرفتاري بعد،
ٻئي سيڪريٽري مقرر ڪرڻ جو ڪو وقت نه مليو.
سيٺ سکديو، بهشڪار ڪاميٽيءَ جو اندروني انتظام ۽
ڪاروبار سنڀاليندو هو، سو بهشڪار ڪاميٽيءَ جي
سموري ڪم جو بوجو مٿس وڌو ويو. بهشڪار هلچل
کي ڪهڙو روپ ڏجي ۽ ڪهڙي ڍنگ ۾ هلائجي،
اها سموري جوابداري ۽ ذميواري سندس ڪلهن تي
اچي پئي. مکيه اڳوان جيلن ۾ هئا ۽ بهشڪار هلچل جو
جهنڊو اُن، اوچو رکڻو هو، انهن حالتن هيٺ، سيٺ سکديو
کي پنهنجن خيالن ۽ ويچارن کي عملي روپ ڏيڻ جو
پورو پورو وجهه مليو.

بهشڪار مسئلي جو ابياس ڪري، سيٺ سکديو
ادو ڪيو ته بهشڪار هلچل کي اهڙي ڍنگ ۾ هلائجي،
عام لوڪن جي دلين ۾، انگريزي راج جي ڊاڍائي ۽
ن لاءِ، جي خيال ۽ ويچار ويٺل آهن، سي گهٽجڻ لڳن.
ٻئي وقت، حڪومت جي عيوضن کي به اهو محسوس
لڳي، ته ظاهريءَ ريت، ملڪ ۾ سندن راج آهي،

جو سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. مولچند ٻاڻي هڪ اُتساهي
نوجوان هو ۽ سنڌ ستياگرهه ڪاميٽيءَ جي ڳالهين ۾ ڪين
به چڱو اڳرو ونندو هو.

ملڪ جو وايو منڊل بدلجي ويو هو. عام لوڪن ۾
اڻ ڏٺائيءَ جا اڻڳ پيدا ٿيڻ لڳا هئا. جيلن ۾ وڃڻ جو
ڀؤ ۽ گهٽي قدر لهي ويو هو. حڪومت ۽ سنڌس قانون
خلاف حقارت ڦهلائي جيل وڃڻ مکيه ڪرتي پيو. عام
لوڪن ۾، حڪومت طرف عزت ۽ ڊوماليءَ ۾ وڏو فرق
پئجي ويو. جنتا ۾، برٽش سلطنتشاهيءَ خلاف ڪافي
ڌڪار ۽ نفرت پيدا ٿي چڪي هئي. ستياگرهي ڪاميٽين
جو مکيه ڪم اهو ٿيندو رهيو، ته اُن جي قانون ٽوڙڻ،
انگريزي شراب جي دڪانن ۽ ڪپڙن جي پڪيٽنگ ۽
ولايتي ڪپڙي بهشڪار عليحل دوارن، هزارا گهڻا ڇڻا
گرفتار ٿي جيلن ۾ وڃن، اولرو چڱو.

انهيءَ زماني ۾، سيٺ سڪندرو، پنهنجي فرصت جو
ڪجهه حصو، ديس سيوا جي ڪم ۾ صرف ڪرڻ لاءِ،
ولايتي ڪپڙي جي بهشڪار ڪاميٽيءَ ۾ هڪ والنٽيئر
جي حيثيت ۾ گهڙيو. شروعات ۾، جيل وڃڻ جو خيال
ڪونه هوس، بهشڪري ڪاميٽيءَ جي اندروني ڪمن
۽ انتظام ڪرڻ ۾ رڌل رهندو هو.

بهشڪار ڪاميٽيءَ جي سيڪريٽريءَ، مولچند ٻاڻيءَ،
ڪپڙي مارڪيٽ جي واپارين سان ڳالهيون، ڪن ڳالهين
ڪرڻ جو خيال ڪيو، ۽ شهر جي ڪن ڪپڙي جي
دڪانن تي پڪيٽنگ ڪرڻ جو ويچار ڪيو. دڪاندارن

پرديش جي ڪجهه حصي لاءِ پهچندو هو. ڪراچي
شهر ۾ ڪپڙي جو هڪ به ڪارخانو ڪونه هوندو هو.
شهر ۾ ديسي ملن جو ڪپڙو به گهٽ ايندو هو. جيڪي
ڪجهه ايندو هو، تنهن ۾ به وڏو حصو انهن ملن جو
هوندو هو، جي هندستان ۾ هيون، پر غير هندستاني
۽ ڌارين موڙيءَ ۽ مالڪن هٿ هيٺ هلنديون هيون.
انهن حالتن هيٺ، خاص ڪري ڪراچي شهر ۾، ولائتي
۽ پرڏيش ڪپڙي جي ٻهشڪار لاءِ وڏو ڪم ۽ ميدان
موجود هو.

ٻهشڪار ڪاميٽيءَ پاران، انهيءَ ڏس ۾ اوائلي
ڪوششون شروع ٿيون. سيٺ شورتن موهاڻا ۽ سيٺ هاسيمل
چيلارام جني مدد سان، گوورڌنداس، مولجي جيٺا ۽
شڪارپوري ڪپڙي مارڪيٽ جي واپارين جو ميڙ سڏايو
ويو، جنهن ۾، ولائتي ڪپڙي جي ٻهشڪار ۽ ديسي ڪپڙي
جي همٿائڻ لاءِ ڪهڙا قدم ۽ اپاءَ وٺجن، تنهن لاءِ ويچار
ڪيو ويو. ڪانگريسي مرڪزن کي، وقت به وقت، پئسي
جي مدد، واپارين وٽان ٿي ملندي هئي. ولائتي ڪپڙي
جي ٻهشڪار ۾، ڪين وڏيڪ قرباني ڪرڻي هئي،
تنهنڪري، سڀني ساٿ ۽ سهڪار جي وڏي ضرورت
هئي. انهي سلسلي ۾ ڳالهيون ڪجهه ڏينهن هلنديون
رهيون، تنهن وچ ۾، ڪاميٽيءَ جو چيئرمن، آچاريه گدواڻي
گرفتار ٿي ويو.

آچاريه جي گرفتاريءَ بعد سنڌ ستياگره ڪاميٽيءَ پاران
هڪ اوجوان، مولجي لرسيءَ پاڻي کي، ٻهشڪار ڪاميٽيءَ

مداس، هيرانند ڪرمچند، مهراج ديودت شرما، پرسرام
ملراماڻي، لالجي مهروترا، هريرام ماڙيوالا، سيٺ سکديو،
هراج دوارڪا پرساد، ڊاڪٽر ليلا رام ٿيرواڻي، پروفيسر
سواڻي، ڊاڪٽر وطهمل، حاجي محمود (ميرپور خاص)،
ولوي محمد قاسم (ٽنڊو ڄام)، مبارڪ علي (ڪراچي)،
ثمان احمد (ڪراچي)، پروفيسر واسواڻي، ڊاڪٽر وشنداس،
اڪٽر وسڻمل، پـــروفيسر هاسانند، پريـــداس، سنتداس
ند لمل، چوئٿرام ولڀڇا، چوئٿرام ڊيئبلو، شهوڪ موٽواڻي،
هچلداس هميسنگاڻي، مولچي لرسي، نارائڻداس سپاهيملاڻي
لديو گاجرا، ڀڳوانداس راڇور لال ۽ سنتداس لنگواڻي وارو.

شريمتي گنگا ديوي (شڪارپور) پهرين سنڌي استري
ٿي، جا جيل ۾ ويئي. انهي بعد، ڪڪي پمپط لالواڻي،
ار پتي گدواڻي، لڇمي ديوي، ڪستور باڻي ۽ سرسوتي
يوي ۽ ٻيون، سنڌي استريون هيون، جن جيل جي ياترا ڪئي.



آچاريہ جيوترام ڪرپالاڻي



سوامي گووندانند



جئرامداس دولترام



ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي



هريداس لالجي



سوامي ڪرشنانند

ڦهليل هو. هزار ماڻهن جا، سٽي ڪورٽ جي ٻاهران
اچي ڪٺا ٿيا. ڪورٽ کان موڪل وٺي، ڪي اڳواڻ
لڳاتون ڪري، عام لوڪن کي صبر ۽ شانتي اختيار
ڪرڻ لاءِ هدايت ڪري رهيا هئا، ته ان ڪدون سبب
کي، پوليس وارن گوليبازي ڪئي ويئي. گوليبازيءَ ۾،
منگوراج ۽ پراچند لال ۽ دتارام گولين جا شڪار ٿيا،
شهيد ٿي ويا ۽ ٣٦ ڄڻا ڦٽيا. شري ڄيرامداس دولترام کي
پٽ ۾ هنن گولي لڳي ۽ آر پار نڪري ويئي.

١٩٣٠ع واري ستياگرهه هلچل ۾، سنڌ مان، انڪل
٧٢٤ ڄڻا گرفتار ڪري، سزائون ڪيا ويا. جدا جدا
ضلعن مان گرفتاريون، انڪل ٿي، هن ريت آهن:
ڪراچي: ٢٥٤، شڪارپور: ١٠٠، حيدرآباد: ٩٠،
سکر: ٨٠، ميرپور خاص: ٦٠، جيڪب آباد: ٤٠، لاڙڪاڻو:
٤٠، ساهتي: ٣٠، ۽ نوابشاهه: ٣٠. انهيءَ کان سواءِ، ٻيون به
ڪيتريون گرفتاريون ٿيون هيون، جن کي ڳڻيو ويو هو.

سنڌ جا مکيه اڳواڻ، جي هن ستياگرهه هلچل ۾ جهلي
۾ ويا، سي هي آهن: ڄيرامداس دولترام، ڊاڪٽر چوئٿرام
گدواڻي، سوامي گوونداننڊ، مولوي محمد صديق،
سوامي ڪرشناننڊ، آچاريه گدواڻي، پروفيسر گهنشام،
نارائڻداس آنند جي بيچر، آر. ڪي. سڌوا، ڊاڪٽر تاراچند
لالواڻي، هريداس لالجي، پروفيسر نارائڻداس ملڪاڻي،
سچانند ٿيرومل، پولڊرام، مٺي لال وياس، نرسنگلال
پاٺڪ، ڊاڪٽر ناڪرداس، لوڪرام شرما، وشنو شرما،
ٺاڪر وسٽمل، ٺاڪر الهچند، ڪيمچند ٻابو، ڊاڪٽر

ڪري ڏيکاريو ته ظلم ۽ زبردستيءَ جو مقابلو اهڙيءَ نموني ۾ به ڪري سگهجي ٿو. دنيا ڏٺو، ته انسان ذات جي پنجين پتي آدم، مهاتما گانڌي جي رهنمائي ۽ رهبريءَ هيٺ، اهنسا جو نئون طريقو آزمائي، هڪ زبردست ۾ زبردست سلطنت کي اوڏي، صلح جي ڳالهين ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو. گانڌي - ارون ناهه، ٿيو. ستياگره هلچل بند ٿي ۽ سيني کي آزاد ڪيو ويو.

انهي ستياگره هلچل ۾، سنڌ به پارٽ چڱو ملهايو. سنڌ جي جدا جدا حصن ۾ لوڻ جو قانون ڀڳو ويو. شاهي ميڙن ۾ اڻ قانوني لوڻ ناهي، وڪرو ڪري، سرڪاري قانون کي ٺوڪر هنئي وئي. انهيڪان سواءِ شراب ۽ ولائتي ڪپڙي جي بائڪاٽ جي هلچل هلائي وئي. انهي دور ۾، سنڌ ۾ چڱو ٻهرو ورتو. هزارن جي تعداد ۾ اچي، ڪانگريس پارٽن سڏايل ميڙن ۾ حصو وٺندا هئا. هڙتالون ڪري، پنهنجن اعتراض جو اظهار ڪندا هئا. مڇهن سوديشي لاءِ پيار ۽ صدق وڌيو. وطن پرستيءَ جا انگ مڇهن زور پوڻ لڳا. ڪراچي ۽ سنڌ جي جدا جدا حصن ۾، حڪومت پارٽن دٻاءُ ۽ زبردستيءَ جا ڪارناما هلايا، ڪيترا دفعا لٺيبازي ٿي، ٦ اپريل ١٩٣٠ع تي، ڪراچي شهر ۾، سٽي ڪورٽ اڳيان گوليبازي ٿي. انهي ڏينهن، پرڀات ويلي، ڪراچي ۽ سنڌ جي مکيه اڳوانن کي گرفتار ڪري، ڪورٽ ۾ آندو ويو هو. اڳوانن جي گرفتاريءَ تي اعتراض ڏيکارڻ لاءِ، سڄي شهر ۾ هڙتال ڪئي وئي. عام لوڪن ۾ جوش



ڊاڪٽر راجندر پرساد



جواهرلال نهرو



راجگوپال آچاريه



سردار ولڀ ڀائي پٽيل



مولانا ابوالڪلام آزاد



خان عبدالغفار خان

ڪيو ويو. پورن آزادگي ڏينهن ملهايو ويو ۽ هندستان جي
ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ٢٦ جنوريءَ تي عام ميڙ ٿيا، جتي ڪانگريس
پاران تيار ڪيل پرتگيا پتر پڙهيا ويا.

ستياگره هلچل جي اڳوان، مهاتما گانڌيءَ پاران اعلان
ٿيو ته پورن آزادگي حاصل ڪرڻ لاءِ لوڻ جي قانون ڀڃڻ
جو ستياگره ڪيو ويندو. انهي اعلان تي، ڪيترن
مرڪزن مان شڪ اٿاريا ويا. جي لوڻ جي قانون جو
سوراج سان ڪهڙو واسطو؟ ١٩٣١ع ۾ سمت جي ٻاون سان
ٿي سوراج ورتو ويو، ۽ ڇاڪاڻ لوڻ جي اڏن سان ئي پورن
آزادگي حاصل ڪجي!

١٢ مارچ ١٩٣٠ع ستياگره ڏينهن رکيو ويو. انهي ڏينهن
مهاتما گانڌي پنهنجن ٧٩ ستياگرهي آشرم واسين جي ساٿ
سان، سابرمتي آشرم مان نڪري ۽ پيرين پنڌ گجرات
جي ڳوٺن مان پرچار ڪندو، ڏانڊي ڳوٺ ۾ سمنڊ جي
ڪناري تي پهتو، لوڻ جي قانون ڀڃڻ جو اعلان ڪيو.
جنگ جو ناد وڄيو. ڏانڊي چڙهائي شروع ٿي. سابرمتيءَ
کان ڏانڊيءَ تائين سوا ٻن سون ميلن جو مفاصلو، پيرين
پياد و پورو ڪري، ڏانڊيءَ وٽ پهتي، گانڌيجيءَ لوڻ جي
قانون کي ڀڳو. ملڪ ۾ عجيب قسم جي لهر ڦهلجي وئي
۽ ڏسڻ ڏسڻ ۾ جان ڦوڪجي وئي. مردن، زالن، ٻلڪ
ٻارن به، انهي ستياگره ۾ زور دار قربانيون ڪيون.
ستياگره هلچل، ملڪ ۾ زور شور سان هلي. ڏهن
مهينن بعد، برٽش سلطنت کي مجبور ٿي، صلح جون
ڳالهيون ڪرڻيون پيون. انهيءَ هلچل، دنيا کي ثابت

زور شور سان هليو. پر، چوري چورا وارن حادثن ڪري، ۱۹۲۲ع ۾ هلچل بند ڪئي ويئي. انهيءَ بعد، جلد ئي، مهاتما گانڌيءَ کي گرفتار ڪيو ويو. ملڪ ۾ گهڻي قدر مايوسي ڦهلجي ويئي.

۱۹۲۲ع کان ۱۹۲۶ع تائين، ڪانگريس جي تاريخ ۾ ڪا خاص ڳالهه ڪانه ٿي. ۱۹۲۷ع ۾، مدراس ڪانگريس واري ميڙ ۾، پنڊت جواهر لال جي ڪوشش سان، پورن آزادگي جي فائدي ۾ ٺهراءُ پاس ٿيو. هن کان اڳ، اهڙا ٺهراءُ پيش ٿيا هئا، پر پاس ٿي نه سگهيا هئا.

۱۹۲۸ع ۾، ڪانگريس ميڙ ڪلڪتي ۾ ٿيو. ڪانگريس پريزيڊنٽ پنڊت موتيلال نهرو هو. هن ڪانگريس ۾، حڪومت کي آخرين نوٽيس ڏنو ويو، ته جي هڪ سال اندر پنهنجي راڄ نه ڏنو ويندو، ته پورن آزادگيءَ جي مقصد جو اعلان ڪيو ويندو. مهاتما گانڌيءَ، ديس اڳيان، عملي جوڙجڪي پروگرام رکيو.

حڪومت، ڪانگريس جي پنهنجي راڄ واريءَ گهر کي، پڌواڻ پڌو ڪري ڇڏيو. آخرين نوٽيس جو مدو پورو ٿيو. ۱۹۲۹ع ۾، لاهور ڪانگريس جو پريزيڊنٽ پنڊت جواهر لال ٿيو. ڪانگريس، پنهنجو مقصد، پنهنجي راڄ مان بدلائي، پورن آزادگي ڪيو.

پورن آزادگيءَ جو ٺهراءُ پاس ڪري، مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ، ستياگرهه هلچل هلائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. هلچل جي اڳواڻيءَ جون واڳون مهاتما گانڌيءَ کي سونپيون ويون. ۲۶ جنوري پورن آزادگي ڏينهن ملهائڻ جو فيصلو



فىروز شاه مهتا



مدن موهن مالويا



لوكمانيه بال گنگادر تلك



دينشا ايدلجى واچا



گوكلي



داكتر انني بسنت

زور شور سان هلي. پر، چوري چورا وارن حادثن ڪري، ١٩٢٢ع ۾ هلچل بند ٿي ويئي. انهيءَ بعد، جلد ئي، مهاتما گانڌيءَ کي گرفتار ڪيو ويو. ملڪ ۾ گهڻي قدر مايوسي ڦهلجي ويئي.

١٩٢٢ع کان ١٩٢٦ع تائين، ڪانگريس جي تاريخ ۾ ڪا خاص ڳالهه ڪانه ٿي. ١٩٢٧ع ۾، مدراس ڪانگريس واري ميڙ ۾، پنڊت جواهر لال جي ڪوشش سان، پورن آزاديءَ جي فائدي ۾ ٺهراءُ پاس ٿيو. هن کان اڳ، اهڙا ٺهراءُ پيش ٿيا هئا، پر پاس ٿي نه سگهيا هئا.

١٩٢٨ع ۾، ڪانگريس ميڙ ڪلڪتي ۾ ٿيو. ڪانگريس پريزيڊنٽ پنڊت موتيلال نهرو هو. هن ڪانگريس ۾ حڪومت کي آخرين نوٽيس ڏنو ويو، ته جي هڪ سال اندر پنهنجي راڄ نه ڏنو ويندو، ته پورن آزاديءَ جي مقصد جو اعلان ڪيو ويندو. مهاتما گانڌيءَ، ديس اڳيان، عملي جوڙجڪي پروگرام رکيو.

حڪومت، ڪانگريس جي پنهنجي راڄ واريءَ گهر کي، ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. آخرين نوٽيس جو مدو پورو ٿيو. ١٩٢٩ع ۾، لاهور ڪانگريس جو پريزيڊنٽ پنڊت جواهر لال ٿيو. ڪانگريس، پنهنجو مقصد، پنهنجي راڄ مان بدلائي، پورن آزادي ڪيو.

پورن آزاديءَ جو ٺهراءُ پاس ڪري، مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ، ستياگره هلچل هلائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. هلچل جي اڳواڻيءَ جون واڳون مهاتما گانڌيءَ کي سونپيون ويون. ٢٦ جنوري پورن آزادي ڏينهن ملهائڻ جو فيصلو



فیروز شاه میهتا



مدن موهن مالویا



لوکمانیه بال گنگادر تلک



دینشا ایدلجی واچا



گوپال کرسن گوکلي



داکتر انني بیسنت

واري ته سلطنت اندر، هندستان کي خود حڪومت ڏني
وڃي. هن ڪانگريس ۾ هندو مسلم ايڪتا لاءِ خاص
زور ڏنو ويو.

سنه ١٩١٦ع ۾، ڪانگريس جو ميڙ لکنؤ ۾ ٿيو. اهو
ميڙ، اهڙي حقيقت سبب ڄاڻايو آهي، ته هن ميڙ ۾
نرم ۽ گرم ڌرين پاڻ ۾ گڏجي ويون ۽ سڌارن جي
هڪ تجويز پاس ٿي وئي.

١٩١٧ع ۾، ڪانگريس جو ميڙ، ڪلڪتي ۾، ڊاڪٽر
اينيءَ بيسنٽ جي پريزيڊنٽيءَ هيٺ ٿيو. اهو ميڙ ۾
سوراج لاءِ زوردار آواز ۾ گهر ڪئي وئي.

سنه ١٩١٩ع ۾، هندستان کي مانٽيگو چيمسفورڊ سڌارا
ڏنا ويا هئا. ١٩١٩ع واريءَ امرتسر ڪانگريس ۾، سڌارن
تي ويچار ڪيو ويو. اهي ئي ڪانگريس جي مکيه
اڳواڻن، لوڪمانيه تلڪ ۽ مهاتما گانڌيءَ جي وچ مختلف
هئا، پر پوءِ ٺهراءُ ٺهرايو ويو ته سڌارا غيرتسلي بخش
پورا ۽ نا اميد ڪندڙ آهن، ته به عمل ۾ آندا وڃن.
۽ وڌيڪ سڌارن لاءِ ڪوششون جاري رکيون وڃن.

امرتسر ڪانگريس بعد، ملڪ ۾ اسهڪار يا قطع تعلقات
هلچل جاري ٿي. ١٩٢٠ع ۾، ناگپور ڪانگريس ۾
هزارين ڊيليگيٽ آيا. اهوءَ بعد فيصلو ڪيو ويو ته لک
پنهنجا ڊيليگيٽ چونڊي اچن.

سنه ١٩٢١ع واري احمدآباد ڪانگريس ۾، ستياگره
هلچل جاري ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو ۽ مهاتما گانڌيءَ
کي ملڪ جو ڊڪٽيٽر مقرر ڪيو ويو. ستياگره هلچل

سن ١٩٠٦ع ۾ ڪلڪتي شهر ۾ دادا ڀائي اوروجي جي پريزيڊنٽيءَ هيٺ ڪانگريس منعقد ٿيو. هن ميڙ ۾ دادا ڀائي اوروجي جي رهنمائيءَ هيٺ، پهريون ڀيرو "سوراج" لفظ ڪتب آندو ويو. انهي وقت ۾ بنگال جي ورهاڱي سبب، ملڪ ۾ جوش جي لهر ڦهليل هئي. ڪلڪتي ڪانگريس ۾ سوراج، بائيڪاٽ، سوديشي ۽ قومي تعليم جي ٺهراءَ بحال ڪيا ويا. ڪانگريس ۾ ٻن خيالن جون پارٽيون اڀري پيون. هڪ نرم پارٽي ۽ ٻي گرم پارٽي. نرم پارٽيءَ جي اڳواڻي سر فيروز شاهه مهتا ۽ پروفيسر گوکلي ڪئي ۽ گرم پارٽيءَ جو اڳوان لوڪمانيه بال گنگا ڌر تلڪ هو.

سن ١٩٠٧ع ۾ ڪانگريس جو ميڙ سورت ۾ ٿيو. انهي ميڙ ۾ ڌاڌا گوڙ ٿي پيا. ٻنهي پارٽين ۾ ڪشمڪشا ٿي. ڪانگريس جو ميڙ جلد ختم ٿيو. گرم پارٽيءَ وارا ڪانگريس مان نڪري ويا. سن ١٩١٥ع تائين، گرم پارٽي ڪانگريس کان جدا رهي.

سن ١٩٠٨ع ۾ نرم پارٽيءَ وارن، انڊين نئشنل ڪانگريس جو جوڙجڪ ڪيو ويو. ڪانگريس جو مقصد قانوني طريقن سان پنهنجي راڄ حاصل ڪرڻ رکيو ويو.

سن ١٩١٣ع ۾، ڪانگريس جو ميڙ، ڪراچيءَ ۾ ٿيو. ڪانگريس جو پريزيڊنٽ نواب سيد محمد ۽ مرحبا ڪاميٽيءَ جو چيئرمين سيٺ هرچندراءِ وشنداس هئا. هن ڪانگريس ۾ سر آغا خان ۽ مسٽر محمد علي جناح پڻ شامل ٿيا هئا. ڪراچي ڪانگريس ۾ ٺهراءَ بحال ڪيو

# انڊين نئشنل ڪانگريس جي مختصر تاريخ

انڊين نئشنل ڪانگريس سنه ١٨٨٥ع ۾ هستيءَ ۾ آئي. اها قومي سنسٿا جو بنياد ڪئپٽن ايو، هيوم جو احوال سيٺ هرچندراءِ واري ڪتاب ۾ ڏنل آهي. ڪانگريس جو پهريون مهڙ، بمبئيءَ ۾، ٢٨ ڊسمبر ١٨٨٥ع تي ٿيو هو، جنهن ۾ سڄي هندستان مان ڪل ٧٢ عيوضي آيل هئا، جن مان ٢ سنڌ جا ٻه هئا. مهڙ جو پريزيڊنٽ مسٽر ووميش چندر بونرجي هو. ڊيليگيٽن مان مکيه هي هئا: دادا ڀائي نوروجي، دين شاهه واڇا، ايلن آڪٽيوين هيوم، نريندر ناٿ سين، جي. جي. اگرڪار، ڪي. ٽي. تلنگ، فيروز شاهه مهتا، پي. آر. ملباري، اين. جي. چندرورڪر، سر سبرامنيا آئر، آنند چارلو ۽ ڏيا رام جيٺمل.

پهرين ڪانگريس مهڙ ۾، ڪانگريس جا مقصد هي رکيا ويا: (١) سلطنت اندر ملڪ جي گهٽڪهڙن جي وچ ۾ دوستيءَ جو ناتو ڳنڍڻ (٢) سڀني جاتين جي وچ ۾ ميلاپ وڌائڻ (٣) ملڪي سوالن تي رايا وٺڻ (٤) عام ڀلي جي سوالن لاءِ عملي قدم کڻڻ لاءِ رٿون رٿڻ.

انهيءَ بعد، هر سال، ڪانگريس جا مهڙ ٿيندا هئا. ڊيليگيٽ ايندا هئا ۽ ٺهراءَ پاس ٿيندا هئا. عملي ڪم گهٽ ڪو ٿيندو هو. اها حالت، ساڳي ڪيترا سال هلي.

اهي واقعي جو ذڪر، سيٺ لڇمڻداس جي احوال ۾ آيل آهي. ٻئي ڀائر، ڌنڌي ۽ ملڪيت ۾ گڏ رهيا، پر، ڪمائيءَ، خرچ ۽ انڪم ٽيڪس ۾ جدا هئا. لڇمڻداس زميمداري سنڀاليندو هو ۽ سيٺ سکديو ڪراچي شهر جي ملڪيت جي سار سنڀال لهندو هو.

سيٺ سکديو، پنهنجي فرصت جو وقت، پڙهڻ ۾ صرف ڪندو هو. ڪيترا سارا ڪتاب پڙهيائين. اخبارن پڙهڻ جو شوق لت اهم سان جاري هوس. انهيءَ اڀياس دوران، سنڌس ڄاڻ جو دائرو وڌندو رهيو. ڪجهه قدر لکڻ جي به ڪوشش ورتائين. هڪ هفتيوار اخبار ۾، ملڪي ڳالهين ۽ واقعن تي ڪالم لکڻ لڳو. اهڙيءَ ريت، پنهنجي فرصت جو وقت، چڱي ۽ ڪارائتي ڍنگ ۾ صرف ڪندو رهيو.

ڪٽنب ۾ قضيا ٿيڻ لڳا. ڪٽنب جا بزرگ، راهه ربالي وٺڻ لڳا. ۴ جون ۱۹۲۶ع تي سيٺ اوڌوداس چالاڻو ڪيو. ۱۶ فيبروري ۱۹۲۸ع تي، دهليءَ ۾، سيٺ هرچندراءِ پرلوڪ پڌاريو. ۷ جنوري ۱۹۲۹ع تي، سيٺ وشنداس ديهه تياڳي. ۽ ۲۳ مارچ ۱۹۳۲ع تي سيٺ سرڀچند گذاري ويو. ڪٽنب جا وڏا، اهڙيءَ ريت، گذر ڪري ويا. سيٺ سکديو، ۳۶ ورهين جي ڄمار ۾، ڪٽنب جو بزرگ بڻيو.

تحريڪ سان آزادگي حاصل ڪري نه سگهبي. انهيءَ
دوران، نقطي، ڪيترو قدر گوڙ شور پيدا ڪري سگهيو.
انهي تحريڪ جيڪي نيڪ نوجوانن جون قربانيون، برٽش
سلطنت کي اڏاڻي نه سگهنديون. اهڙي قسم جي خيالن
جي ابتدائي، هن نوجوان جي دل ۾ جاءِ ڪرڻ لڳي.
ساڳئي وقت، جوڙجڪي ڪوششون ۽ ڳالهيون ۾ پلا قدم
هئا، ان تي هڪ نوجوان ڪيئن راضي رهي؟ سنجيدگي ۽
گنڀيرتا حاصل ڪري، ڪئمپ مان واپس وريو.

پوءِ مان موٽي، اچي پنهنجي ذاتي ڪم لڳو ۽ ڪم
ڪار ۾ رڌل رهيو. جولاءِ ١٩٣٠ع ۾، هماليه جبل جي
ڪيدارناٿ ۽ بدري ناٿ ياترا لاءِ روانو ٿيو. اتر هندستان
جا ڪيترا شهر ڏٺائين. ٻن مهينن جو چڪر لڳائي واپس
وريو. اتي يوگا مهراج سڪرامداس اوجها جي سنگ ۾ ڪمائين.

سندس شادي، ١٣ مئي ١٩٣٢ع تي، پراڻي هالن جي
زميندار، سيٺ پهلاجراءِ ڪيمچند جي ڌيءُ، ساوتري ٻائيءَ
سان ٿي. سيٺ پهلاجراءِ، حيدرآباد ڊسٽرڪٽ بورڊ ۽ هالا
تعلقي بورڊ جو ويه سال ميمبر هو. پنج سال، هالا جو
سيڪنڊ ڪلاس آنريري مئجسٽريٽ هو. ٽيهن کان سواءِ،
ڪمشنر جو درٻاري، هالا تعلقي ڪوآپريٽو سوسائٽي ۽
انگريڪلچرل تعلقا ڊيولپمينٽ سوسائٽي جو چيئرمين هو. سيٺ
پهلاجراءِ، ٧٠ ورهين جي ڄمار ۾، ١٠ نومبر ١٩٤٤ع تي،
هالا ۾ چالاڻو ڪيو.

١ نومبر ١٩٣٦ع تي، سيٺ سڪندرو ۽ ليڇمنداس، ٻئي ڀائر،
پنهنجي پيءُ ۽ ڪاڪي کان، ملڪيت ۽ ذاتي ۾ ڌار ٿيا.

اهڙي ڍنگ جي وطن پرستيءَ جا جذبا پيدا ٿيڻ لڳا ۽
انهي تحريڪ سان همدردي ٿيڻ لڳي. جيءَ هر ڪنهن
جوان کي بندوق هلائڻ ضرور اچڻ گهرجي.

سنه ١٩١٦ع ۾، گورنمينٽ آف انڊيا پاران، هندستاني
نوجوانن کي ملٽري سکيا ڏيڻ جو سلسلو شروع ٿيو هو. انڊين
ڊفينس فورس برپا ڪيو ويو ۽ پڙهيل نوجوانن کي ملٽري
سکيا ڏيڻ جو انتظام ڪيو ويو. سکندو جي سيني ۾ جي
امنگ هئا، تن کي اڀرڻ جو موقعو مليو. ڪنهن سان نه
ڳالهه ٻولهه ڪرڻ کان سواءِ، پاڻمرادو، انڊين ڊفينس فورس
دوارن ملٽري سکيا حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ورتائين ۽
داخلا حاصل ڪيائين. سو، فيبروري ١٩١٨ع ۾، پونا ۾
وڃي، انڊين ڊفينس فورس پونا انفنٽريءَ ۾ سکيا لاءِ
داخل ٿيو. ٽن مهنن جو سخت ڪورس هو. زبردست
انتظام هيٺ ڪئمپ جو پروگرام هلندو هو. اهڙيءَ
ڪئمپ زندگيءَ جي آزمودي، سندس خيالن ۽ جيوت
۾ ڦيرو آندو. ملٽري انتظام جي ضرورت ۽ خوبين کان
بلڪل چڱيءَ طرح واقف ٿيو.

پونا، اوله جو ملٽري مرڪز هو، جتي ڪيتريون
ساريون رجيمنٽون رهنديون هيون. ڪئمپ ۾ رهڻ
سان، انهن کي ڏسڻ ۽ سمجهڻ جا موقعا کيس مليا.
جنگي فن جي سائنس بابت پڻ ابياس ڪيائين. ڪهڙيون
ڳالهيون جنگين جي ڪاميابيءَ لاءِ مکيه ۽ ضروري آهن،
انهن کان به واقف ٿيو. انهي آزمودي سندس ڪپاٽ
کولي ڇڏيا. محسوس ڪرڻ لڳو ته انقلابي ۽ امن واري

## حواليءَ جو دور

سڪندر، سڪول ڇڏي، اچي پنهنجي ڏاڏي جي ڪوليءَ
لي ويٺو ۽ ڏاڏي کي لڳو. اهو ١٩١٥ع وارو زمانو هو.
پهرين مهاڀاري جنگ جو وقت هو. سيٺ وشنداس جا ملٽري
ٺيڪا ڪنهل هئا. سڪندر، ڪالمن، ڪرڙن ۽ ملٽري ليکن
جو ڪم سنڀالڻ لڳو. سنه ١٩١٧ع ۾، سيٺ وشنداس جو
شخصي سيڪريٽري ٿي، حيدرآباد ۾ وڃي رهيو. اهڙيءَ
ريت ڏاڏي جو چڱو آزمودو پرايائين.

ڏاڏي ۾ رهي هو، ڪتابن ۽ اخبارن جو ات ابم سان
اڀياس ڪندي، مٿس ملڪي ۽ راجنيتي ڳالهين جو چڱو
اثر پوڻ لڳو. انهي زماني ۾، هندستان جي آزاديءَ هٿ
ڪرڻ لاءِ، ٻن خيالن جا گروهه هئا. هڪڙا هئا جي
جوڙجڪي طريقن ۾ وسواس ڌاريندا هئا. انهن جو عقيدو
هو ته ملڪي مسئلن طرف هنن جو ڌيان ڇڪائي، ڪين
سڌارا ڪجن ۽ ملڪ اندر، انهي ڏس ۾ گهرائي وايو منڊل
پيدا ڪجي. ساڳئي وقت، مرڪزي ۽ پرانتڪ اسيمبلين
دوارا، وقت به وقت، سڌارا حاصل ڪندا رهجن، ۽ آخر ۾
خود مختيار ملڪي راڄ جو درجو حاصل ٿي سگهي. ٻيو
گروهه انقلابي لهر جو هو، جو هنسا دوارا آزادي حاصل
ڪرڻ جا سپنا لهي رهيو هو. ملڪ جي نوجوانن جو ڌيان،
سياڻڪ، انهي لهر طرف ڇڪجڻ لڳو. سڪندر ۾ به،

سڪولي جيوت ۾، سڪندر والدين ۾ پڻ چڱو چاهه وٺندو هو. ڪرڪيٽ، هاڪي ۽ فوٽ بال، انهي والدين ۾ ڀرو وٺندو هو. سندس هڪ ڪلاسي چوهڙمل پاڻيا ٽالي هوندو هو، جو ڪثرت ڪندڙ جوان هو. هن، محنت ڪري، پنهنجو بدن نهايت ٺاهوڪو ٺاهيو هو. ڪجهه عرصي بعد، ممبئي شهر ۾، چوهڙمل "پاڻيا سئنڊو" ٽالي سان مشهور ٿيو هو. سڪندر، چوهڙمل جي سنگ ۾ ڪثرت ڪرڻ لڳو. سندن هڪ ڪليل پلاٽ، لارينس روڊ تي، اسرواڻي ولاز ملس لڳ هو. اتي هڪ ٻڙ جي وڻ هيٺان اکاڙو ٺاهيائون. پلاٽ تي نل وغيره جو انتظام هو. صبح جو سوير جوان اکاڙي ۾ ايندا هئا ۽ محنت ڪندا هئا. سڪندر به، انهي ڏس ۾، چڱو حصو وٺندو هو. انهيءَ کان سواءِ، پنڌ ڪرڻ ۽ شڪار جو به شوقين هوندو هو. ساٿين جو هڪ ٽولو هوندو هو، جي وقت به وقت، پنڌ جا پروگرام رٿي، ڪراچي شهر جي آس پاس هنڌن ڏانهن اڪري ويندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن وري ٻيڙيءَ جو سير به ڪندا هئا.

هو. انهيءَ سبب، هر سال، ڪلاس ۾ ٻيون ٽيون
نمبر ايندو هو. محنت نه ڪرڻ سبب، مئٽرڪ امتحان
۾ پاس نه ٿيو، سو وڌيڪ پڙهڻ جو خيال لاهي ڇڏيائين.
سڪولي جيون ۾، سندس اسٽيٽ جو دوست،
جمنداس وشنداس ڪلاڻي هو. اڄ ڏينهن تائين، سندن
وچ ۾، اهڙي گهرا ناتا هلندا ٿا اچن.

ننڍپڻ کان ڪتابن ۽ اخبارن پڙهڻ جو شوق پيدا
ٿي ويس. جولين ورن جي انگريزيءَ ۾ هو، تنهن پاڻ ۽
سندس ڪلاسي شيوارام ٻسول ملاڻي، ٻئي گڏجي خالقڏنا
لائبرريءَ ۽ ريڊنگ روم جا ميمبر ٿيا. خالقڏنا لائبرري
اين. جي. هاءِ اسڪول لڳ هئي، انهيڪري، اسڪول
جي رسيس جي وقت ۾ اچي ريڊنگ روم ۾ وچ اخبارون
پڙهندو هو. سنڌ آبزرور، ڊيلي گزيٽ، ٽائيمس آف
انڊيا ۽ امرتا بزار پتريڪا روزانيون اخبارون پڙهندو هو.
تنهن کان سواءِ السٽريٽيڊ ويڪلي آف انڊيا ۽ السٽريٽيڊ
لنڊن نيوز (هفتيوار)، ماڊرن ريويو ۽ ريويو آف ريويوز
(ماهوار) لڳ ڀڳ سڀ ساڳي طرح ڪيندو هو. لائبرريءَ
جي ٻيو فائدو وٺندو هو. ڪتاب ڏاڍي شوق سان
پڙهندو هو. تاريخي، مسافريءَ ۽ جيون ورتانتن، ناولن -
ڪتابن سان وڌيڪ دلچسپي هوندي هئس. اوا
هو. اسڪول ڇڏڻ بعد به، خالقڏنا لائبرريءَ
جو ميمبر ٿيندو رهيو. ڪتابن جي اڀياس
مان ۽ ويچار حاصل ٿيل آهي.

# سيٺ سکديو اوڌوداس

## اوائلي جيوت

سکديو جو جنم ٢ مارچ ١٨٩٦ع تي، ماڇيءَ ۾ ٿيو. هيءُ سيٺ وشنداس جو ٻهريون پٽ هو. هن کان اڳي، فقط سندس سر اڳيان کي ليا اٿون هيون. ڪٽنب ۾ اڻ وڏي عرصي بعد، اُن جو جنم ٿيو هو.

سنه ١٩٠٠ع ۾ سڄو ڪٽنب، ماڇيءَ مان لڏي، اچي ڪراچيءَ ۾ رهيو هو. سکديو اوائلي تعليم ڪراچيءَ ۾ پرائي. انهيءَ زماني ۾ اڃا سنڌي پرائمري سڪول هوندا هئا. هڪ چاڪيواڙي ۾ هوندو هو، جنهن جو هيڊ ماسٽر هوتچند سنگومل ٽيڪواڻي هو. ماسٽر هوتچند ماڇيءَ جو هو ۽ سيٺ وشنداس جي وشن سڀا جو هڪ شاعر هو. سيٺ اوڌوداس جو سنگي هو. ماسٽر هوتچند جي ڪري، سکديو کي چاڪيواڙي واري سڪول ۾ داخل ڪيو ويو. سڄي اسڪول ۾ آسپاس پاس جا مسلمان شاگرد پڙهندا هئا، جن ۾ هڪ هندو شاگرد سکديو هوندو هو. انهي اوائلي زندگيءَ جي آزمودي، مٿس وڏو اثر ڪيو. ننڍپڻ کان ئي ڏيڍ ۽ همٿي بڻجي پيو.

سنڌي چوٿون درجو پاس ڪري، سنڌ مدرسي ۾ داخل ٿيو. ٻئي سال، اين- جي- هاءِ سڪول ۾ داخلا ورتائين. سڪولي ڪم ۾ هوشيار هوندو هو، پر شرارتي ا

# سيٺ سکديو اوڌوداس

## اوائلي جيوت

سکديو جو جنم ۲ مارچ ۱۸۹۶ع تي، مالڇهوءَ ۾ ٿيو. هو، سيٺ وشنداس جو ٻهريون پونو هو. هن کان اڳ، فقط سيٺ سرچند کي لياٽون هيون. ڪٽنب ۾ ان، وڏي عرصي بعد، پٽ جو جنم ٿيو هو.

سنه ۱۹۰۰ع ۾ سڄو ڪٽنب، مالڇهوءَ مان لڏي، اچي ڪراچيءَ ۾ وسيو هو. سکديو اوائلي تعليم ڪراچيءَ ۾ پرائي. انهيءَ زماني ۾ ٻه سنڌي پرائمري سڪول هوندا هئا. هڪ چاڪيواڙي ۾ هوندو هو، جنهن جو هيڊ ماسٽر هوتچند سنگومل لکواڻي هو. ماسٽر هوتچند مالڇهوءَ جو هو ۽ سيٺ وشنداس جي وشن سڀا جو هڪ شاعر هو. سيٺ اوڌوداس جو سنگتي هو. ماسٽر هوتچند جي ڪري، سکديو کي چاڪيواڙي واري سڪول ۾ داخل ڪيو ويو. سڄي اسڪول ۾ آسپاس پاس جا مسلمان شاگرد پڙهندا هئا، جن ۾ هڪ هندو شاگرد سکديو هوندو هو. انهيءَ اوائلي زندگيءَ جي آزمودي، مٿس وڏو اثر ڪيو. ننڍي پڻ کان ئي ڏيو ۽ همٿي ٻڌجي پيو.

سنڌي چوٿون درجو پاس ڪري، سنڌ مدرسي ۾ داخل ٿيو. ٻئي سال، اين. جي. هاءِ سڪول ۾ داخلا ورتائين. سڪولي ڪم ۾ هوشيار هوندو هو، پر محنتي ا

وڏو آهي. هن وقت امرتي ۾ رهندو آهي. کيس ٻه
ڪتابن پڙهڻ جو چڱو شوق آهي. سنڌي ۽ انگريزيءَ
سان گڏ، هندي ۽ اردو ٻولين ۾ به چاهه وٺندڙ آهي.

* * *

سيٺ اوڌوداس کي هڪ ڀيڻ به هئي، جا عمر ۾
سيٺ سڪندر کان ننڍي هئي ۽ سندس نالو منگهي ٻائي
هو. منگهي ٻائيءَ جو جنم ٢٧ اپريل ١٩٠١ع ۾، ڪراچيءَ
۾ ٿيو. سندس شادي، حيدرآباد ۾ ڊاڪٽر (ڪئپٽن)
چندرام هاسي مل ٻرامالاڻيءَ سان، ٢٨ مي ١٩١٥ع ۾ ٿي.
منگهيءَ ٻائي، شاديءَ کان ڪجهه سالن بعد، ٢١ فيبروري
١٩١٩ع تي چالاڻو ڪيو. کيس ڪو اولاد ڪونه ٿيو.

جو شوقين آهي. اڪثر ڪري، تاريخي ۽ سنجيدا ڪتاب پڙهندو آهي. هاڪي پنگ جي ساهت سان نہ پوندي اٿس. ٻهراڙيءَ ۾ گهمڻ ڦرڻ جو بہ شوق اٿس. وقت بہ وقت، جڏهين موقعا ميسر ٿيندا اٿس، تہ انهن جو پورو فائدو وٺي، ٻاهر نڪري ويندو آهي.

سندس شادي، سنہ ١٩٣٥ع ۾، ماڇيهندن جي سيٺ هاسيمل ڀالومل جي ڌيءَ، پاربتي ٻائيءَ سان ٿي. کين ٽي پٽ ۽ هڪ ڌيائي آهن. سندن نالا: اندر، اجيت، راجن ۽ گنگا آهن.

اندر جو جنم، ١٢ مارچ ١٩٣٨ع تي، ڪراچيءَ ۾ ٿيو. هن وقت، ڪاليجي تعليم پرائي رهيو آهي. ٻيا ٻار ننڍا آهن ۽ سڪول ۾ پڙهندا آهن.

* * *

پرتراج جو جنم، ٢٣ مارچ ١٩١٧ع تي، ڪراچيءَ ۾ ٿيو. پرائمري تعليم بعد، ڪراچيءَ جي سنڌي هاءِ ۾ تعليم پرايائين. ستين درجي تائين پڙهي، اچي پنهنجي ڪوٺيءَ تي ڪم ڪرڻ لڳو.

صحت ۾، ننڍپڻ کان ئي، ڪمزور هو. ننڍي هوندي کان ئي بيمار گذاريندو هو. بلغم ۽ کنگهہ جي تڪليف هوندي هئس. جئن وڏو ٿيڻ لڳو، تئن گهٽي قدر، سندس صحت سڌرڻ لڳي.

سندس شادي، سنہ ١٩٤٢ع ۾، ماڇيهندن واري سيٺ هاسيمل ڀالومل جي ڌيءَ، چندرا سان ٿي. کين، هڪ پٽ ۽ هڪ ڌيائي آهي. ٻئي ٻار ننڍا آهن.

پرتراج، ملڪ جي ورهاڱي بعد، اچي هندستان

جو شوقين آهي. اڪثر ڪري، تاريخي ۽ سنجيدا ڪتاب پڙهندو آهي. هاڪي ٽيم جي ساهت سان نه پوندي اٿس. ڀهراڙيءَ ۾ گهمڻ ڦرڻ جو پڻ شوق اٿس. وقت بہ وقت، جڏهين موقعا ميسر ٿيندا اٿس، ته انهن جو پورو فائدو وٺي، ٻاهر نڪري ويندو آهي.

سندس شادي، سنه ۱۹۳۵ع ۾، مالڇنڊن جي سيٺ هاسيمل ٽالومل جي ڌيءَ، پاربتي ٻائيءَ سان ٿي. کين ٽي پٽ ۽ هڪ نياڻي آهن. سندن نالا: اندر، اجيت، راجن ۽ گنگا آهن.

اندر جو جنم، ۱۲ مارچ ۱۹۳۸ع تي، ڪراچيءَ ۾ ٿيو. هن وقت، ڪاليجي تعليم پرائي رهيو آهي. ٻيا ٻار ننڍا آهن ۽ سڪول ۾ پڙهندا آهن.

* * *

نرتراج جو جنم، ۲۳ مارچ ۱۹۱۷ع تي، ڪراچيءَ ۾ ٿيو. پرائمري تعليم بعد، ڪراچيءَ جي سٽي هاءِ ۾ تعليم پرايائين. ستين درجي تائين پڙهي، اچي پنهنجي ڪونيءَ تي ڪم ڪرڻ لڳو.

صحت ۾، ننڍي پڻ کان ئي، ڪمزور هو. ننڍي هوندي کان ئي بيمار گذاريندو هو. الغرض ۽ کنگهه جي تڪليف هوندي هئس. جئين وڏو ٿيڻ لڳو، تئين گهٽي قدر، سندس صحت سڌرڻ لڳي.

سندس شادي، سنه ۱۹۴۲ع ۾، مالڇنڊن واري سيٺ هاسيمل ٽالومل جي ڌيءَ، چندرا سان ٿي. کين، هڪ پٽ ۽ هڪ نياڻي آهي. ٻئي ٻار ننڍا آهن.

نرتراج، ملڪ جي ورهاڱي بعد، اچي هندستان



رامچند اوڏوداس



پارپتي ٻائي رامچند



اندر رامچند



ڪماري گنگا رامچند





رامچند جو جنم، ٣ جون ١٩١٤ع تي، ڪراچيءَ ۾ ٿيو. سنڌي چار درجا پورا ڪري، رامچند ڪراچيءَ جي اين. جي. هاءِ سڪول ۾ داخل ٿيو. سنه ١٩٣٣ع ۾، ڪراچيءَ جي سنڌي هاءِ سڪول مان مئٽرڪ پاس ڪري، ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ داخلا ورتائين. ڪاليج ۾ انٽر آرٽس تائين پڙهي، اچي پنهنجي ڌنڌي کي لڳو.

پنهنجي وڏي ڀاءُ، سيٺ سڪندر جي رهبريءَ ۽ رهنمائيءَ هيٺ، ڪپهه جي ڌنڌي جو سمورو ڪاروبار سکيو. انهيءَ بعد، ڪيترا سال، وشن نگر، حيدرآباد واري "جننگ فئڪٽري" ڪارخاني تي رهيو. سنه ١٩٥١ع کان، پنهنجي فرم جي هيڊ آفيس، ڪراچيءَ ۾ ڪاروبار سنڀاليندو رهي ٿو. رامچند، پنهنجي ڪاروبار ۾ چڱي دلچسپي وٺندڙ ۽ محنتي آهي. پنهنجي وڏي ڀاءُ، سيٺ سڪندر کي، وڏيءَ عمر ۾، ڌنڌي جي جهنجهٽ کان گهڻي قدر آجو ڪري ڇڏيو اٿس. انهي سبب، سيٺ سڪندر، پنهنجو گهڻو وقت قومي ۽ تعليمي ڪمن ۾ گذاري سگهيو آهي. انتظام جو ڪوڏيو آهي. لاغرض ۽ بي پرواهه. ڪم ڪندڙن سان سٺو سلوڪ ڪندو آهي. واپاري ورڪ ۾ سندس ڪافي عزت آهي.

رامچند سڀاءَ جو ماٺيڻو ۽ ٿورڳالهائو آهي. اڪثر ڪري، پنهنجي ڌنڌي ۽ گهر ۾ رڌل رهڻ وڌيڪ پسند ڪندو آهي. ٻين جي ڳالهين ۾ پوڻ کان پاسو ڪندو آهي.

ڌنڌي ۾ لڳو رهندي به، واندڪائي جو وقت، ڪتاب پڙهڻ ۾ چڱيءَ طرح صرف ڪندو آهي. ڪتاب پڙهڻ

حيدرآباد هندو پنچائت جو خزانچي آهي ۽ خدابادي
عامل ڪوآپريٽو بئنڪ جو، گذريل ٻن سالن کان، وائيس
پريزيڊنٽ ٿي رهيو آهي. پاڪستان يوٿ هاسٽلس
ائسوسيئيشن جو سينئر لائيف ميمبر ۽ روٽري ڪلب ۽
مئسانڪ لاج جو ممبر آهي. ڪجهه وقت، حيدرآباد
سول هاسپيٽل ائڊوائيزري بورڊ ۾ به هو، هن وقت
به، بورڊ جي ميٽنگن ۾ ڪيس گهرائيندا آهن. اهڙيءَ ريت،
پنهنجي وت آهر، سماج سيوا جا ڪم ڪندو رهي ٿو.

ڀڳوان جو جنم، ۲۴ سيپٽمبر ۱۹۵۰ع تي، حيدرآباد
۾ ٿيو. هي، ڪنڊر گارٽن جي ٻئي ڪلاس ۾ پڙهندو آهي.

ايشور جو جنم، ۲۴ نومبر ۱۹۵۲ع تي، حيدرآباد ۾ ٿيو.

اندرا جو جنم، ۷ جنوري ۱۹۳۹ع تي، ڪراچيءَ ۾
ٿيو. اسڪولي ڪم ۾ بلڪل چڱي دلچسپي وٺندڙ
هئي ۽ ڪلاس ۾، هر سال، پهريون نمبر ايندي هئي.
چڱا انعام کٽيا ائس. هڪ سال "بيسٽ گرل آف اسڪول"
جو شرف حاصل ٿيس.

سنه ۱۹۵۵ع ۾، سنڌ يونيورسٽيءَ جو مئٽرڪ امتحان
فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين ۽ يونيورسٽيءَ جي ڇوڪرين
۾ ٻيون نمبر آئي.

سنه ۱۹۵٦ع ۾، سنڌ يونيورسٽي فرسٽ ايئر سائنس
امتحان ۾ ٻيو نمبر آئي. هن وقت انٽر سائنس پڙهندي آهي.

اسڪولي ڪم سان گڏ، سبڻ پرڻ جو خاص شوق
ائس. گهرو ڪاروبار ۾ چڱي دلچسپي وٺندي آهي.

* * *

سکندرو، ڪمس ڪسوليءَ ۾ وٺي ويو. ۽ مهنا ڪسوليءَ ۾ رهڻ سان، سندس صحت ۾ فرق پيو. جنهن بعد، حيدرآباد ۾ اچي رهيو. حڪيم ڀڳوانداس جو علاج شروع ڪيائين. ڀڳوانداس، سيٺ وشنداس جو حڪيم هو. علاج سان گهڻو فائدو ٿيو. پر، ڪنهن ڪارڻ رهڻ سبب، ڪراچيءَ ۾ اچي، مهراج سکراميداس اوجها جي دوا درمل چالو ڪيائون. ساڍا ٻارهن مهنن جي علاج بعد، سندس صحت بلڪل ٺيڪ ٿي ويئي.

لڇمڻداس، هاڻ، اچي پنهنجي زمينداريءَ جي ڪم کي لڳو. پنهنجي ٻالڪ ۾ ڪم ڪرڻ جي عادت ننڍي ٻالا کان هيس. سو ارادو ڪيائين ته زميناريءَ ۾ ڪي تجربا ڪريان. اها ڳالهه، سندس ڪاڪي، سيٺ سرچند کي نه وڻي، جنهن همٿائڻ جي بدران، اٽلو ڪمس هٿوراڻ پيدو ڪري ڇڏيو. سيٺ سکندرو، پنهنجي ننڍي ڀاءُ جي همٿ افزائي ڪرڻ لاءِ، انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو، ته زميناريءَ مان، هڪ سؤ ايڪڙ لڇمڻداس جي حوالي ڪيا وڃن، جن تي پال، پنهنجن ارادن ۽ ويچارن آهر، ڪم ڪندو رهي. انهيءَ تجويز تي به، سندس ڪاڪي سنئون رخ نه ڏيکاريو ۽ پنهي ڀائرن کي، گڏيل ملڪيت مان جدا ٿيڻ لاءِ لاچار ڪيو. سو، آڪٽوبر ١٩٢٥ع ۾، سيٺ سکندرو ۽ لڇمڻداس پنهنجي ڪاڪن ۽ ڀيءُ کان جدا ٿيا. ڪمن، زميناري جو ڪجهه حصو ۽ ڪراچيءَ جون ڪي جايون حصي ۾ مليون. ٻئي ڀائر، ملڪيت ۽ ڏاڏي ۾ گڏ هئا، پر ڪمائيءَ، خرچ ۽ انڪم ٽيڪس ۾ جدا رهيا.



...ياسي کان: ليڇمڻداس، سيٺ اوڌوداس، سکديو، منگهي بائي ۽ رامچند.

وشنداس جون واڻيون هن ڪتاب ۾ اڳي سکيون آهن. سيٺ اوڌوداس کي، پنهنجن ڀائرن سان، بلڪل گهڻي محبت هوندي هئي. سدائين سندن سات ۾ رهيو. پنهنجي پتا سان گهڻي ادب ۽ نياز سان هلندو هو. سيٺ وشنداس جو ان مٿس گهڻو قرب ۽ واجبو هوندو هو. سنه ١٩٣١ع ۾، حالتون اهڙيون اچي بڻيون، جو ڀائرن کي ڀيڻ کان جدا ٿيڻو پيو هو. انهي واقعي جو، سيٺ اوڌوداس جهڙي نرمل سڀاءَ واري انسان تي اونهو اثر ٿيو.

سنه ١٩٣٦ع ۾، پنهنجي ڀيڻ جي جيئري ئي، ٣٧ ورهين جي ڄمار ۾، سيٺ اوڌوداس چالاڻو ڪيو. هو صاحب هڪ لذيذ، مانائتو، ڀڳت جن ۽ نيڪ انسان هو.

## اولاد

سيٺ اوڌوداس کي چار پٽ آهن. سندن اسما: سيٺ سکديو، اچمٽداس، رامچند ۽ پرتاپ آهن.

سيٺ سکديو جو احوال ڌار ڏنو ويو آهي ۽ سندس ڀائرن لسمت احوال هن ريت آهي:

اچمٽداس جو جنم ١٣ نومبر ١٩٠٣ع تي، ڪراچي شهر جي لڪمنداس اسٽريٽ واري جاءِ ۾ ٿيو. اوائلي تعليم پوري ڪري، ڪراچيءَ جي اين. جي. هاءِ اسڪول ۾ داخل ٿيو. اسڪولي ڪمن ۾ چڱي دلچسپي وٺندڙ هو. ستين درجي ۾ هو ته اچي بيمار ٿيو. ڪيس ڦڦڙن ۾ تڪليف شروع ٿي. علاج ۽ هوا خوريءَ لاءِ، سيٺ

اتي اچي اندران، پوري پوٽ پڳو،
سڳو ۽ اڳو، اوڌو اهڙو سمان ٿيو.

ڇنڇاوالا کان موٽي، اچي پنهنجي ابيءَ جي کوٺي
سنڀالڻ لڳو. سندس سڀاءُ نهايت ساتيڪو ۽ نرمل هوندو
هو. صفائيءَ سان ڏاڍي دل هوندي هئس. کوٺيءَ
جو ڪم ڪار ڪندي، پڻ ٽيهن سالن، سنڌ کان ٻاهر،
هندستان جي چڪر لي اڪري ويندو هو. ڌرمي
آستان پيٺمندو هو. ودوان ۽ عالمن سان گڏجڻ ۽ سنگ
ڪرڻ ۾ آنند ايندو هوس. اهڙيءَ ريت، سڄو هندستان
گهميو ۽ پسيو هئائين.

شعر چوڻ ۽ راڳ سان، سيٺ اوڌوداس جي خاص
دل هوندي هئي. راڳ جو به چڱو ڄاڻو هو. وشن
سڀا ۾ نه راڳ جي محفل ٿيندي هئي، ٻر، ونس ۽،
هفتي ۾ ٻه ڏهاڙا راڳ جي ڌم هلندي هئي، جتي نالير ا گويا
۽ راڳيندڙ اچي ڀاڱو وٺندا هئا. سنگيت جي پوريءَ
ڄاڻ سبب، سنگيت جي سرن جي آڌار تي، ڪيترين
سارين ڪافين ۽ پڻ چيل اٿس.

شعر گوئيءَ سان لنڊيڻ کان شوق هوس. ڇند وديا
۽ علم عروض، ٻنهي علمن کان واقف هو. ڇند وديا
جي آڌار تي دوهرا، سورٺا، بيت ۽ ترڪيگي ڇند چيا
اٿس ۽ علم عروض پٽاندر غزل لکيا اٿس.

سيٺ اوڌوداس، دلچسپي وٺي، پنهنجي ڏاڏي
۽ ابيءَ جون ڳالهيون گڏ ڪري، ڪتاب ۾ لکي ڇڏيون.
سندس همٿ جي آڌار تي، سيٺ نهالچند ۽ سيٺ

ويس. اها حالت ٻه اڍائي سال ساڳئي هلي. ليڪن، ستگرو
ٽلاٻداس جن جي دربار چنياڻوالا ۾ وڃي رهيو. دربار ۾،
گرو لهڻ بهادر مهراج کان گيان ٻوڌ ٻرائي، من جي شانتي
حاصل ڪري، موٽي ڪراچيءَ ۾ آيو.

وراڳ وٺڻ واري ٻارهين سال ۾، سخت وراڳ
واري حالت هئي. انهي حالت ۾ ڀڄن ڳائيندو رهندو هو.
سندس خدمت لاءِ ٻه ڄڻا موجود هوندا هئا. هڪ هو
جڳهه ۾ ٻيو هـــو گوڏو. جڳت ۾ گوڏو، ونس واڻي،
اڪتاري تي ڳائيندا هئا. اوڌوداس، جڏهين پنهنجا
ڀڄن اچارڻ لڳندو هو، ته هو قلم ڪندا هئا.

وراڳي حالت جي ٽئـــي سال ۾، شانت وڙتيءَ ۾
رهيو. هڪا ساڳي ۾ رهندو هو. اهو عرصو پنهنجي
جنم ڀومي مانجهوءَ ۾ گذاريائين.

انهي بعد، ڪجهه چنياڻوالا دربار ۾ وڃي ٻه گـرو لهڻ
بهادر مهراج کان گيان ٻوڌ ٻرايائين. اهڙيءَ ريت من
جي شانتي حاصل ڪيائين. سمت اوڌوداس، پنهنجي
واڻيءَ ۾، گرو لهڻ بهادر مهراج لاءِ هن ريت چيو آهي:

”مهر ڪري مهاراج گرو، ڏنم نام امرت جام پلايو،
ٻڏو آءِ هئس ساگر ۾ ٻڏي من، پاپ لٿي ڏنم آنند آيو،
گاوت راس داس سمت سوهنگ،
رمڻون روم ســـو داپ جڳايو،
لهڻ بهادر ٻاءِ گرو اسان، اوڌوداس اهو گڻ ڳايو.“

گروءَ جي گيان اسمت وري هن ريت چيو اٿس:
”گورداون جي گيان هو، جڏهن کي گـرو لڳو،

پڙهڻ کان لڳي. سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتابن جو گهڻو اڀياس ڪيائين. انهن ٻولين ۾ ڪتابن پڙهڻ ۽ اڀياس ڪرڻ جي هو زوردار چاهنا ٿيڻ لڳس. سو ڏاڏي جو ڪم ڪندي به، ڳالهيءَ وانگر ماسترن جي مدد سان اردو، گجراتي ۽ هندي ٻولين جو اڀياس ڪري، چڱي ماهرپڻو حاصل ڪيائين. پارسي ٻوليءَ لئي به محنت ڪري، ڪي پارسي ڪتاب پڙهيو.

ساهت سان زوردار دلچسپيءَ سبب، ڪتابن پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هوس. ڪتاب خريد ڪرڻ پنهنجو فرض ڪري سمجهندو هو. هڪ خاص شخصي لائبرري جوڙي هئائين. سنڌس لائبرريءَ ۾، سنڌي، گجراتي، هندي ۽ اردو ٻولين ۾ عمدا ڪتاب موجود هئا. اهي ڪتاب ساهت جي جدا جدا پهلوئن جا هئا. سنڌي ساهت کي همٿائڻ پنهنجو فرض ڪري سمجهندو هو. مسٽر عبدالله محمد قاسم عباسي، پنهنجي شخصي آزمودي جو ذڪر ڪندي چوندو آهي، ته سيٺ اوڌوداس وٽ، ڪو به سنڌي سچڻ، سنڌي رسالي يا سنڌي ڪتاب جي خريداريءَ جي سلسلي ۾ ويندو هو، ته اوس سندس همت افزائي ٿيندي هئي. سيٺ اوڌوداس، انهيءَ دم، اهو خريد ڪري، رقم ادا ڪندو هو.

ساهت ۽ شاعريءَ جو شوق، سيٺ وشنداس جي نڍي پڻ ۾ موجود هو. سيٺ هرچندراءِ ۽ سيٺ سراچند، انگريزي ۽ پارسي ساهت ۽ شاعريءَ ۾ چڱي دلچسپي ورتي. سيٺ اوڌوداس، سنڌي، هندي ۽ اردو شاعريءَ

قدر، جو اکين جي حالت بلڪل خراب ٿي پيئي. علاج ڪرائڻ ۾ ڪا به ڪسر ڪانه ڇڏي ويئي. سيٺ وشنداس، سندس علاج خاطر، پنهنجي وسان نه گهٽايو. پر، ڦڪين فرق نه ڪيو. اوڌوداس کي بمبئيءَ موڪليو ويو. بمبئي ۾، اکين جي علاج لاءِ خاص ماهرن کان پڻ علاج ڪرايو ويو، پر فائدو نه ٿيو. اوڌوداس کي، مايوس ۽ اداس بڻجي، ڪراچيءَ ۾ موٽڻو پيو.

ڪجهه عرصي بعد، ڪراچيءَ جي هڪ پنجابي حڪيم، غلام حيدر نالي سندس علاج شروع ڪيو. حڪيم جي حڪمت پنهنجو اثر ڄمايو ۽ ڪيترن مهينن جي علاج بعد، شفا حاصل ٿي. بيماري دور ٿي، اکيون ڇٽيون، پر سندن حالت ڪمزور رهي. پري کان ڏسڻ جي نظر صفا گهٽجي ويئي. انهيءَ لاءِ چشمو ڪتب آڻڻ لازمي ٿي پيو.

اکين جي نازڪ حالت سبب، اوڌوداس کي سڪول ڇڏي، ڪي سال سانده، علاج لاءِ پٺوڙو پيو هو. اکين جي ڪمزور حالت ڪري، کيس، هميشه لاءِ سڪول ڇڏڻو پيو. اهڙيءَ ريت، وڌيڪ سڪولي ۽ ڪاليجي تعليم کان محروم ٿيڻو پيس.

اکين جي حالت سبب، ڪي سال ته لکڻ پڙهڻ جو نالو نه وٺڻو پيس. انهي بعد، حالت بهتر ٿيڻ لڳي. حڪيم صاحب، ڪجهه قدر لکڻ ۽ پڙهڻ لاءِ موڪل ڏني. اوڌوداس، پيءُ جي ڪوٺيءَ تي اچي، مراديءَ جو ڪم سنڀالڻ لڳو. سندس اندر ۾، وڌيڪ علم پرائڻ ۽ ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ، جا اُسات موجود هئي، سا هاڻ

## سيٺ اوڌوداس وشنداس

اوڌوداس جو جنم سنه ۱۸۷۹ع ۾ ماتهوءَ ۾ ٿيو. اوڌوداس، سيٺ وشنداس جو ننڍي ۾ ننڍو پار ۽ ٻيون نمبر پٽ هو.

اوڌوداس، اوائلي تعليم، ماتهوءَ جي سنڌي سڪول ۾ ورتي. سيڪنڊري تعليم لاءِ ڪراچيءَ ۾ آيو پس. انهي زماني ۾، پاروائي ڪٽنب جا پاڻي ماتهوءَ ۾ ئي رهندا هئا ۽ ڪراچي شهر انهن لہ وساري هئائون. ڪراچي شهر ۾، سيٺ وشنداس جي وڏي ڪوٺي هلندي هئي ۽ سيٺ هرچندراءِ ۽، پهنجي وڪالت جي آفيس اُتي ڪئي هئي. اوڌوداس، ڪراچيءَ ۾ اچي، اين.جي. هاءِ سڪول ۾ داخل ٿيو. سڪول مان ونڪيشن ملڻ وقت، موٽي ماتهوءَ ۾ ويندو هو.

اوڌوداس، سڪولي ڪمن ۾، بلڪل ڏهٺي دلچسپي وٺندو هو. ڪلاس جي هوشيار ۽ قابل شاگردن مان هڪ هوندو هو. سڪولي جيوت ۾، سنڌس ڪلاس جي ٻرک شاگردن مان هڪ ساٿي، خان بهادر غلام علي نانا هو، جو سڪولي ڪمن ۾ اوڌوداس سان چڱي چنا ٻيتي ڪندو هو.

اوڌوداس، جڏهن، چوٿون درجو انگريزي پڙهندو هو، ته انکن جي سخت تڪليف اچي ٿيس. ابتري

ريھئبليٽيشن کاتي ۾، ڊائريڪٽر آف ايمپلائيمينٽ مقرر ٿيو. اهڙيءَ ريت، جيوت جي پڇاڙيءَ وارو عرصو دهليءَ ۾ گذاريائين. سندس ديهانت، ۴۴ ورهين جي عمر ۾، ۱۶ سيپٽمبر ۱۹۴۹ع تي، دهليءَ ۾ ٿيو.

شادي ڪانه ڪئي هئائين. پنهنجي ملڪيت جا ٽي حصا ڪري، هڪ حصو، پنهنجي هڪ دوست، مسٽر مگهنمل پوڄراج کي ۽ باقي ٻه حصا، پنهنجن ڇهن ڀينرن مان، انهن ٻن ڀينرن کي ڏنائين، جي غريبي حالت ۾ هيون. هن ريت، پنهنجا هٿ ٺاري، هيءَ دنيا ڇڏي هليو.

لنهنڪري، يورپ جي سير جو سواد بلڪل چڱيءَ طرح وٺي سگهيو.

تعليمي ڏس ۾ ڏکو چاهه وٺندڙ هو. انهيءَ يونيورسٽيءَ جي تعليمي مسئلن ۾ دلچسپي وٺڻ کان پٺتي نه پوندو هو. انهيءَ يونيورسٽي اسٽوڊنٽس ويلفيئر ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو. يونيورسٽيءَ جي بي. اي. امتحان جو ممتحن مقرر ٿيندو هو.

هيرالال ڪلب جيون جو ڏاڍو شوقين هو. ڪلبن جي پروگرامن ۾ ڏکي دلچسپي وٺندو هو. ڪراچيءَ جي ڪراچي ڪلب ۽ حيدرآباد جي ڏيڪلاس ۽ ياٿمند ڪلبن جو ميمبر هوندو هو. ميسانڪ لاج جو به ميمبر هو. حيدرآباد جي روٽري ڪلب جو پريزيڊنٽ ۽ روٽرين گورنر پڻ ٿيو. انتهائي خوش مزاج طبيعت وارو انسان هو. سندس جهڙا خوش دل انسان ٿورا ٿيندا.

ميءَ سان نه ڪا محبت جي ميخ لڳل هئس. اها حالت، انهي منزل تي پهچي وئي، جو پيگ پٺ بعد ٻي، هو پيئندو خاص جوهر ڏيکاري سگهندو هو.

واڳ پاروائي ڪتب جي رڳن ۾ سمايل هو. هيرالال به واڳ جو زبردست شوقين هو. سندس مکيه وندرون هيون: سير جو سواد وٺڻ، ڪتاب پڙهڻ ۽ سگريٽ ۽ چانهه وٺڻ.

ملڪ جي ورهاڱي بعد، سنڌ ڇڏي، وڃي دهلي ۾ رهيو. گورنمينٽ آف انڊيا جي نوڪريءَ ۾ لڳو.

سنڌ ۾ آيو. هيرالال، وڪالت ڇڏي، پوءِ حيدرآباد ڪاليج ۾ پروفيسر مقرر ٿيو. انگريزيءَ ۽ فرينچ جو سينئر پروفيسر ٿي رهيو. ڇهن سالن جي پروفيسريءَ بعد، سنه ١٩٣٨ع ۾، حيدرآباد ڪاليج جو پرنسيپال مقرر ٿيو.

پرنسيپال ٿيڻ سان، ڪاليج جي رنگ ۽ ڍنگ ۾، اهڪ سڌارا عمل ۾ آندائين. ڪاليج ۾ انتظام ۽ ضابطو بلڪل چڱيءَ طرح هلڻ لڳو. ڇهن سالن جي عرصي اندر، ڪاليج ۾ شاگردن جو تعداد، ٽن سون مان وڌي، ڇهن سون تائين پهتو. مطلب ته، ديارام گدومل نئشنل ڪاليج چڱي ترقي ۽ واڌارو ڪرڻ لڳو.

پرنسيپال پارواڻيءَ جو انگريزي ٻوليءَ تي بلڪل چڱو ضابطو هوندو هو. انگريزي ۾، جهڙو هو قابل ۽ ماهر ليکڪ، اهڙو ئي هو فصيح زبان تقرير ڪندڙ. سڄي سنڌ ۾، الهيءَ ڏس ۾، ڪي ڇڏا، سندس برابري ڪري ٿي سگهيا. سندس ليڪ اعليٰ درجي جا هوندا هئا، جن مان، سندس علميت ۽ قابليت جي ساک پوڻي پڪندي هئي. ڪاليجن ۾، تقريرن يا بحثن جي موقعن تي، سندس تقريرون پڌڻ وٽان هونديون هيون. تقرير ڪرڻ جي فن جي ڪا ڏات عطا ٿيل هئس.

پيءُ وانگر، هيءُ به سير ڪرڻ جو ڏاڍو شوقين هو. هندستان ۽ ٻاهرين جو حصو حصو گهميو هو. ست دفعا ته يورپ جي سير تي ويو هو. مکيه شهر ۽ تاريخي يادگار شوق سان ڏسندو هو. يورپ جون مکيه ٻوليون، جهڙوڪ انگريزي، فرينچ، اٽلين ۽ جرمن جو بلڪل چڱو ڄاڻو هو،

پروفيسر ليکٽ رهيو، سندس عمر، ٢١ سالن کان گهٽ هئي. اهڙو مثال، سڄي هندستان ۾ شايد مشڪل هوندو. هيرالال، اهڙي زماني ۾، سڄي هندستان ۾، ننڍي ۾ ننڍي عمر جو پروفيسر ٿيو هجي، ان ۾ شڪ نه آهي.

سن ١٩٢٧ع ۾، وڌيڪ ابياس ڪرڻ لاءِ، انگلنڊ ڏانهن روانو ٿيو. ڪئمبرج يونيورسٽيءَ ۾ وڃي داخل ٿيو.

ڪئمبرج يونيورسٽيءَ مان، آنرس ڪلاس ۾ انگريزي لٽريچر جو گريجوئيٽ ٿيو. يونيورسٽيءَ ۾ ٻن سالن جو ابياس ڪيائين. گريجوئيٽ ٿيڻ بعد، ٽرائسٽريءَ جي به سند حاصل ڪيائين. هيرالال، ڪئمبرج يونيورسٽيءَ جي، الڊان مجلس جو ايڊوائيزر چونڊيو ويو.

انگريزي ٻوليءَ ۽ لٽريچر ۾، انهيءَ قدر، مهارت حاصل ڪري چڪو هو، جو آءِ. سي. ايس. امتحان ۾ انگريزي ٻوليءَ جي سڀني امتحان ۾ ٻين کان اڳرو آيو. امتحان ۾ ٻيا ويٺل گهڻا سارا انگريز هئا، ۽ سندن ٻولي ئي ساڳي هئي، هڪ هندستاني ڪالئن گهڻو ڪري ڪئي وڃي، اما ڳالهه، هيرالال جي حد قابليت هئي اهڙي ساک هئي. اهڙي هوندي به، هيرالال آءِ. سي. ايس. ۾ نه سگهيو. راجنيتي سبب ڪري، ڪيس رد ٿيو ويو.

وطن وري، ڪراچيءَ ۾ اچي، ڪجهه وقت، وڪالت شروع ڪيائين. هرچندراءِ ڪمپنيءَ ۾ اچي شريڪ ٿيو. اما سن ١٩٣١ع جي ڳالهه آهي. سن ١٩٣٢ع ۾، حيدرآباد وارو سنڌ نيشنل ڪاليج، ديوان ديارام گدومل شهاڻيءَ جي ٻالي ٻليان، ديارام گدومل نيشنل ڪاليج جي ٻالي سان

# پرنسپال هيرالال سريچند پارواڻي

هيرالال جو جنم، ڪراچيءَ جي لکمداس سٽريٽ وارې جاءِ ۾، ١٧ اپريل ١٩٠٥ع ۾ ٿيو.

پيءُ جو هڪ ئي سڪيلڊو پٽ هو. سڀاويڪ، ڏاڍي لاڏ، ڪوڏ ۽ ناز سان نپايو ويو. هيرالال، ننڍپڻ کان ئي، تيز فهم ۽ قابل هو. سڪولي جيوت ۾، پنهنجو جوهر ڏيکاري، ڇڱو نالو ڪڍيائين. خوب انعامون کٽيائين.

سيڪنڊري تعليم، ڪراچيءَ جي اين. جي. هاءِ سڪول ۾ ورتائين. مئٽرڪ پاس ڪري، ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿيو. پنهنجي علميت ۽ قابليت سان، ڪاليج ۾ نهايت نامور ٿيو. ڪاليج ۾ به انعامون ۽ اسڪالرشپون کٽيائين. لٽريچر سان حد درجي جي لنءُ لڳل هئس. بي. اي. ۾ اهي انگريزي ۽ پارسي لٽريچر سبجيڪٽ هئس. سنه ١٩٢٥ع ۾، فرسٽ ڪلاس آنرس سان، بي. اي. جو امتحان پاس ڪيائين. سڄي سنڌ ۾، هڪ ئي ڇوڪرو هو، جو انهي سال ۾ فرسٽ ڪلاس آنرس ۾ آيو. بمبئي يونيورسٽيءَ مان، انگريزي لٽريچر ۾، فرسٽ ڪلاس آنرس ۾ بي. اي. پاس ڪرڻ، ڪا جهڙي تهڙي ڳالهه نه هئي. هيرالال، پنهنجي قابليت سبب، اهو شرف لاشڪ لڌو.

گريجوئيٽ ٿيڻ بعد، جلد ئي، حيدرآباد جي سنڌ نئشنل ڪاليج ۾، انگريزيءَ جو پروفيسر مقرر ٿيو.



پرنسيپال پارواڻي هيرالال سريچند

آهن. انگن ڏسڻ جو نهايت شوقين هو. انگي طرزن جو مٿس وڏو اثر پيو هو. سندس گهڻا غزل انگي طرز ۽ ڍنگ ۾ آهن.

پنهنجي وڏي ڀاءُ سيٺ هرچندراءِ وانگر، سيٺ سرچند به، شهري ڳالهين ۽ لوڪل مسئلن ۾، خاصي دلچسپي وٺندو هو. ڪيترا سال، ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر ٿي رهيو.

سير ۽ سفر سان ڏاڍي دل هوندي هيس. وقت به وقت، سير خاطر، اڪري ويندو هو. هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ گهميو هو. يورپ جا چڪر، به ٽي دفعا لڳايا هئائين. اهڙيءَ ريت، سير جو سواد وٺي، زندگيءَ جو لطف چڱيءَ طرح ماڻيو هئائين.

راڳ جو شوق به ابي ڏاڏي کان ورثي ۾ مليو هوس. راڳ سان ڏاڍي دل هوندي هيس. سنگيت جي موج ۾ پاڻ وساري ويهندو هو. پيڪ پيالي سان به خاصو وهنوار هوندو هوس. ڪراچي ڪلب جو ميمبر هو. ڪلب ۾، اڪثر ڪري، سندس وڃڻ ٿيندو هو. خوش طبيعت ۽ موجي انسان هو.

سيٺ سرچند کي هڪ پٽ ۽ چار نياڻيون هيون. هڪ ئي پٽ هئڻ ڪري، کيس ڏاڍي پيار ۽ قرب سان نپايائين. سندس تعليم تي خاص ڌيان ڏنائين. انهيءَ ئي سبب هو، جو اهو نوجوان، هيرالال سرچند پارواڻي الي سان، سنڌ جو نامور ليڪچرار ۽ ليکڪ ٿيو ۽ حيدرآباد سنڌ ڪاليج جو پرنسيپال ٿيو.



ساڄي پاسي کان: ليلي بائي، ڪلياڻي بائي، سيٺ سريچند، جسودا، هيرالال؛ ڪندي بائي،
ڏاڏاڻي ۽ گيهي.

## سيٺ سرچند وشنداس

سرچند جو جنم، سنہ ١٨٧٤ع ۾، ماتھو ڳوٺ ۾ ٿيو. هو، پنهنجي وڏي ڀاءُ سيٺ هرچندراءِ کان، عمر ۾ ١٢ سال ننڍو هو. سرچند، ننڍي هوندي کان، دادلو ٿي ايو. گهر ۾ کيس "شهزادو سرچند" ڪري سڏيندا هئا.

سرچند، سيڪنڊري تعليم اين. جي. هاءِ سڪول ۾ پرائي. سنہ ١٨٩٤ع ۾، مئٽرڪ امتحان پاس ڪيائين. انهي بعد، ڪراچيءَ جي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿي، سنہ ١٨٩٨ع ۾ بي. اي. ٿيو. گريجوئيٽ ٿيڻ بعد، پنهنجي پيءُ جي پيڙهي جي ٺيڪيداريءَ واري ڪم ڪار ۾ وڌل رهيو.

سيٺ سرچند، انگريزي ۽ پارسي ٻولين ۾ خاص دلچسپي وٺندو هو. انهن ٻولين جي ساهت جو چڱو ابياس ڪيو هئائين. هڪ چڱو ليکڪ هو.

ڪراچيءَ ۾، قومي ڏس خاطر، مسٽر جعفر فدو جي رهنمائيءَ هيٺ، "فينڪس" نالي انگريزي اخبار نڪرندي هئي، جنهن ۾، سماجي، اقتصادي ۽ ملڪي مسئلن تي ليک ايندا هئا. سيٺ سرچند، وقت به وقت، فينڪس ۾ ليک لکندو هو.

سيٺ سرچند، سنڌي ٻوليءَ ۾، ڪيترا سارا غزل لکيا

# اولاد

هڪ ئي پٽ آهي.

دولترام جو جنم سنه ١٩٢٦ع ۾ ٿيو. اين - جي - هاءِ سڪول ۾ ستين درجي تائين پڙهي، اچي پنهنجي ڏاڏي کي لڳو.

دولترام جي شادي، حيدرآباد جي سنڌورڪيءَ، ٽيڪمداس جي ڌيءَ، رڪمڻي باڻيءَ سان ٿي. کين هڪ ٻاڻي آهي.

پاربتي باڻيءَ جي شادي سيٺ ڏيئومل سان ٿي. سيٺ ڏيئومل، ٺٽي چام جي زميندار، سيٺ ڦتومل ڪسومل جو پٽ آهي. هن وقت، بمبئي ۾ رهندا آهن. کين ٻه پٽ ۽ ڇهه ڌيئرون آهن.

ڏاوتني باڻيءَ جي شادي، حيدرآباد جي سنڌورڪيءَ، ٻاڻي هاسامل ڀالامل جي پٽ، مسٽر هيرالعل سان ٿي. هن وقت، بمبئيءَ ۾ وڃي وسيا آهن. کين، هڪ پٽ ۽ چار آهن.



اطوري ٻائي هرچندراءِ



آتمارام هرچندراءِ



گوپي ٻائي آتمارام



سورج پرڪاش هرچندراءِ



رتنا ٻائي سورج پرڪاش

ايسوسيئيشن جو، ڪجهه سال، پريزيڊنٽ چونڊيو ويو.

سورج پرڪاش جو جنم سنه ١٩١٨ع ۾ ٿيو. پرائمري بعد، اين. جي. هاءِ سڪول مان مئٽرڪ امتحان پاس ڪري، ڪراچيءَ جي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿيو. سنه ١٩٤٠ع ۾ بي. اي. جو امتحان پاس ڪيائين. گرئجوئيٽ ٿيڻ، اچي پنهنجي زمينداري سنڀالڻ لڳو.

سورج پرڪاش جي شادي رتنا ٻائيءَ سان ٿي. رتنا ٻائي، حيدرآباد جي مسٽر ٽارومل ميرچنداڻيءَ جي ڌيءَ آهي. کين، هن وقت، ٻه ٻار آهن. پٽ جو نالو [illegible] ۽ ڌيءَ جو نالو شڪنتلا اٿن.

ستيا نند جو جنم سنه ١٩٢٢ع ۾ ٿيو. ڪراچيءَ جي اين. جي. هاءِ سڪول مان مئٽرڪ امتحان پاس ڪري، ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿيو. سنه ١٩٤٣ع ۾ بي. اي. پاس ڪيائين.

هن، ٻنهي ڀائرن جي هنر ۾، جڳي دلچسپي ورتي. هنر ۾ ماهر ٿيو ۽ ٻنهي ڀائرن جي فئڪٽري جاري ڪيائين. انهيءَ بعد، ميسرس وسيامل سنڌوراڻن جي سينگاپور آفيس ۾، ڪم سکڻ لاءِ ويو ۽ پنهنجي سمجهه ۽ محنت سان ترقي حاصل ڪيائين.

هن وقت، پنهنجي ڀائرن سان، ميسرس هرچندراءِ آنند سنس نالي پيڙهيءَ ۾ ڀائيوار آهي.

ستيا نند جي شادي، مسٽر وشنداس دولتومل جي ڌيءَ، شڪنتلا ٻائيءَ سان ٿي. وشنداس دولتومل، ڪراچيءَ ۾ [illegible] ٿيندو هو. ستيا نند کي، هن وقت

سنه ١٩٣٦ع ۾ بي. اي. جو امتحان پاس ڪري، شهاڻي لا ڪاليج ۾ وڪالت لاءِ پڙهڻ لڳو. سنه ١٩٣٩ع ۾ ايل ايل. بي. جو امتحان پاس ڪيائين. بي. اي.، ايل ايل. بي. ٿجي، اچي وڪالت کي لڳو ۽ هرچندراءِ ڪمپنيءَ ۾ ڀائيوار ٿيو. هرچندراءِ ڪمپني، سندس پيءُ، سنه ١٨٨٦ع ۾ برپا ڪئي هئي ۽ سيٺ هرچندراءِ جي ديهانت بعد به، ڀائيوارن پاران قائم رهندي آئي.

ٻي مهاڀاري جنگ واري زماني ۾، آلمارام، الائيڊ ليبر والنٽيئر رزرو ۾ آنرري اسسٽنٽ آفيسر ٿي رهيو، جتي پاڻ چڱو موڪلا ٿين.

ٻيءَ، ڏاڏي ۽ پڙڏاڏي واري راڳ لاءِ شوق جي اثر ڪان، آلمارام آڄو به رهي سگهيو آهي. راڳ جو شوقين آهي. دلربا ۽ ستار لي چڱو هٿ هلائي سگهندو آهي.

آلمارام جي شادي گوپي ٻائيءَ سان ٿي. گوپي ٻائي، حيدرآباد جي سنڌ ورڪيءَ، ڀائي ٽيڪمداس جي ڌيءَ آهي. کين، هن وقت، ڇهه ٻار آهن. ٻارن جا نالا هي آهن: رميش، سريش، اشوڪ، شملا، سجيتا ۽ لليتا.

ورهاڱي بعد، آلمارام ۽ سندس ڀائر، لڏي وڃي ممبئيءَ ۾ وسيا آهن. ممبئي شهر ۾، "هرچندراءِ اينڊ سنس، ممبئي" نالي سان هڪ فرم برپا ڪري، ملس سٽور قائم ڪيو اٿن. سندن فرم جون آفيسون ٽوڪيو ۽ سنگاپور ۾ به آهن.

ٽوڪيو ۾ رهڻ وقت، آلمارام، ٽوڪيو جي انڊين

ڊيلگيٽ اچي شامل ٿيا هئا، جن مان، سنڌ جي
”سنڌ سڀا“ جا ٻه عيوضي، ديوان ڏيارام جيٺمل ۽ ديوان
اڌارام مولچند پڻ هئا. قومي فهم جي اثر ۽ ديس
جي سڌاري لاءِ ڪوشش ۾ دلچسپيءَ سبب، اهي
ڪانفرنس کي ڏسڻ لاءِ، سيٺ وشنداس اهالچند ۽
سنڌ مان ڪهي ٻمبئي ۾ ويو هو. جنهن بعد، انڊين
نئشنل ڪانگريس جي ٻن ميڙن ۾، ڪلڪتي ۽ مدراس
ڏانهن پڻ ويو هو.

ڪانگريس جو چوٿون سميلن، سنه ١٨٨٨ع ۾،
الهه آباد ۾ ٿيو. اهي سميلن ۾، سيٺ هرچندراءِ شريڪ
ٿيو. سميلن ۾ ٻهريون دفعو شريڪ ٿي، هڪ رت ني لقرار ٻ
ڪيائين. انهي وقت، سندس عمر ٢٦ سال هئي.
انهي سال کان وٺي، سنه ١٩١٨ع تائين، سال ٻه سال،
ڪانگريس ميڙن ۾ شريڪ ٿيندو هو ۽ چڱو ٻهرو وٺندو
هو. اهن ٣٠ سالن جي عرصي ۾، انڊين نئشنل
ڪانگريس ۾، هرچندراءِ سنڌ پاران اڳتا ٿي رهيو. اُهن ڪري
ڇئجي ته ڪانگريس لاءِ سنڌ، ۽ سنڌ لاءِ ڪانگريس،
سيٺ هرچندراءِ ئي هو.

سنڌ ۾ انڊين نئشنل ڪانگريس جي ڪاروبار کي پشتي
ڏيارڻ لاءِ، سنه ١٨٨٨ع ۾، مسٽر ائلن اوڪٽوين هيوم
مسٽر هرچندراءِ کي ڪي خط لکيا هئا. اهن مان ٻه خط،
ديوان ڏيارام گدومل شهاڻي جي انگريزي ۾ لکيل
ڪتاب، ساڌو هيراند جي جيون چرتر ۾ ڇپيل آهن.
انهن خطن ۾، مسٽر هرچندراءِ، ديوان ٽهلرام کيمچند ۽ مسٽر

مسٽر هيوم، ۱۸۸۳ع ۾ سول سروس تان رٽائر ڪرڻ بعد ارادو ڪيو ته هندواسين جي سکيا، مالي، آرٿڪ ۽ راڄنيتي حالتن ۾ سڌارو ۽ واڌارو آڻڻ لاءِ پنهنجو وقت صرف ڪجي. هندستانين هن ملڪ ۾ سڌاري جي نس ۾ ننڍڙي ڪوشش ۽ واقعن ڪئي، ساڻسڪي ڀلڪ ۾ ۽ همدرديءَ سان جاچيندو رهيو هو. پر هاڻي عملي ميدان ۾ اچي، ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. مسٽر هيوم، جدا جدا پرانتن جي سنسٿائن ۽ اڳواڻن سان لکپڙهه جاري ڪري، ساڻن ڳالهيون لهه وچڙ ۾ اچي ويو.

اهو خيال هٿي هند ڪيو، ته سڄي ديس لاءِ هڪ سنسٿا هجڻ ۾ آهي. اهو خيال ڪسي عملي روپ ڏيڻ لاءِ فيصلو ٿيو ته سن ۱۸۸۵ع جي ڊسمبر واري هفتي ۾، پوني ۾ هڪ ڪانگريس سڏائجي. اهو زمانو ۾، پونا شهر ملڪي هلچل جو هڪ وڏو مرڪز هو. ڪانگريس لاءِ تياريون ٿيڻ لڳيون، ته اوچتو پوني ۾ ڪالرا جي مرض مهن ڪڍيو. سلامتيءَ جي لحاظ کان، ڪانگريس جو پروگرام، پوني مان بدلائي، بمبئيءَ ۾ ڪيو ويو. اها ڪانگريس، بمبئي پريزيڊنسي ايسوسيئيشن جي سهاري هيٺ ٿي، جنهن جا آنرري سيڪريٽري، مسٽر فيروزشاهه مهتا، مسٽر ڪسي. ٽي. تلنگ ۽ مسٽر دنشا ايدلجي واچا هئا. اهيءَ ڪانگريس ۾ ئي، اهو دائمي سنسٿا کي "انڊين نيشنل ڪانگريس" نالو ڏنو ويو. اهڙيءَ ريت انڊين نيشنل ڪانگريس هستيءَ ۾ آئي.

اهي ڪانگريس ۾، سڄي هندستان مان، ڪل ۷۲

# انڊين نيشنل ڪانگريس سان ناتو

انڊين نيشنل ڪانگريس، سنه ١٨٨٥ع ۾، هستيءَ ۾ آئي. انهيءَ هندستاني قومي سنستا جو بنياد وجهندڙ، هڪ انگريز، مسٽر ائلن اوڪٽيوين هيوم هو.

مسٽر هيوم، برٽش پارليامينٽ جي هڪ نامور ميمبر، مسٽر جوزف هيوم جو پٽ هو ۽ انڊين سول سروس ۾ گهڙيو هو. سروس ۾، ترقي ڪندي ۽ وڏا جوابدار عهدا سنڀاليندي، گورنمينٽ آف انڊيا جي هوم سيڪريٽريءَ جي عهدي تان، سنه ١٨٨٣ع ۾ رٽائر ڪيائين.

سنه ١٨٧٦ع کان ١٨٨٠ع تائين، لارڊ لٽن هندستان جو وائسراءِ هو. سندس حڪومت جي پاليسيءَ، سڄي ديس ۾ ناراضپو ڦهلايو هو. ملڪ جي نرم طبقي ۾ به، انهيءَ پاليسيءَ خلاف آواز اٿڻ لڳو هو. ملڪ ۾ هر طرف کان اها گهر ٿيڻ لڳي هئي ته سڄي ديس پاران زوردار ۽ يڪو آواز ڪڍڻ ڪرڻ لاءِ، ڪانفرنس وانگر، هڪ سنستا هستيءَ ۾ اچڻ گهرجي. هيل تائين، هندستان جي جدا جدا علائقن ۾ سنستائون اڀري ٿي چڪيون هيون، جي پنهنجي محدود دائري ۾ ڪم ڪنديون هيون. انهن جدا جدا سنستائن سان، انهيءَ ڏس ۾، لکپڙهه شروع ٿي هئي. مطلب ته سڄي ديس لاءِ، هڪ پڪي ۽ دائمي انتظار سان، هڪ سنستا اڀارڻ جو خيال زور پڪڙڻ لڳو هو.

ڪانگريس تڪميل ورتي هئا ۽ ٻنهي هزارن رپيا ڏيڻ پڇاڻي هئا.
هن ڪليو ۽ ڇوڙ لکيو، "مولڪسي هڪ سر صاحب
اسمع جاڻ آهي، جو اسمعلوءَ لي، سڀني ٻارڙن جي
تڪيتن لي چولهجي ايندو آهي، پر ڪنهن به ڏو سان
نه اياڻندو آهي. هرچندراءِ اهڙي قسم جو انسان نه آهي."

* * * *

چولهن جي چڪري لڳي. سيٺ هرچندراءِ کي
زبردست ڪشمڪشا سان منهن ڏيڻو پيو. سندس مخالفن ۾،
ڪانگريس پارٽيءَ پاران، مسٽر نهڪمداس واڌومل اميدوار
بيٺو هو. سو، ٦٥ ورهين جي عمر ۾، جيڪب آباد کان
وٺي حيدرآباد تائين ڏڪ ڏوڙ ڪرڻي پئي. چولهن جي
انتظار ڪرڻ لاءِ، ڪيترن سارن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ وڃڻو پيس.
جيڪڏهن، انهي سر صاحب والڪر ووٽ ڏارائيندڙ
هجي ها، ته بلڪل سولائيءَ سان، انهي چولهه جي
ڪشمڪشا، محنت ۽ وڏي خرچ کان پاڻکي بچائي سگهي
ها. چولهن جو نتيجو ظاهر ٿيو ۽ سيٺ هرچندراءِ وڏي
ڪٽڻاني سان کٽيو. اهڙيءَ ريت، اصولن جي صدق،
ولعه، محنت ۽ پئسي جي قربانيءَ جو ويچار نه ڪري،
ڪاميابي حاصل ڪري، سيٺ هرچندراءِ پنهنجو شان اوچو ڪيو.

ملاقات ڪئي. سيٺ هرچندراءِ کين صبر سان ٻڌو ۽ ڪانگريس قسم نامي ڏسڻ لاءِ گهر ڪئي.

"قسم نامو پڙهيائين. پڙهي پورو ڪري، پنهنجو چشمو ٽيبل تي رکي، ممبرن طرف منهن ڪري چيو، "هاڻ، مان پنهنجو جواب ڏيان؟ منهنجو صاف لفظن ۾ 'نه' آهي. اهو قسم نامو صحيح ڪرڻ سان، مان، پارٽي ٻڌڻ ۽ جڪڙڻ نٿو چاهيان. ائين ڪرڻ سان، اسيمبليءَ ممبر جي حيثيت ۾، مونکي پنهنجو ووٽ وڪڻڻو پوندو. ڪانگريس جي چوڻ موجب، مونکي اندر اچڻو ۽ ٻاهر وڃڻو پوندو. هڪ پتليءَ وانگر، ڏوريءَ جي ٻاهرين ڇڪ تي نچڻو پوندو. اهڙيءَ ريت حالت هاڻ، هڪ چونڊيل ممبر جي شان ۽ سومان پٽاندر نه آهي. اهو اٿو منهنجو جواب. هاڻ، اوهان کي جئين وڻي، تئين قدم کڻو. مان سمجهان ٿو ته اهڙي قسم نامي صحيح ڪرڻ کان سواءِ به، مان هڪ سٺو ڪانگريسي ٿي رهي سگهندس، جهڙو اڄ ڏينهن تائين ٿيندو رهيو آهيان."

* * * *

"سيٺ هرچندراءِ، اوهان هن ڪوري چيڪ تي صحيح ڪرڻ لاءِ تيار نه آهيو؟" مون پڇيو مانس.

"ها، ائين آهي. اوهان ڪيئن ٿا سمجهو؟" هن ورائيو.

مون انهي دم چئي ڏنو، "اصولن جي لحاظ کان، جو رخ اوهان ورتو آهي، تنهن سبب، منهنجي اندر ۾، اوهان لاءِ عزت گهڻي قدر وڌي آهي. اوهان جي پٺت ۾ گهٽ حيثيت وارو انسان، جيڪر قسم نامو صحيح ڪري،

ڪاميٽيءَ جو ٻيو ميمبر هو.
”واوڌ“ پنهنجي ”شانتيءَ شيل“ ۾، انهيءَ شخصي آزموديءَ جو ذڪر ڪندي، هيئن لکيو:
”سيٺ هرچندراءِ جي سرڳواس ٿيڻ بعد، وقت به وقت، مان انهيءَ واقعي کي ياد ڪندو رهيو آهيان. حقيقت ۾، انهيءَ واقعي بعد، منهنجي اندر ۾، سيٺ هرچندراءِ لاءِ بلڪل گهٽ قدر عزت وڃي بچي هئي. اونهاري جي موسم هئي. اسين، هڪ ڏينهن لاءِ، حيدرآباد ۾ آيل هئاسون. ڪانگريس ڪاميٽيءَ جو مٽنگ سڏايل هو ته اينديڙ اسيمبلي جي چونڊ لاءِ، ڪانگريس پاران اميدوار مقرر ڪرڻ جو فيصلو ڪجي. اها چونڊ، ڪن مهينن بعد ٿيڻي هئي. ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي هر هڪ ميمبر کي پوريءَ ريت ڄاڻ هئي ته سيٺ هرچندراءِ جي هٿن مان اها ممبري کسڻ، هڪ مشڪل ۽ ڏکيو ڪم هو، ڇاڪاڻ ته سيٺ هرچندراءِ شخصي طرح به، سنڌين جي دلين ۾ هڪ انتهائي عزيز جاءِ حاصل ڪري چڪو هو.
”ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي مٽنگ ۾ هڪ ميمبر رٿ ڏني ته سيٺ هرچندراءِ کي ڪانگريس طرف ڇڪي آڻڻ گهرجي. ڪانگريس قسم اامو صحيح ڪرڻ سان، اڻ ٻيڻو، ٻنهي مخالفت جي چونڊ جي ويندو ۽ هزارين رپيا بچائي سگهندو. چونڊن ٿيڻ سبب، اهڙي طرح ڪرڻا پوندس. سو فيصلو ٿيو ته هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي وڃي، جا سيٺ هرچندراءِ کي، انهيءَ ڏس ۾، وڃي ڏسي. سيٺ هرچندراءِ حيدرآباد ۾ هو. مسٽر سڌداس وڪيل جي آفيس ۾، ڪاميٽيءَ سانس

# اصولن صدقي

سيٺ هرچندراءِ جي زندگيءَ جي ڪاميابيءَ جو راز هو، ته هو صاحب، پنهنجي لاءِ قائم ڪيل اصولن جي پوئواري ڪرڻ ۾، هرگز پٺتي نه پوندو هو. دنيا ڪمائڻ دين گنوائڻ لاءِ اصل تيار نه هوندو هو. اصولن جي آزمائش ۽ پرک، ڪٺن سمي ۽ مشڪل ويلي تي ٿيندي آهي. جي صاحب، پنهنجي اصولن سان پڪا ۽ پختا هوندا آهن، سي ته آزمائش واري آگ مان، سون وانگر، اڳي کان به اجرا ۽ پاڪ ٿي نڪرندا آهن؛ باقي سڪا ۽ سڙيا، ته عام ماڻهن وانگر، لهوارو وهڻ تي لڳندا آهن.

سيٺ هرچندراءِ لسيٺ، انهيءَ ڏس ۾، هڪ سهڻو مثال آهي. مسٽر ڪي. پنيا، سنڌ جي مکيه انگريزي اخبار سنڌ آبزرور جو ڪجهه سال ايڊيٽر هو. هو صاحب، پنهنجي تخلص "ونود" سان، "شانت ۽ شيل" جي سري سان، وقت به وقت، ڪالم لکندو هو. انهن ڪالمن ۾، سنڌ آبزرور جي ۳ مارچ ۱۹۲۸ع واري پرچي ۾، انهي مثال جو ذڪر ڪيو هو. حقيقت اها هئي جو ليجسليٽو اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيڻيون هيون. اهو ۱۹۲۶ع جو واقعو هو. سيٺ هرچندراءِ، پنهنجي دستور موجب، آزاد ٽڪيٽ تي، ليجسليٽو اسيمبلي چونڊن ۾، اميدوار بيٺو هو، ڪانگريس پارٽيءَ، چونڊن ۾ پارٽيءَ پاران اميدوار بيهارڻ جو خيال ڪيو هو. مسٽر پنيا، سنڌ ڪانگريس

سرگواسي صاحب، پنهنجي لسمت، اهڙي قسم جي ڪا هام
نه هڻندو هو. پر، مان سمجهان ٿو ۽ مون کي پڪ آهي ته
اوهان ان محسوس ٿا ڪريو، ته سيٺ هرچندراءِ جي
جالائي سنب، ڪراچي شهر، سنڌ پرانت ۽ هندستان
ديس جي پبلڪ جيوت ۾ وڏو خال پئجي ويو آهي. ۽ اسان
دوستن جي دامن ۾ پڻ، اهڙو خال پيدا ٿي چڪو آهي.
هي اهڙا خال آهن، جي سولائيءَ سان ڀرجي نٿا سگهجن."

ٺهراءَ جي پيرائيءَ ۾، سنڌ جي ڇڏڻي عيوضن تقريرون ڪيون ۽ سنڌ جي ضروري گهرج طرف، اسيمبليءَ جو ڌيان ڇڪايو. ٺهراءُ پاس ٿيو. انهي پاس جو واسطيدار حلقن تي اثر ٿيو. انهي بعد به، لاڳيتون ڪوششون جاري رهيون. ليڪن، سن ۱۹۲۳ع ۾، ممبئي ڪائونسل ۾، سکر بيراج وارو ٺهراءُ پاس ٿيو. جنهن بعد سکر بيراج هستي ۾ اچي سگهي ۽ سنڌ جي صورت ۽ نقشو پڻ بدلجي سگهيا.

سيٺ هرچندراءِ جي ديهانت وقت، ڪراچي اواسين پاران، هڪ عام ميڙ، خالقڏنا هال ۾ ڪوٺايو ويو هو، جنهن جو صدارتي، سنڌ جو ڪمشنر صاحب، مسٽر ڊبليو. ايف. هڊسن هو.

مسٽر هڊسن، پنهنجي تقرير ۾، سيٺ هرچندراءِ جي اسيمبليءَ ۾ ڪيل ڪمن تي روشني وجهندي، هيٺيان ويچار ظاهر ڪيا:

”سيٺ هرچندراءِ، سنڌ پاران، انڊين ليجسليٽو اسيمبليءَ ۾ ۸ سال ميمبر ٿي رهيو. انهي عرصي ۾، اسيمبليءَ ۾ ڪهڙا ڪم ڪيائين ۽ ڪهڙي درجي تي رسيو هو، تنهن جو ڪجهه ذڪر ته ڪريان. مان سمجهان ٿو ته هن ملڪ جي پيٽ ۾، انهي ڏس ۾، مون گهٽ ڪي ڏٺو آهي. ڪن اسيمبليءَ ۾ ڪجهه وقت، ۽ ٻئي اسيمبليءَ ۾ سڄو وقت، اسين پاڻ ۾ ساٿي هئاسين. ٻئي اسيمبليءَ جي لابيءَ ۽ سماوارن ميڙن ۾، اڪثر ڪري، اسين هڪ ٻئي گهڻو لهه وچڙ ۾ ايندا هئاسين.“

”مان، تازو ئي اسيمبليءَ جي ميڙ مان موٽيو آهيان.

حيءَ انهن اڳواڻن ۽ مدبرن مان هڪ هو، جنهن لي
هندواسي، عام طرح، ۽ سنڌواسي، خاص طرح، ناز ۽
فخر وٺي سگهن ٿا.

* * *

اهي سڌارا ظاهر ڪرڻ وقت، برٽش حڪومت پاران
اعلان ٿيو هو ته انهن سڌارن جي عمل ۾ اچڻ جي آزمودي
جي آڌار تي، ڏهن سالن بعد، وڌيڪ قدم کنيا ويندا.
هندستان ۾، سوراج حاصل ڪرڻ لاءِ پڪارون ٿي رهيون
هيون، سو هي شرط ٻڌي، ملڪ ڪيئن ماٺ ۾ رهي؟
سوراج لاءِ زوردار آواز ٿيڻ لڳو. اسيمبليءَ ۾، قومي
ذهن پاران، اعتراض ظاهر ڪري، گهر ڪئي ويئي ته
اسيمبليءَ ۽ ڪائونسل کي وڌيڪ اختيارن جلد ملڻ گهرجن.
اهڙو ٺهراءُ بحال ڪرايو ويو. انهي ڪوشش ۾،
سيٺ هرچندراءِ پاڻ جهڳو موکيو.

سن ١٩٢٣ع ۾، برٽش راڄڌانيءَ ۾ اهڙا حالت پيدا
ٿي، جو وزيراعظم، مسٽر مالٽهگو کي استعفا ڏيڻي پيئي،
۽ برٽش حڪومت جو واڳون سردار ڏر جي هٿن ۾ آيون.
قصو ئي الٽ پلٽ ٿي ويو. سردار ڏر جو هندستان
طرف رخ انهيءَ اڻ پسنديءَ جو هو. جي اميدون ۽
آسرا پيدا ٿيا هئا، تن تي پاڻي ڦري ويو. سردار ڏر،
انڊين ليجسليٽو اسيمبليءَ ۾ بحال ٿيل اڳواڻن کي للڪار
جي انگاهه سان ڏسي، ريٽي چڙيا. صاف صاف لفظن ۾
اعلان ڪيائون ته ڏهن سالن کان اڳ، سڌارن جي واڌ
۾، ڪابه وک نه وڌائي ويندي. انهي ٻڌائيءَ بعد،

خيال ۾، اهڙي جوکي جو ڀپ ڪوهي. جيڪڏهن
اهڙو جوکو ٿيو، ته اهو فقط ٿوري وقت لاءِ ٿيندو ۽ اهڙو
جوکو هموار ڪرڻ گهرجي. حڪومتن جي تبديلين وقت،
اهڙي قسم جون شڪستون هميشه سهڻيون پوندڙيون آهن."

سيٺ هرچندراءِ، هندو مسلم ايڪتا جو حامي هو.
چي: "سوراج، جلد ۾ جلد، حاصل ٿئي، تنهن لاءِ مکيه
۾ مکيه ضرورت آهي ته ديس جي ٻن مکيه جاتين، هندن
۽ مسلمانن ۾ ايڪو ۽ ڀائپي اچي. هندو مسلم اتحاد کان
سواءِ، سوراج رڳو طلسم آهي. جاتين جي تفاوتن دور ڪرڻ،
فرقن جا پيدا مفاسد ۽ سيني جاتين کي هڪ ٻئي جي
بلڪل ويجهو آڻڻ جي ڪوششون لسن قائم رهڻ گهرجن.
ڪائونسلن ۾ ٻه، اهي ڏس ۾ وک وڌائڻ گهرجي.
کهڙي نه ڏک جي ڳالهه آهي، جو ڪائونسلن ۾، جدا
جدا جاتين جا ميمبر پاڻ ۾ ٽڪرائدا ٿا رهن. اهي نفاق
مان، ملڪ کي ڇهو ٻئي رسيو آهي. منهنجو ويچار آهي
ته ڪائونسلن جي غير عملداري ميمبرن کي، وقت به وقت،
خانگي ميڙن دوران پاڻ ۾ گڏجي، ملڪي مسئلن
۽ ڪائونسلن ۾ ايندڙ سوالن تي بحث مباحثو ڪري، پاڻ ۾
ٻهي، هڪ ڳالهه تي اچڻ گهرجي، اهي بعد، ڪائونسل اندر،
اهي فيصلي پٽاندر عمل ڪرڻ گهرجي. اهڙي ڍنگ ۾
ڪم ڪرڻ سان ئي، ديس ۽ قوم جو ڀلو ٿيندو."

هي هئا سنڌ جي نيتا جا راجنيتي ۽ سماجي ويچار،
خيال ۽ عقيدا. اهي، ڇنڊيءَ ريت ثابت ٿا ڪن ته اهي
زماني جي راجنيتيءَ پٽاندر، سيٺ هرچندراءِ، هندستان

مثال ڏيکاري، ۽ رڳو، مسٽر وٺلڀائي پٽيل لاءِ ووٽ ڏيڻ
لاءِ، ڪيس ڪامياب ڪرائڻ لاءِ هر ڪا ڪوشش ورتي.
قومي شڪتين ۽ اوڪرشاهيءَ وچ زبردست جنگ پيئي هلي
۽ چونڊن ۾، مسٽر وٺلڀائي پٽيل ئي ووٽن کان کٽيو.

سيٺ هرچندراءِ جو راجنيتي عقيدو هو ته ”هندستان
کي، جلد ۾ جلد، سوراج ملڻ کپي ۽ اهي نيڪ جهڙي
درجي واري، ڪلي سواندار حڪومت، هندستان ۾ قائم
ٿيڻ گهرجي. هندواسين کي، دنيا جي سڌريل قومن سان،
برابريءَ جا حق حاصل ٿيڻ گهرجن. ملڪ جي ڪاروبار
۾، سيني ڪالن جي، وڏين فوجي ڪالي ڪالين، سڀني
عهدن تي هندواسي مقرر ڪيا وڃن.“

سيٺ زوردار راءِ هئي ته ”ليجسليٽو ڪائونسلن ڪٺي
اهڙي منزل ۽ اوچ تي رسڻ جو سڀني ٻڌي خود حڪومت
حاصل ڪن، پر جيستائين، ڪاروباري ڪاتن جي عهدن
تي، ڌاريا ۽ غير هندستاني مقرر ٿيندا رهندا ۽ حڪومت
جي سڀ سٽ لئي غير هندستانين جو قبضو رهندو،
تيستائين سچو سوراج حاصل نه ٿيندو.“

۽ سيٺ جو چوڻ هوندو هو ته ”عهدن تي هندواسي
مقرر ڪرڻ سان، ديس وڏي خرچ جي ڇٽيءَ کان بچي
پوندو. ڌارين جا پگهار گهڻي وڏا آهن. هڪ ته اهڙن
عهدن تي خرچ گهڻو ايندو ۽ ٻيو سڀ رقم ٻاهر ملڪ
۾ ٿي رهندي، جنهنڪري ديس جي دولت نه وڌندي.
انهي چوڻ ۾ ٿو اچي، ته عهدن تي هندستانين کي مقرر
ڪرڻ سان، ڪاروبار جي چستيءَ کي چوکو رسندو. منهنجي

ناشائستي هلت خلاف آواز ڪڍو ڪيو ويو. هندستان کان
ٻاهر رهندڙ هندستانين لاءِ، اُنهن سلطنت اندر، هڪ
جهڙائيءَ جا حق حاصل ڪرڻ لاءِ، زوردار هلچل هلائي
وئي. سيٺ هرچندراءِ به، انهيءَ ڏس ۾، زوردار حصو
ورتو ۽ پنهنجي غيرتمنديءَ جو اظهار ڪيو.

* * *

اهـا حقيقت آهي ته سيٺ هرچندراءِ چونڊن ۾،
هميشه، آزاد ٽڪيٽ تي بيهندو هو. اسيمبليءَ ۾ به،
سنه ١٩٢٥ع تائين، "انڊيپينڊنٽ" پارٽيءَ جو ميمبر ٿي
رهيو ۽ ١٩٢٦ع جي فيبروريءَ کان "نيشنلسٽ" پارٽيءَ
۾ شريڪ ٿيو. سنه ١٩٢٣ع ۽ ١٩٢٦ع وارين چونڊن ۾،
ڪانگـريس سوراج پارٽيءَ پاران سندس مخالفت ڪئي
وئي هئي. سيٺ هرچندراءِ ۾ اها خوبي هوندي هئي ته
اهي ڳالهيون، سندس آزاد ۽ خودمختياري بانگ ۾ قدم
کڻڻ لاءِ، انهن کي تيندڙ بڻيون هيون. ٢٢ آگسٽ ١٩٢٥ع تي،
ليجسليٽو اسيمبليءَ جي پريزيڊنٽيءَ لاءِ چونڊ ٿي. چونڊ
۾، ڪانگـريس سوراج پارٽيءَ، مسٽر وٺلڀائي پٽيل کي
اميدوار بيهاريو هـو. نوڪرشاهيءَ جي زوردار ڪوشش
هئي ته، سوراج پارٽيءَ جـو اميدوار ڪامياب نه ٿئي.
مخالفت ۾، نوڪرشاهيءَ پنهنجي ويهن لڳهن جـو زور
لڳايو. زبـردست ڪشمڪش ۽ چڪري هلي. حالتون
اهڙي حد تي پهتيون جو ڪيترا سارا چونڊيل ميمبر اٿڻ
لڳا ۽ انهن مان هٽڻ لڳا. ڪي ته ووٽ ڪرڻ کان ڪنارو
ڪري ويا. سيٺ هرچندراءِ، پنهنجي قوميت جو شاندار

سي ڪل ١٧ ميمبر هئا، جن مان سيٺ هرچندراءِ هڪ هو.
حالتون الي اِهي ٻيون. ڪشمڪشا وڌندي رهي.
حڪومت پنهنجي هوڏ، هٺ ۽ ضد تي قائم ۽ ميمبر
پنهنجي مراد ۽ مقصد تي مضبوط. حڪومت جي
بادشاهي قدم کي چئلينج ڪرڻ ۽ انهي خلاف پنهنجو
زبردست ناراضپو ۽ اعتراض ظاهر ڪرڻ لاءِ، انهي ميمبر
ليجسليٽو اسيمبليءَ جي ميمبريءَ تان استعيفا ڏيڻ ۾ دا
گئا. سيٺ هرچندراءِ انهن مان هڪ هو. سنڌ جي هندن،
پنهنجي ايتا ۾ پورن وشواس جو اظهار ڪري ۽ سرڪاري
قدم خلاف پنهنجو اعتراض ظاهر ڪري، سيٺ هرچندراءِ
کي اسيمبليءَ تي ٻيهر چونڊي موڪليو.

* * *

آفريڪا کنڊ جي جدا جدا ڀاڱن تي، يوروپي قومن
پنهنجو قبضو ڄمايو هو. انهي کنڊ جي ڪيترن حصن ۾
هندستاني به وسندا هئا. گورن جي، آفريڪا کنڊ جي
اصلوڪن رهاڪن ۽ هندستاني رهواسين سان، هلت ۽
روش نهايت اڻ سهائينديون هونديون هيون. ساڻن
وڏا ناحق ۽ ظلم ڪندا هئا. انهي زماني ۾، اوڀرندي
آفريڪا جي انگريزي بيٺڪ ڪينيا ۾، گورا، هندستانين
سان ناشائستون ۽ اڻ سهائينديون عادتون هليا. هندستانين
جو ارادو ۽ ايمان ڪرڻ لڳا. انهن واقعن تي، هندستان
۾ سخت جوش ڦهليو. سومان ۽ غيرت جا جذبا ارزش
۾ آيا. زبردستيءَ جي داغ مٽائڻ لاءِ لهر اڀري آئي.
اسيمبليءَ ۾، ڪينيا جي انگريزن ۾ رهندڙ اڻ سهائيندي ۽

ٻرجا ني وڏو ظلم هو. ڪهڙو غيرتمند هندستاني اها ڳالهه
ٻرداشت ڪري ٿي سگهيو؟ انهي قدم خلاف، اسيمبليءَ
۾، سخت ناراضگي ۽ جوش ڦهلجي ويو. سرڪار خلاف
هلچل مچي ويئي. جن صاحبن، انهي هلچل ۾ تکو ۽ تيز
ٻهرو ورتو، تن مان سيٺ هرچندراءِ هڪ هو. ٻهت بعد
ووٽ ورتا ويا. سرڪار جي هار ٿي ۽ اسيمبليءَ جي
گهٽائيءَ اها رٿ نڪرائي ڇڏي. حڪومت ۽
پنهنجي هوڏ ني قائم هئي. وائسراءِ، پنهنجي غير
رواجي اختياري هلائي، انهي توڪاريل ۽ ٺڏيل رٿ کي
سرٽيفاءِ ڪري، اها ظلم ۽ ستم جي چٽي ملڪ ني مڙهي
ڏيڪاري. اسيمبليءَ جي سوماني پسند ۽ غيرتمند ميمبرن
کي، وائسراءِ جي نادرشاهي قدم، سخت رنج ۽ ارمان
رسايو. انهي قدم خلاف، پنهنجو زوردار اعتراض
ظاهر ڪرڻ لاءِ، هو نيار ٿي ويا.

ليجسليٽو اسيمبليءَ کي، سرڪار جي گهربل گرانٽن
...لاءِ ٻهالي ڏيڻي هئي. گرانٽن پيش ٿيڻ وقت، پنهنجو
...اعتراض ظاهر ڪرڻ لاءِ، "پٽسن کان اڳ اهنج دور ٿين"
...و نعرو بلند ڪيو ويو. سرڪار کي انڪار ڪئي ويئي،
...اول اهنج لاهيو، نه پوءِ اسين گرانٽون ٻهال ڪريون.
...ڪل چٽيءَ ريس ۽ صاف صاف لفظن ۾ ظاهر ڪيو ويو
...ا روش ۽ هلت، وائسراءِ جي غير رواجي ۽ غير دستوري
... ۾ اوڻ ني ٽئڪس مڙهڻ سبب، اختيار ڪئي ويئي آهي.
...ليءَ ۾، جن ميمبرن، اهڙي قسم جو جرئت ڀريو قدم کڻي ۽
...شاهيءَ جو دم گهٽيو ۽ گهربل گرانٽن خلاف ووٽ ڪيو،

۽ ليکا ڪري سمجهندا هئا.

سيٺ هرچندراءِ جي راڄنيتي لئي، ڪا هميشه گرم رخ واري نه هئي، ۽ ساڳئي وقت انهن ۾ نه ڇڙو نه هو، ڪو هميشه، نرم ٻلاڪ وٺندڙ هو. هر سوال ۽ هر مسئلي کي، بنهه آزاد ۽ خود مختيار ٻلاڪ ۾ حل ڪرڻ، سندس سڀاءَ ۽ طبيعت جو جزو ٿيندو هو، ليجسليٽو اسيمبليءَ جي ڪاروبار ۾، آزاديءَ ۽ خود مختياريءَ کان ڪم وٺندو هو. سندس ووٽ، هميشه ۽ هر وقت، ديس ۽ قوم جي فائدي جي ڏس ۾ ويندو هو. جتي، ديس ۽ قوم جي لڄ، ناموس ۽ شان جو سوال ايندو هو، اتي، حڪومت کي ننديڙو ڪرڻ، ۽ سرڪاري رتن کي، ڪنهن نه رڪ رڪاوٽ کان سواءِ، ٺوڪاري ڦٽو ڪرڻ ۾، ڪڏهن به پٺتي نه پوندو هو. پارليمينٽري اصولن ۾ زوردار عقيدو ڌاريندو هو، جنهن موجب، مخالفت ڌر، حڪومت جي ڪاروبار ۾ وڏو پارٽ ادا ڪري ٿي سگهي. ليجسليٽو، حڪومت جي اڻ سهائيندڙ قدمن خلاف، پوريءَ ريت مخالفت ڪرڻ، بلڪل ضروري، لازمي، حق ۽ واجبي سمجهي، ڪڏهن نه پٺتي نه پوندو هو.

اهڙي ڏس ۾، هيٺيان مثال، سندس عقيدن جي پوري ساک ٿا ڀرين:

هند سرڪار، حياتي لاءِ بلڪل ضروري گهرج واريءَ جنس، لوڻ تي وڏي ٽيڪس ٿي مڙهي. اهو ابايت ٻي درديءَ جو قدم هو ۽ هندستان جي غريب ۽ مفلس

خود مختياري ۽ آزاديءَ قائم رکڻ لاءِ، چونڊن ۾، ڪنهن به پارٽيءَ پاران نه بيهندو هو. سيٺ هرچندراءِ، هر چونڊ ۾ ڪامياب ٿيو. اهي ڪاميابيون، سندس لياقت، قابليت ۽ هردلعزيزيءَ جون پوريءَ ريت ساکون ٿيون پيون.

١٩٢٠ع واريءَ اسيمبليءَ جي پهرين چونڊ وقت، سندس مخالفت ۾، مسٽر لالچند هاسيمل نامينيشن پيپر ڀريو هو، پر سندس نامينيشن پيپر رد ٿيو، ۽ سيٺ هرچندراءِ بنان مخالفت جي چونڊجي ويو.

سن ١٩٢٣ع ۾، سندس سامهون، مسٽر پريداس ٽولاڻي، لاڙڪاڻي جو وڪيل (زميندار) ڪانگريس سوراج پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي، اميدوار بيٺو. چونڊن ۾ سيٺ هرچندراءِ وڏي گهڻائيءَ سان کٽيو.

سن ١٩٢٦ع ۾، سندس مخالفت ۾، ڪانگريس سوراج پارٽيءَ پاران، مسٽر ٽيڪمداس واڌومل، بئرسٽر، ڪراچي، اميدوار بيهاريو ويو. چونڊن ۾ ڪل ست هزار ووٽ داخل ٿيا. سيٺ هرچندراءِ اٽڪل ٻن هزار ووٽن تان کٽيو ۽ هرهڪ ضلعي مان، ووٽن جي گهڻائي حاصل ڪيس.

هرچونڊ ۾، آزاد ٽڪيٽ تي بيهي، سوراج پارٽيءَ پاران بيهاريل اميدوارن کان بلڪل وڏي گهڻائيءَ سان ڪاميابي حاصل ڪرڻ — اهي حقيقتون ثابت ٿيون ڪن ته سيٺ هرچندراءِ عام لوڪن ۾ ڪيتري قدر پيارو هو. اهو پيار ۽ صدق، سيٺ هرچندراءِ جي پبلڪ ۽ پرجا جي بهتريءَ ۽ واڌاري لاءِ ڪيل خدمتن ۽ شيوائن جي قدرشناسي هئي. سنڌواسي، کيس، پنهنجو رهبر، رهنما

مسٽر فضل ابراهيم رحمت الله، مسٽر اين. سي. ڪيلڪر، مسٽر محمد علي جناح، سيٺ حاجي عبدالله هارون، سر پرشوتمداس ٺاڪرداس، مسٽر تلسي چندر گوسوامي، مسٽر ڪي. سي. نيوگي، مسٽر ايس. سي. مترا، ڊاڪٽر اي. سهراوردي، مسٽر اي. ايڇ. غزنوي، پنڊت هرديه ناٿ ڪنزرو، مسٽر گيئشامداس برلا، مسٽر ٽي. اي. شيرواني، مسٽر محمد اسماعيل خان، مسٽر ندوي، لالا لجپتراءِ، ميان محمد شاهنواز، راجا غضنفر علي خان، سردار ڪرتار سنگهه، ڊاڪٽر بي. ايس. مونجي، پنڊت ٺاڪرداس، مولوي محمد شفيع، ڊاڪٽر هري سنگهه گور، مسٽر دوارڪا پرساد مصرا، راءِ صاحب هربلاس شاردا ۽ ٻيا.

مانٽيگو- چيمسفورڊ سڌارن بعد، سنڌ جي هندن کي ٽيون دفعو، مرڪزي ڪائونسل جي ليجسليٽو اسيمبليءَ لئي، هڪ عيوضي چونڊي موڪلڻ جو حق مليو. ۽ ١٩٢٠ع واريءَ ٽيون چونڊ ۾، سنڌ جي هندن، ڀڄنجي ليڊر، سيٺ هرچندراءِ وشنداس کي چونڊي موڪليو. سيٺ هرچندراءِ، ليجسليٽو اسيمبليءَ لئي، زندگيءَ جي آخرين دم تائين ميمبر ٿي رهيو. سندس ديهانت ١٦ فيبروري ١٩٢٨ع ٿيو. سيٺ صاحب، چوڻين ۾، هميشه آزاد گروپ لئي بيٺو هو. سندس عقيدو هو ته سنڌ ملڪ، هندستان جي الڳ حصي مان هئي، جي ٻنهي ٻول ٿيا، سنڌ ۽ سنڌ واسين جي حالت ته ادر هئي، ليهنڪري سندن مسئلن کي، آزاد ۽ خود مختيار نراڪ ۾ ئي حل ڪري سگهبو. انهيءَ ڪري، ڀڄنجي

مسٽر ولي محمد حسين علي — محمدن ووٽرن کان
مسٽر صاحبسنگ چندا سنگھ شاهاڻي — جاگيردارن ۽ زميندارن کان

۽ ڪائونسل آف سٽيٽ تي مسٽر غلام محمد خان ڀرڳڙي چونڊيو ويو.

سنه ١٩٢٠ع بعد چونڊون ١٩٢٣ع ۾ ٿيون، جن کان پوءِ وري ١٩٢٦ع ۾ ٿيون. ١٩٢٣ع وارين چونڊن ۾ جي صاحب ليجسليٽو اسيمبليءَ ۾ چونڊجي ويا، سي هي هئا:

سيٺ هرچندراءِ وشنداس — غير محمدن ووٽرن کان
سيٺ حاجي عبدالله هارون — محمدن ووٽرن کان
وڏيرو محمد پناهه غلام قادر خان ڌڪڻ " "
وڏيرو واحد بخش الاهي بخش ڀُٽو — جاگيردارن ۽ زميندارن کان

۽ ڪائونسل آف سٽيٽ تي، مسٽر علي بخش محمد حسين چونڊيو ويو.

سنه ١٩٢٦ع ۾، انڊين ليجسليٽو اسيمبليءَ ۾، سڄي هندستان مان، جي مکيه ۽ مشهور ميمبر چونڊجي آيا، سي هي هئا:

پنڊت مدن موهن مالويه، پنڊت موتيلال نهرو، مسٽر سرينواسا آئينگر، مسٽر ٽي. پرڪاشم، مسٽر وي. وي. جوگيا، مسٽر شڻمکم چيٽي، مسٽر اي. رنگا سوامي آئينگر، مسٽر جي. سرووتم راءِ، مسٽر ايم. آر. جئڪر، مسٽر جمناداس ميهتا، سيٺ هرچندراءِ وشنداس، مسٽر وٺلڀائي پٽيل،

... پوندجن جي عزت ۾، سيٺ هرچندراءِ کي ڪراچي شهر ... پاران پارٽي سنه ١٩٢٠ع



ويٺل ساڄي کان: ڄهامنداس وليداس، شوارام ڏيونمل، چيلارام دلومل، دوست محمد توڪي، ڏوسلا ...
سيٺ هرچندراءِ، نامعلوم، آلومل ٽيڪمداس، نروانجي ميهتا، ...
۽ واڌومل اڌارام.

سنہ ١٨٩٢ع ۾، امپيريل ڪائونسل جي جوڙ جڪ ۽ اختيارن ۾ واڌارا ڪيا ويا. نامزد ميمبرن جو تعداد ١٢ مان وڌائي ١٦ ڪيو ويو. ميمبر نامزد ڪرڻ جو سرشتو قائم رهيو، پر ڪي ميمبر ڪن سنستائن ۽ اسوسيئيشن جي سفارش تي نامزد ڪيا ويندا هئا، جنهنڪري، ڪنهن حد تائين، چونڊڻ جو اصول شروع ٿيو هو. انهن ١٦ ميمبرن مان، ٦ سرڪاري عملدار هوندا هئا ۽ باقي ١٠ غير سرڪاري ميمبر. امپيريل ليجسليٽو ڪائونسل کي، هاڻ، مالي بجيٽ تي بحث ڪرڻ ۽ ملڪ جي پاليءَ ۽ ٻاهريءَ جي مسئلن تي سوال جواب ڪرڻ جون اختياريون حاصل ٿيون.

١٩٠٩ع جي منٽو-مارلي سڌارن سان، امپيريل ليجسليٽو ڪائونسل لاءِ وڌيڪ سڌارا عمل ۾ آيا. ڪائونسل تي گورنر جنرل جي ايگزيڪيوٽو ڪاميٽيءَ کان سواءِ ٦٠ وڌيڪ ميمبر رکيا ويا. انهن مان ٣٥ ميمبر گورنر جنرل پاران نامزد ٿيڻا هئا ۽ باقي ٢٥ ميمبر ڪن مقرر ٿيل حلقن مان چونڊجي اچڻا هئا. ڪائونسل تي ميمبريءَ جو مدو ٽي سال هو.

١٩١٩ع ۾، مانٽيگو-چيمسفورڊ سڌارا عمل ۾ آيا. انهن سڌارن جي عمل ۾ اچڻ سان، گورنمينٽ آف انڊيا جي ڪاروبار ۽ ايگزيڪيوٽو مشنريءَ تي ڪو اثر نه ٿيو، باقي سو ليجسليٽو ڳالهين ۽ ڪمن ۾ ڦيرڦاريون ٿيون. امپيريل ليجسليٽو ڪائونسل بدران، ٻه سڀائون هستيءَ ۾ آيون: ليجسليٽو اسيمبلي ۽ ڪائونسل آف اسٽيٽ.

ليجسليٽو اسيمبليءَ تي ڪل ١٤٠ ميمبر رکيا ويا،

تنهن ڪري پٺي ڏينهن ني رکي وئي. انهيءَ بعد، ڪميشن شاهدين وٺڻ ۽ پڇا جو ڪم ختم ڪيو.

ڪميشن جي رپورٽ ظاهر ٿيڻ بعد، عملدارن کي حڪم مليا ته اهي ظلمي رواج بند ٿيڻ گهرجن. انهن قدمن وڏو اثر پيدا ڪيو. حالتن ۾ فرق پوڻ لڳو. ”رسائي، لاپي ۽ چيڙ“ جا رواج صفا بند نه ٿيا، پر، ڪجهه قدر گهٽ ضرور ٿيا. انهي حالت لاءِ ٻه جوابدار ڳالهيون هيون: بي جوابدار سرڪاري سرشتو ۽ عام ماڻهن جي غلام منور ني ۽ ذهنيت.

اهڙيءَ ريت، سيٺ هرچندراءِ، بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل ني، سالها ڏهه سال رهي، ديس ۽ قوم جي تحسين جوڳي خدمت ڪئي. سنڌ ۾ سداري ۽ واڌاري لاءِ، جو نئون ورق ورڻ لڳو هو، تنهن ۾ سيٺ هرچندراءِ جو وڏو هٿ هو.

سيٺ هرچندراءِ، اهي ڏس ۾، مسٽر همورڊ، چمٽرمن سان، خالڪڏنيءَ ۾ ڀيٽيو. اهي بعد، چمٽرمن جي رخ ۾ ڦيرو آيو.

حيدرآباد ۾ پنجين ڏينهن واري مرڙ ۾، مسٽر چٽنراءِ ۽ مسٽر وسعومل جون تمام سٺيون شاهديون هليون. اهي بعد، ڪن زميندارن ۽ اهليت مزيدار شاهديون ڏنيون. حيدرآباد ۾ ڇهاڙيءَ جي ڏينهن، آنريبل الهندي شاهه ۽ مسٽر خوشحالداس جي شاهدين ۾ وڏا قانت قانا. شاهه صاحب، بنسان ڪنهن رڪ رڪاٽيءَ ۽ للي چوپءَ جي، رسائي جي الڳريءَ رسم جا پول پڌرا ڪري، عملداري ظلم ۽ ستم جو ننگو چٽ ظاهر ڪيو. مسٽر خوشحالداس سامتاڻيءَ، بي. ٻ للو. ڊي. انهيمٽر جي شاهديءَ ۾ ٻهندا رلڪ ڏيکاريا. هن، ايڪڙ ايڪڙو آنڪمٽرن جي ڪارنامن جو وڪا پڌرا ڪري، مثال ڏيئي، ثابت ڪيو تہ ڪمتري حد تائين رشوتخوري جي بازار گرم هئي ۽ اهي مرض ڪان وڏا انهيمٽر ۾ جيتل تہ هئا.

ڪميشن جا ميمبر، موٽي، ڪراچيءَ ۾ آيا. ٻهران ڏينهن واري سنڌ ۾، ڪليڪٽر، اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ ڊي. ايس. پي. جون شاهديون هليون. ٽئي ڏينهن ٿي، مسٽر هيمڪمٽ، رجسٽرار پولنداس، ني انش ۽ جمعمراءِ مختيارڪار ڪان پڇا ٿي. ٽئين ڏينهن، رئيس غلام محمد ڀرڳڙيءَ جي شاهدي شروع ٿي. اهيءَ ۾، چمٽرمن ۽ ڀرڳڙي صاحب جي وچ ۾ ڪشمڪشا هلي. رئيس ڀرڳڙيءَ جي شاهدي، اهي ڏينهن ٿي هلي پوري تہ ٿي سگهي،

۲۲ ڪان ۲۵ اپريل تائين شاهديون هليون. لاڙڪاڻي جي ڪليڪٽر، مسٽر بالوس، پڻ، خود مختيار ٿي الگ ۾، رسائيءَ خلاف رايا ڏنا. پر، ٻي. ايس. پي. ۽ ٻي. ڊ يلهو. ٻي. صفا انڪار ڪري ويٺا. لاڙڪاڻي ۾، رسائيءَ خلاف، وڌيڪ زوردار ٻيون شاهديون ملڻ لڳيون. واڌومل مختيارڪار پنهنجي آزاد خياليءَ ڪان اڳيئي هاڪارو هو. سندس شاهديءَ رنگ رچائي ڇڏيا. هن سائينءَ جي سنوارئي، رسائي فنڊ جا حساب ڪتاب ۽ الگ اڪر پيش ڪري، سڀ پول پڌرا ڪري ڇڏيا. ٻين مختيارڪارن ۽ تپيدارن ۾ اچي، حقيقت جا راز ظاهر ڪري، پنهنجي ڇاليءَ تان بوجو هلڪو ڪيو. مطلب ته، لاڙڪاڻي ۾، سکر کان ۾ وڌيڪ وزندار ۽ زوردار شاهديون مليون.

لاڙڪاڻي کان پوءِ، ڪميشن جا ميڙ حيدرآباد ۾ ٿيا. ڪميشن جي ويٺڪ ۱ مي تي شروع ٿي ۽ ۶ تائين هلي. حيدرآباد ۾، هڪ پوليس سب انسپيڪٽر، چاندومل، بلڪل سچي شاهدي ڏني. هن، پوليس ظلمن جي زبردست اوگهڙ ڪئي. انهيءَ تان، ڪميشن جي چيئرمن، چاندومل کي ڇميو. چيئرمن جي انهي هلت سبب، پبلڪ ۾ جوش ۽ ناراضپو جاڳيو. ٻئي ڏينهن جي ڪاروبار ۾، ڊپيوٽي ڪليڪٽر، مسٽر جگتسنگ جي شاهديءَ وقت، چيئرمن جو رخ ۽ روش، پڻ اڻ سهائيندا هئا. انهيءَ تان، عام لوڪن ۽ پبلڪ ۾، زبردست جوش جي لهر ڦهلجي ويئي.

پروگرام رٿيو ويو ۽ شاهدن کان ڪهڙي ڍنگ جا سوال
پڇيا وڃن، تن جو فيصلو ڪيو ويو.

ڪميشن مقرر ٿيڻ کان پوءِ، رئيس غلام محمد ڀرڳڙيءَ
زبردست محنت ورتي ۽ پورهيا ٺاٺ پوڻ. انهي ڏس ۾،
مسٽر جيرامداس دولترام، ڊاڪٽر آسام جو گورنر، سندس
ساٿي همٿ ٿي رهيو. ننڍي ڄڻن، ڪڏهن، سخت محنت ۽
جفاڪشيءَ کان ڪم ورتي، وساڻيءَ جي لڳري مرض خلاف،
زوردار شاهديون هٿ ڪري ۽ ڪميشن اڳيان ڏيارڻ ۾ ڀاڱ
ڀڙڻيو ۽ گهڻي قدر ڪاميابي حاصل ڪئي.

وساڻي ڪميشن، سکر، لاڙڪاڻي، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ
۾ پنهنجا ميڙ ڪيا ۽ شاهديون ورتيون.

سکر ۾، ١٥ اپريل ڪميشن جو ڪاروبار شروع ٿيو ۽ ڇهه
ڏينهن شاهديون هليون. اهي ميڙ، ڊسٽرڪٽ جج جي
ڪورٽ ۾ هلندا هئا. عام لوڪن ۾، انهي ڏس
۾، ڏاڍو جاهو ڏيکاريو ۽ هوڏهي تعداد ۾، ڪورٽ ۾
اچي گڏ ٿيندا هئا.

شاهدن جي دور ۾، سکر جي ڪليڪٽر، مسٽر
رانشولڊ، ڪلي ۽ ريٽ، وساڻيءَ ۽ لاڙي جي مرض خلاف
پنهنجا رايا ڏنا. جيڪب آباد جو ڊپٽي ڪمشنر وساڻيءَ
لسمت صفا انڪار ڪري ويٺو. روهڙيءَ جو ڊپٽي
ڪليڪٽر، مسٽر عيساڻيءَ، تمام ڪليءَ ريٽ، وساڻيءَ خلاف
شاهدي ڏني. ڪيترن زميندارن ۽ آفيسرن به اچي،
انهي مرض خلاف شاهديون ڏنيون.

سکر بعد، لاڙڪاڻي ۾، ڪميشن جو ڪاروبار هليو.

۲۲ کان ۲۵ اپريل تائين شاهديون هليون. لاڙڪاڻي جي
ڪليڪٽر، مسٽر بالوس، پڻ، خود مختيار ٿي الڳ ۾،
رسائيءَ خلاف رايا ڏنا. پر، ڊي. ايس. پي. ۽
پي. ڊبليو. ڊي. صفا انڪار ڪري ويٺا. لاڙڪاڻي ۾،
رسائيءَ خلاف، وڌيڪ زوردار ٻيون شاهديون ملڻ لڳيون.
واڌومل مختيارڪار پنهنجي آزاد خياليءَ کان اڳيئي هاڪارو
هو. سندس شاهديءَ رنگ رچائي ڇڏيا. هن سائينءَ جي
سنوارڻي، رسائي فنڊ جا حساب ڪتاب ۽ الڳ اکر
پيش ڪري، سڀ پول پڌرا ڪري ڇڏيا. پڻ
مختيارڪارن ۽ ٽپيدارن ۾ اچي، حقيقت جا راز ظاهر
ڪري، پنهنجي چاليءَ کان ٻوجو هلڪو ڪيو. مطلب
ته، لاڙڪاڻي ۾، سکر کان به وڌيڪ وزندار ۽ زوردار
شاهديون مليون.

لاڙڪاڻي کان پوءِ، ڪميشن جا ميڙ حيدرآباد ۾ ٿيا.
ڪميشن جي ايڪٽ ۱ مئي تي شروع ٿي ۽ ۶ تائين
هلي. حيدرآباد ۾، هيڊ پوليس سب انسپيڪٽر،
چاندومل، ملڪل سڀني شاهدي ڏني. هن، پوليس ظلمن
جي زبردست اوگهڙ ڪئي. انهيءَ تان، ڪميشن جي
چيئرمن، چاندومل کي ڇنڊيو. چيئرمن جي انهي هلت
سبب، پبلڪ ۾ جوش ۽ ناراضپو جاڳيو. ٻئي ڏينهن جي
ڪاروبار ۾، ڊپيوٽي ڪليڪٽر، مسٽر جگتسنگ جي
شاهديءَ وقت، چيئرمن جو رخ ۽ روش، پڻ اهڙا سهائيندا
هئا. انهيءَ تان، عام لوڪن ۽ پبلڪ ۾، زبردست
جوش جي لهر ڦهلجي ويئي.

پروگرام رٿيو ويو ۽ شاهدن کان ڪهڙي ڍنگ ۾ سوال
پڇيا وڃن، تن جو فيصلو ڪيو ويو.

ڪميشن مقرر ٿيڻ کان پوءِ، پرنس غلام محمد ڀرڳڙيءَ
زبردست محنت ورتي ته پورهيا ثابت ٿيون. انهيءَ ڏس ۾،
مسٽر جيرامداس دولترام، هاڻوڪو آسام جو گورنر، سندس
ساٿو هڪ ٿي رهيو. ٿڌي سيٽڻ، گڏجي، سخت محنت ۽
جفاڪشيءَ کان ڪم ورتي، رسانيءَ جي انگريزي مرض خلاف،
دورندار شاهديون هٿ ڪري ۽ ڪميشن اڳيان ڏيارڻ ۾ پاڻ
پتوڙيو ۽ گهڻي قدر ڪاميابي حاصل ڪئي.

رساني ڪميشن، سکر، لاڙڪاڻي، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ
۾ ڀيٽيا ميڙ ڪيا ۽ شاهديون ورتيون.

سکر ۾، ١٥ اپريل ڪميشن جو ڪاروبار شروع ٿيو ۽ ڇهه
ڏينهن شاهديون هلنديون. انهي ميڙ، دسٽرڪٽ جج جي
ڪورٽ ۾ هلندا هئا. عام لوڪن ۾، انهيءَ ڏس
۾، ڏاڍو چاهه ڏيکاريو ۽ جهجهي تعداد ۾، ڪورٽ ۾
اچي ڪٺا ٿيندا هئا.

شاهدين جي دور ۾، سکر جي ڪليڪٽر، مسٽر
راٿشلڊ، ڪليءَ رپٽ، رسانيءَ ۽ لاٺي جي مرض خلاف
ڀيٽيا راپا ڏنا. جيڪب آباد جو ڊپٽي ڪمشنر رسانيءَ
نسبت صفا انڪار ڪري ويٺو. روهڙيءَ جو ڊپٽي
ڪليڪٽر، مسٽر عباسيءَ، تمام ڪليءَ رپٽ، رسانيءَ خلاف
شاهدي ڏني. ڪيترن زميندارن ۽ آفيسرن به اچي،
انهيءَ مرض خلاف شاهديون ڏنيون.

سکر بعد، لاڙڪاڻي ۾، ڪميشن جو ڪاروبار هليو.

۲۲ کان ۲۵ اپريل تائين شاهديون هليون. لاڙڪاڻي جي ڪليڪٽر، مسٽر بالوس، پڻ، خود مختيار بلاڪ ۾، رسائيءَ خلاف رايا ڏنا. پر، ڊي. ايس. پي. ۽ پي. ڊبليو. ڊي. صفا انڪار ڪري ويٺا. لاڙڪاڻي ۾، رسائيءَ خلاف، وڌيڪ زوردار ٻيون شاهديون ملڻ لڳيون. واڌومل مختيارڪار پنهنجي آزاد خياليءَ کان اڳيئي هاڪارو هو. سندس شاهديءَ رنگ رچائي ڇڏيا. هن سائينءَ جي سنوارٽي، رسائي فنڊ جا حساب ڪتاب ۽ الڳ اڪر پيش ڪري، سڀ پول پڌرا ڪري ڇڏيا. ٻين مختيارڪارن ۽ ليپدارن به، اچي، حقيقت جا راز ظاهر ڪري، پنهنجي چاليءَ تان بوجو هلڪو ڪيو. مطلب ته، لاڙڪاڻي ۾، سکر کان به وڌيڪ وزندار ۽ زوردار شاهديون مليون.

لاڙڪاڻي کان پوءِ، ڪميشن جا ميڙ حيدرآباد ۾ ٿيا. ڪميشن جي ٻيٺڪ ۱ مئي تي شروع ٿي ۽ ۶ تائين هلي. حيدرآباد ۾، هڪ پوليس سب انسپيڪٽر، چاندومل، بلڪل سچي شاهدي ڏني. هن، پوليس ظلمن جي زبردست اوگهڙ ڪئي. انهيءَ تان، ڪميشن جي چيئرمن، چاندومل کي ڇنڀيو. چيئرمن جي انهي هلت سبب، پبلڪ ۾ جوش ۽ ناراضپو جاڳيو. ٻئي ڏينهن جي ڪاروبار ۾، ڊپيوٽي ڪليڪٽر، مسٽر جڳتسنگ جي شاهديءَ وقت، چيئرمن جو رخ ۽ روش، پڻ، اهڙا سهائيندا هئا. انهيءَ تان، عام لوڪن ۽ پبلڪ ۾، زبردست جوش جي لهر ڦهلجي وئي.

پروگرام رٿيو ويو ۽ شاهدن کان ڪهڙي ڍنگ جا سوال پڇيا وڃن، ان جو مسلو ڪيو ويو.

ڪميشن مٿي ذڪر ڪيل کان سواءِ، پرنس غلام محمد پرڳڙيءَ زبردست محنت ورتي ۽ پورهيا ثابت ٿيو. انهي ڏس ۾، مسٽر جيرامداس دولترام، ڊاڪٽر آسام جو گورنر، سنڌس ساٿي هڪ ٻي رهيو. ٻئي سڄڻن، گڏجي، سخت محنت ۽ جفاڪشيءَ کان ڪم ورتو، رسائيءَ جي اگهري مرض خلاف، زوردار شاهدين هٿ ڪري ۽ ڪميشن اڳيان ڏيارڻ ۾ ٻاڙ پيو ۽ گهڻي قدر ڪاميابي حاصل ڪئي.

رسائي ڪميشن، سکر، لاڙڪاڻي، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ پهچنا ميڙ ڪيا ۽ شاهديون ورتيون.

سکر ۾، ١٥ اپريل ڪميشن جو ڪاروبار شروع ٿيو ۽ چوڏهن شاهديون ورتيون. اهي ميڙ، ڊسٽرڪٽ جج جي ڪورٽ ۾ هلندا هئا. عام لوڪن جا، انهي ڏس ۾، ڏاڍو چاهه ڏيکاريو ۽ هڪجهڙي تعداد ۾، ڪورٽ ۾ اچي ڪٺا ٿيندا هئا.

شاهدين جي دور ۾، سکر جي ڪلڪٽر، مسٽر والشلبر، ڪليءَ ريت، رسائيءَ ۽ لانچ جي مرض خلاف پنهنجا رايا ڏنا. جيڪبآباد جو ڊپٽي ڪمشنر رسائيءَ بابت صفا انڪار ڪري ويٺو. روهڙيءَ جو ڊپٽي ڪلڪٽر، مسٽر عيساڻيءَ، تمام کليءَ ريت رسائيءَ خلاف شاهدي ڏني. ڪيترن زميندارن ۽ آفيسرن جا اچي، انهي مرض خلاف شاهديون ڏنيون.

سکر بعد، لاڙڪاڻي ۾، ڪميشن جو ڪاروبار هليو.

۲۲ کان ۲۵ اپريل تائين شاهديون هليون. لاڙڪاڻي جي ڪليڪٽر، مسٽر بالوس، پڻ، خود مختيار ٻانگ ۾، رسائيءَ خلاف رايا ڏنا. پر، ڊي. ايس. پي. ۽ پي. ڊبليو. ڊي. صفا انڪار ڪري ويٺا. لاڙڪاڻي ۾، رسائيءَ خلاف، وڌيڪ زوردار ٻيون شاهديون ملي لڳيون. واڌومل مختيارڪار پنهنجي آزاد خياليءَ کان اڳيئي هاڪارو هو. سندس شاهديءَ رنگ رچائي ڇڏيا. هن سائينءَ جي سنواري، رسائي ٻنڌ جا حساب ڪتاب ۽ الڳ اڪر پيش ڪري، سڀ پول پڌرا ڪري ڇڏيا. ٻين مختيارڪارن ۽ تپيدارن به اچي، حقيقت جا راز ظاهر ڪري، پنهنجي ڇاتيءَ تان بوجو هلڪو ڪيو. مطلب ته، لاڙڪاڻي ۾، سکر کان به وڌيڪ وزندار ۽ زوردار شاهديون مليون.

لاڙڪاڻي کان پوءِ، ڪميشن جا ميڙ حيدرآباد ۾ ٿيا. ڪميشن جي بيٺڪ ۱ مئي تي شروع ٿي ۽ ۶ تائين هلي. حيدرآباد ۾، هڪ پوليس سب انسپيڪٽر، چانديومل، بلڪل سچي شاهدي ڏني. هن، پوليس ظلمن جي زبردست اوگهڙ ڪئي. انهيءَ تان، ڪميشن جي چيئرمين، چانديومل کي ڇنڀيو. چيئرمين جي انهي هلت سبب، پبلڪ ۾ جوش ۽ اضطراب جاڳيو. ٻئي ڏينهن جي ڪاروبار ۾، ڊپٽي ڪليڪٽر، مسٽر جگتسنگ جي شاهديءَ وقت، چيئرمين جو رخ ۽ روش، پڻ اڻ سهائيندا هئا. انهيءَ تان، عام لوڪن ۽ پبلڪ ۾، زبردست جوش جي لهر ڦهلجي ويئي.

پروگرام رٿيو ويو ۽ شاھدن کان کھڙي نموني سوال
پڇيا وڃن، تن جو فيصلو ڪيو ويو.

ڪميشن مقرر ٿيڻ کان پوءِ، رئيس غلام محمد ڀرڳڙيءَ
زبردست محنت ورتي ۽ پورھيا ثابت ٿيون. انھيءَ ڏس ۾،
مسٽر جيرامداس دولترام، ھاڻوڪو آسام جو گورنر، سندس
ساڄو ھٿ ٿي رھيو. انھيءَ سڄڻ، گڏجي، سخت محنت ۽
جفاڪشيءَ کان ڪم ورتي، رساليءَ جي انگريزي مرض خلاف،
زوردار شاھديون ھٿ ڪري ۽ ڪميشن اڳيان ڏيارڻ ۾ ڀاڱ
ڀترڙايو ۽ گھڻي قدر ڪاميابي حاصل ڪئي.

رسالي ڪميشن، سکر، لاڙڪاڻي، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ
۾ پنھنجا ميڙ ڪيا ۽ شاھديون ورتيون.

سکر ۾، ١٥ اپريل ڪميشن جو ڪاروبار شروع ٿيو ۽ ڇھه
ڏينھن شاھديون ھليون. انھيءَ مھل، ڊسٽرڪٽ جج جي
ڪورٽ ۾ ھلندا ھئا. عام لوڪن ۾، انھيءَ ڏس
۾ ڏاڍو چاھه ڏيکاريو ۽ حيرت جھڙي تعداد ۾، ڪورٽ ۾
اچي ڪٺا ٿيندا ھئا.

شاھدن جي دور ۾، سکر جي ڪليڪٽر، مسٽر
وائٽفيلڊ، کليءَ رات، رساليءَ ۽ لابي جي مرض خلاف
پنھنجا رايا ڏنا. جيڪب آباد جو ڊپٽي ڪمشنر رساليءَ
نسبت صفا انڪار ڪري ويٺو. روھڙيءَ جو ڊپٽي
ڪليڪٽر، مسٽر عباسيءَ، تمام کليءَ رات، رساليءَ خلاف
شاھدي ڏني. گھڻن زميندارن ۽ آفيسرن به اچي،
انھيءَ مرض خلاف شاھديون ڏنيون.

سکر بعد، لاڙڪاڻي ۾، ڪميشن جو ڪاروبار ھليو.

انهيءَ لڪريءَ رسم سبب، بي ايماني زور پڪڙيندي هئي. وڏن آفيسرن جو مثال ڏسي، هيٺيان ننڍا به ڪــڙجي پوندا هئا. سندس ذات هري ويندي هئي ۽ قرلت تي ڪم ڪشيندا رهندا هئا.

رسائيءَ سبب، آفيس جو انتظام صفا چٽ ٿي ويندو هو. ڪامورا، سدائين، آفيسرن جي رسائيءَ ۾ رتل رهندا ۽ ڪين پيو ڪم اڇهندو ڪوله هو. سندن دل ڏکيءَ ۾ هوندي هئي. اولتا ۽ ابتا ڪم ڪندا هئا، پر ڪين ڊپ ڊرو به نه ٿيندو هو. سندن ڪارنامن تي ڪک پن پڇي ويندا هئا. ڪيترن نڪمن ۽ نالائق ڪامورن کي، زبردست رسائيءَ ڪري سبب، وڏا فائدا ٿي ويندا هئا. گڏهن کي گج پڇي ويندا هئا؛ ۽ لائق ۽ هڏڏوکي ڪامورن کي لتمن هيٺ لتاڙيو ويندو هو.

سيٺ هرچندراءِ ۽ سندس ساٿي رئيس غلام محمد ڀرڳڙيءَ، انهي لڪري رسائي رسم خلاف، ڪائونسل ۾، زبردست آواز ڪڙو ڪيو، ۽ آفيسرن ۽ ڪامورن جي حد درجي جي ظلمن جي اوگهڙ ڪئي. ڪائونسل پاران رسائي ڪميشن مقرر ٿي. سيٺ هرچندراءِ انهي ڪميشن جو ميمبر مقرر ٿيو. ڪميشن جو چيئرمن جسٽس هيوارڊ هو.

سيٺ هرچندراءِ جي ڊائريءَ ۾ لکيل ٽڪرن مان، رسائي ڪميشن نسبت هيٺين خبر چار پئجي ٿي سگهي:

رسائي ڪميشن، پنهنجو ڪم، ٣ اپريل ١٩١٨ع تي شروع ڪيو. ٻهريان ٿي ڏينهن، ڪميشن جا ميڙ، ڪراچيءَ جي ڪچهري بلڊنگ ۾ ٿيا، جن ۾ ڪاروبار جو



سيٺ هرچندراءِ وشنداس ۽ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي
يورپ جي دوري تي

انهيءَ اگريءَ رسم سبب، بي ايماني زور پوندي هئي. وڏن آفيسرن جو مثال ڏسي، هيٺيان ننڍا به ڪڙچي پوندا هئا. سندس ذات هري ويندي هئي ۽ قرلت تي ڪم ڪشيندا رهندا هئا.

رسائيءَ سبب، آفيس جو انتظام صفا چٽ ٿي ويندو هو. ڪامورا، سدائين، آفيسرن جي رسائيءَ ۾ رڌل رهندا ۽ ڪين ٻيو ڪم اُچهندو ڪولو هو. سندن دل دکيءَ ۾ هوندي هئي. اولڌا ۽ ابتا ڪم ڪندا هئا، پر ڪين ڏپ ڏرو به نه ٿيندو هو. سندن ڪارنامن تي ڪک پن پئجي ويندا هئا. ڪيترن نڪمن ۽ نالائق ڪامورن کي، زبردست رسائيءَ ڪرڻ سبب، وڏا فائدا ٿي ويندا هئا. گڏهن کي گج پئجي ويندا هئا؛ ۽ لائق ۽ هڏڏوکي ڪامورن کي لتون هيٺ لتاڙيو ويندو هو.

سيٺ هرچندراءِ ۽ سندس ساٿي رئيس غلام محمد ڀرڳڙيءَ، انهيءَ نکري رسائي رسم خلاف، ڪائونسل ۾، زبردست آواز ڪڍو ڪيو، ۽ آفيسرن ۽ ڪامورن جي حد درجي جي ظلمن جي اوگهڙ ڪئي. ڪائونسل پاران رسائي ڪميشن مقرر ٿي. سيٺ هرچندراءِ انهيءَ ڪميشن جو ميمبر مقرر ٿيو. ڪميشن جو چيئرمين جسٽس هيورڊ هو.

سيٺ هرچندراءِ جي ڊائريءَ ۾ لکيل چٽڪن مان، رسائي ڪميشن نسبت هيٺين خبر چار پئجي ٿي سگهي:

رسائي ڪميشن، پنهنجو ڪم، ٣ اپريل ١٩١٨ع تي شروع ڪيو. پهريان ٻي ڏينهن، ڪميشن جا ميمبر، ڪراچيءَ جي ڪچهري بلڊنگ ۾ ٿيا، جن ۾ ڪاروبار جو



سيٺ هرچندراءِ وشنداس ۽ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي
يورپ جي دوري تي

## بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر

ماڳ، اڱارو، اهي گشت، غريب ۽ مسڪين لوڪ
لاءِ، وڏي مصيبت ۽ ڪشٽ جا ڪارڻ بڻبا هئا.
آفيسر گشت تي اکرندا، ته پٽيوالا، رسويا ۽ ٻئلر اڳيئي
منزل گاهه تي ويندا. اهڙو شروع ٿيندي. ڏاڙهيءَ ڪان
وٽي ڳوٺاڻن کان ڪنهو هٿائيندا. پوءِ ٻئلر حڪم ڪندو ته
صاحب لاءِ هي هي شيون گهرجن. داڻا، ٻهاڻا، ڪير، مکڻ،
گاهه ۽ ڪاٺيون وغيره وغيره سڀ شيون اچي گڏ ٿينديون.
ٻختيار، هيڊ منشي، ٽپدار يا ٻيو، جهڪو به خدمت ۾ هوندو،
تنهن کي همت نه ٿيندي جو ٻاقي ٻاهر ڪيدي سگهي.
ٻيگر ۾ ڪا اوڻائي ۽ گهٽتائي ٿي ته پٽيوالا ۽ ٻئلـــر
منهن منهن تي چاڙهي وهندا. اڪو ڪنهو ڪوڙائيندا ۽
نڪو ڪا چالهه وغيره تيار ڪندا. ڪاڏو ته ڪاڏي جي
ماڳ رهيو. صاحب بهادر ايندو. ڪجهه به تيار ٿيل نه
ڏسي، سبب پڇندو. هو وٽي دالهون ڪندا ۽ ڪامورن
جي شڪايت ڪندا ۽ ڪي جو ڪي چٽي ڏيندا. بس،
صاحب ٻپي ٻپي ٻاهه تي ويندو. ڪامورن تي ڪارين ۽
لعنتن جو ڦهڪو پوڻ شروع ٿي ويندو. ڪامورا آفيسر
ي نظر ۾ ڪري پوندا. مطلب ته پوري رسائي نه ٿيڻ
ڪري، ڪامورن لاءِ مصيبت جي شروعات ٿيندي ۽
ن سخت نقصان هيٺ اچڻو پوندو هو.
تعهدڪري، اڪثر ڪري، ائين ٿيندو هو ته صاحب
پٽيوالا ۽ ٻئلـــر اچي پهتا ته ٻيگر ۽ ڦر جي بازار گرم
ويندي. ڪامـــورا، هتان هتان، هٿ هٽي، سڀ
ميسر ڪري ڏيندا. نه فقط ايتـــرو، بلڪ سندن

مصيبتن کي حل ڪرڻ ۾، گهڻي قدر ڪامياب ٿيو.
سنڌ ۾، پوليس جا ظلم به حد درجي جا ٿيندا هئا.
ڪنهن کي مجال ڪي جو پوليس خلاف آڱر کڻي سگهي!
سيٺ هرچندراءِ، ني ڊپانيءَ سان، پوليس جي ڪارنامن ۽
ستمن جي اوگهڙ ڪندو هو ۽ ظلمن جي دور ڪرڻ لاءِ آواز
اٿاريندو هو. پر، ساڳئي وقت، جڏهن پوليس جي
بهادريءَ ۽ سچائيءَ جا واقعا ڏسندو هو، ته سندن ساراهه
ڪرڻ ۾ پٺتي نه پوندو هو.

مٽيارين ۾، پوليس ٻاران بندوقبازي ڪئي وئي.
ڪائونسل ۾، سيٺ هرچندراءِ، زور آندو ته انهيءَ لاءِ
جاچ ڪاميٽي مقرر ڪئي وڃي. جاچ ڪميشن مقرر ٿي.
ڪميشن جا ميمبر مسٽر اي. رليمن، جڊيشل ڪمشنر (چيئرمن)،
سيٺ هرچندراءِ وشنداس ۽ مسٽر غلام حسين قاسم مقرر ٿيا.
سيٺ هرچندراءِ، ڪميشن جي ڪاروبار ۾، نهايت
آزاد خياليءَ ۽ انصاف وارو رخ اختيار ڪيو ۽ رايو ڏنو.
ڪميشن نه، ندان ڪنهن رک رکاءَ، لحاظ ۽ مروت جي،
حالتن لاءِ جوابدارن کي، سزا ملڻ لاءِ گهر ڪئي. ڪميشن
جا فيصلا سرڪار منظور ڪيا ۽ رپورٽ پٽاندر، جوابدارن خلاف
جوڳا قدم کنيا ويا.

"رسائي، لابو ۽ جبر" سنڌ جا نهايت لڳرا ۽ ڪهنا
مرض آهن. اهي مرض ايامن کان هلندا اچن ٿا. آفيسرن
۽ عملدارن جي، ملڪ ۾، گست لي لڪرڻ جو مکيه مقصد
اهو هو ته عام ماڻهن کان جو وانگو ٿئي ۽ ساڻن سهنج لين.
آزمودي مان ڏٺو ويو ته وانگا ۽ سهنج نه اچي

رهڻ ڪري، سدائين پنهنجي پيل ۽ تنگ دل ٿيندا آهن. ۽ سندن
ڪار ڪوه ۾ رهندڙ ڏينهن ڏينهن جهڙي ٿيندي آهي. ملڪ جو واڌارو،
واپار جي ترقي ۽ عام لوڪن ۾ سجاڳي ۽ بيداري تڏهين
وڌي سگهي ٿي، جڏهن، ملڪ ۾، آمدرفت جا وسيلا،
سٺا، سهڻا ۽ سلامتيءَ پريا آهن. سٺن وسيلن هئڻ سبب،
ماڻهن کي پنهنجي دائري کان ٻاهر نڪرڻ جي دل ٿئي ٿي
۽ موقعا ملن ٿا؛ ۽ ٻين سان لهه وچڙ ۾ اچڻ سان، سندن
تنگدلي ۾ ڪري اُڏامي وڃي ٿي ۽ هو سجاڳ ۽ بيدار
ٿين ٿا. سيٺ هرچندراءِ زوردار ڪوشش ورتي ته سنڌ
جي آمدرفت جي وسيلن ۾ گهربل سڌارا اچن. انهي
ڏس ۾، "سنڌ روڊس" ٺهراءُ پيش ڪري، زوردار آواز ڪڍيو
ڪمائون. سندس محنتن هٿي هنڌ ڪيو. سنڌ ۾ نوان رستا
هستيءَ ۾ اچڻ لڳا. ڪيترن ريلوائن جي سروي جو ڪم
شروع ٿي ويو ۽ ڪي ريلوي لائينون جلد هستي ۾ آيون.

ڪائونسل جي ميمبرن کي، سوالن ۽ سپليمينٽري سوالن
پڇڻ جو به، اختيار مليو هو. سوال پڇڻ ۽ جوابن جي موقت
۾ وري سپليمينٽري سوال پڇڻ، هڪ فن آهي. انهي لاءِ
قابليت گهرجي. سوالن ڪاڍڻ ۾ وڏي دلچسپيءَ ۽ اونهي ابهاس
جي ضرورت آهي. سيٺ هرچندراءِ، انهي ڏس ۾ به،
پاڻ چڱو موڪيو. اهڙي پالڪ ۾ سوال پڇندو هو، جو
ملڪ ۽ ماڻهن جا، اهڃ، ڏک ۽ سور پاڻمرادو ظاهر ٿي
پوندا هئا ۽ نتيجو اهو ٿيندو هو جو حڪومت کي
مجبور ٿي، انهن اهڃن ۽ ڏکن جو تدارڪ ڪرڻو پوندو
هو. اهڙيءَ ريت، سنڌ ۽ سنڌين جي، اهڃن، مشڪلاتن

بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر

...ٽ ڪنٽرول بل، ميونسپل ۽ ڊسٽرڪٽ بورڊ ڪ...
...ٽس بل ۽ هيڊرشپ بل.
...يٺ هرچندراءِ جو اهو سياءُ هوندو هو، ته جنهن...
۽ سوال تي تقرير ڪرڻي هوندي هئس، ته انهيءَ...
...ماس ڪري، اڳواٽ تقرير تيار ڪندو هو. ايماس ڪر...
ڪنهن کان ضروري صلاح ۽ خبرچار حاصل ڪر...
...ن عـــار نه ڪندو هو. انهيءَ محنت جو نتيجو اهو ٿيند...
هو ته سندس تقريرون، اپچو، سڀني جو ڌيان ڇڪائينديون
هيون. سندس تقريـــرن ۾، خيالن جي پختائي، ويچارن
جي گنڀيرتا ۽ دليلن ۾ وزن پيا بکندا هئا.

ڪائونسل ۾، جن مکيه سوالن ۽ ٺهـــرائن جي بحث ۾،
سيٺ هرچندراءِ ڀرو ورتو، تن مان ڪي هيٺيان آهن:
پرائمري اردو ايجوڪيشن رزوليوشن، چئريٽيز رجسٽريشن
بل، ڊپريسڊ ڪلاسس بل، لينڊ روينيو بل، محمدن ايجوڪيشن
سيس بل، ڪراچي پورٽ ٽرسٽ بل، بمبئي پـورٽ ٽرسٽ
بل، ايريگيشن بل، ڊسٽرڪٽ ميونسپل بل، سنڌ ڪوسٽ
لائيٽس بل، بمبئي ميونسپل بل، فري اينڊ ڪمپلســري
ايجوڪيشن بل، پوليس ايڪسپينسس الڪواري رزوليوشن،
آبڪاري بل، ميڊيڪل رجسٽريشن بل، ڪاٽن ڪنٽرول بل،
پبلڪ بلڊنگس ڪراچي رزوليوشن، ويليج پنچايت بل،
...بمبئي ڊيولپمينٽ بل، وغيره.

سيٺ هرچندراءِ کي سنڌ جـــو ڏاڍو اواو هوندو هو.
...ڊ جي بهتريءَ ۽ واڌاري لاءِ، سندس ڪوششون جاري
...نديون هيون. سيٺ هرچندراءِ ۽ رئيس غـــلام محمد

ٻيلوي، سردار دلبوا رائسنگجي، سر ڊنشا ماڻڪجي، مسٽر سي. ايڇ. سيٽلواڊ، مسٽر ايس. اُپاسي، مسٽر مالٿمگو ويب، جمسيٽجي جيجيا ڀائي، مسٽر اي. ايس. ڪامت، مسٽر اين. ڊي. ڪالڀاوالا، مسٽر جي. ايڇ. ڪوٺاري، مسٽر لوڀائي ساملداس ميهتا، راءِ صاحب وي. ايس. نائڪ، راءِ بهادر آر. ايم. ايلڪشا، راءِ بهادر جي. ڪي. سالي، مسٽر فيروز سي. سيٺنا، مسٽر پرشوتمداس ٺاڪرداس، خان بهادر پير بخش ميان محمد، سردار صاحب پٽوردن، مسٽر عبدالحسين آدمجي پير ڀائي، مولوي رفيع الدين احمد، مسٽر صالحڀائي ڪريمجي برودا والا، مسٽر ايف. ايم. چيناءِ، راءِ بهادر سي. اي. رويرا، راءِ بهادر ٽيڪچند اوڌوداس ۽ راءِ صاحب هريلال ڊيسائي.

سيٺ هرچندراءِ، هر سال، ماليءَ بجيٽ جي بحث ۾ بهرو وٺندو هو ۽ زوردار تقريرون ڪندو هو. هر موقعي تي، ڪارگر رٿون، تجويزون، درستيون ۽ قرارون پيش ڪرڻ، سندس مکيه ڪم هوندو هو. سندس راين ۽ واهن کي عزت جي اگاهه سان ڏٺو ويندو هو ۽ کين جوڳو ڌيان ڏنو ويندو هو. سيٺ هرچندراءِ، ماليءَ الڪن اڪرن ۽ مسئلن ۾ زوردار دلچسپي وٺندڙ هو، سو سنه ١٩١٦ع ۾، ڪائونسل جي ماليءَ ڪاميٽيءَ تي چونڊيو ويو. اهڙي مکيه ڪاميٽيءَ تي ميمبر چونڊجڻ جي حقيقت، سندس قابليت ۽ لياقت جي ساک ٿي ڀري.

ليجسليٽو ڪائونسل جي ماليءَ بحث جي موقعن تي، سيٺ هرچندراءِ، اوائل کان، اهي ڳالهين تي زور ڏنو ته

بمبئي ليجسليٹو كائونسل ۱۹۱۳



چونڊ ۾، سنڌ مان، اڳوڻا ساڳيا عوضي جوابجي ويا.
انهن کان سواء، هن دفعي، سنڌ مان، ٻه سچڻ، گورنر
پاران نامزد ڪيا ويا. اهي هئا: خان بهادر پير بخش
(سکر) ۽ نيڪچند اوڌوداس، وڪيل (ڪراچي).

بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل ۾، غير سرڪاري ميمبرن
جي هڪ پارٽي هستيءَ ۾ آئي. سيٺ هرچندراءِ انهيءَ پارٽيءَ
جي اڳواڻن مان هڪ هو ۽ ڪجهه دفعا، پارٽيءَ جي ميٽنگن جي
صدارت به ڪئي. سر فيروز شاهه مهتا پارٽيءَ جو ليڊر هو ۽
سيٺ هرچندراءِ سندس ساڄو هٿ. رئيس غلام محمد ڀرڳڙي،
سيٺ هرچندراءِ جو پراڻو ساٿي هو. ٻئي ڄڻا اڪثر گڏ رهندا
هئا ۽ ملڪي مسئلن کي گڏجي ۽ ايڪمتيءَ سان منهن
ڏيندا هئا.

سيٺ هرچندراءِ، ليجسليٽو ڪائونسل لاءِ، سن ١٩١١ع
کان ١٩٢٠ع تائين ميمبر ٿي رهيو. انهن ڏهن سالن جي
عرصي ۾، بمبئي ڪائونسل لاءِ، جي ميمبر ٿي رهيا هئا،
تن مان ڪي مکيه ۽ مشهور هي هئا:

سر فيروز شاهه مهتا، مسٽر هرچندراءِ وشنداس،
مسٽر وٺلڀائي پٽيل، مسٽر غلام محمد ڀرڳڙي، مسٽر پڀا
شنڪر پٽڻي، سر ابراهيم رحمت الله، مسٽر چنيلال وي.
مهتا، سردار سيد علي ال ادروس، مسٽر شرينواس
ڪريو سوامي مدليئر، مسٽر جي. ڪي. پاريک، سيد
الهندو شاهه، مسٽر آر. پي. پرانجپي، مسٽر من موهنداس
رامجي، مسٽر شرف ديو جي ڪاڪي، شيخ غلام حسين
هدايت الله، سر چنو ڀائي ماڌو لال، مسٽر ڊي. وي.

انڊووڪيٽ جنرل) ۽ ٻيا ۴۴ ميمبر هئا. انهن ۴۴ ميمبرن مان، ۲۳ ميمبر گورنر پاران نامجڻا هئا. نامزد ميمبرن ۾، آفيسرن ۽ عملدارن جو تعداد ۱۴ ميمبرن کان وڌيڪ نه ٿيڻو هو ۽ باقي ميمبر پبلڪ مان نامجڻا هئا. باقي رهيل ۲۱ ميمبر، چونڊن وسيلي، چونڊجي اچڻا هئا.

۲۱ ميمبر، چونڊن وسيلي، هن ريت اچڻا هئا: ۸ چڱا ميونسپالٽين ۽ لوڪل بورڊن جي گروپن مان، ۴ چڱا محمدن اليڪٽوريٽس مان، ۳ چڱا زميندار گروپ مان، ۽ بمبئي يونيورسٽي، بمبئي ميونسپل ڪارپوريشن، بمبئي چيمبر آف ڪامرس، مل اونرس انسوسئيشن، ڪراچي چيمبر آف ڪامرس، انڊين ڪمرشل ڪميونٽي— انهن سڀني مان هڪ هڪ عيوضي چونڊجي اچڻو هو.

۱۹۱۰ع کان، سنڌ مان، بمبئي ڪائونسل لاءِ، چار عيوضي چونڊجي وڃڻ لڳا. هڪ، سنڌ جي ميونسپالٽين پاران؛ ٻيو، سنڌ جي لوڪل بورڊن پاران؛ ٽيون، سنڌ جي زميندارن ۽ جاگيردارن پاران؛ ۽ چوٿون، ڪراچي چيمبر آف ڪامرس (گورن جي سڀا) پاران.

پهرين چونڊ ۱۹۰۹ع جي پڇاڙيءَ ڌاري ٿي ۽ ڪائونسل جو ميٽنگ ۴ جنوري ۱۹۱۰ع تي شروع ٿيو. سنڌ مان هيٺيان عيوضي چونڊيا ويا:

ميونسپالٽي لڪ مان: سيٺ هرچندراءِ وشنداس
جاگيردار ۽ زميندار لڪ مان: رئيس غلام محمد ڀرڳڙي
ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ لڪ مان: سيد الهندو شاهه
ڪراچي چيمبر آف ڪامرس مان: مسٽر مانٽيگو ويب

ڪيا ۽ سڪل تلاءُ هوندا هئا، تن کي ڀرتي ڪراڻي
کين شاندار پارڪن ۽ رڪريئيشن گرائونڊن جي صورت ۾
آندا ويا. بيا به وڏيڪ پارڪ هستي ۾ آندا ويا. شهر جي
باغيچن ۽ پارڪن کي سنوارڻ ۽ وڌائڻ لاءِ، ميونسپالٽي پاران
هڪ خاص کاتو برپا ڪيو ويو جو باغائت جي هنر مان واقف
۽ قابل عملدار هيٺ ڪم ڪرڻ لڳو. انهيءَ اهو ٿيو جو
مهاتما گانڌي باغ، برنس گارڊن ۽ پارڪ، ڏينهون ڏينهن،
سنورڻ لڳا ۽ سهڻي صورت اختيار ڪرڻ لڳا. سياوڪ،
عام لوڪن جو ڌيان، انهن طرف ورڻ لڳو ۽ هو، فرصت
جي وقت ۾، ونڊر ۽ هوا خوريءَ لاءِ، ڇڪجي، اُتي
وڃڻ لڳا.

ڏسبو ته سماج شيوا جي، جدا جدا ڏسن ۾، سيٺ
صاحب وڏي دلچسپي ورتي. ڪيترين سنستائون،
سندس رهنمائيءَ سان برپا ٿيون. سندس دلچسپي، ڪا
...واجي ۽ جهڙي تهڙي ۽ تهندي هئي. سيٺ هرچند راءِ
...ڏو حقيقت پرست هوندو هو ۽ جنهن ڪارڻ ۾ هٿ
...ڇهندو هو ته الڪي توڙ تائين ابهائيندو هو. سندس
...اجڪ شيوا جا ڪارناما، انهي حقيقت جي پوريءَ ريت،
...ي ٿا ڏين.

ڪمشن لـــي ، پوليس ڪپتان، ڪئپٽن اي • سي •
مارسٽـن ۽ پوليس ليفٽننٽ ، ليفٽننٽ اي • بي • آر ٿـــر
ايڪس آفيشو ميمبر مقرر ٿيا. ان کان سواء، مئجسٽريٽ،
ڪئپٽن ڊ بليو • ايچ • پريڊي ۽ سنڊس ڊ بروني ، ڪراچي
۾ حاضر هئڻ جـــي حالت ۾ ، پڻ ڪميشن جا ميمبر ٿي
رهـــندا •

انهيءَ بعد ، ڪميشن لي بيا به ميمبر مقرر ٿيندا رهيا
۽ ڪمشنرن جو تعداد وڌندو رهيو •

سنه ١٨٥٩ع ۾ ، سنڌ جـــي ڪمشنر صاحب کي وڌيڪ
اختيار بن وارا ڪـم سرليما ويا ، جنهن ڪـــري ، ڪراچي
ميونسپل ڪميشن جي پريزيڊنٽيءَ جو عهدو ، ڪراچيءَ جي
ڪليڪٽر جي حوالي ٿيو • سو جولاء ١٨٥٩ع ۾ ، سر بارٽل
فريئر ڪراچي ميونسپل ڪميشن تان استيفا ڏني • ڪمشنر بعد،
ڪراچيءَ جي ڪليڪٽرن مان، جو صاحب ميونسپل ڪميشن جو
ايڪس آفيشو پريزيڊنٽ ٿيو ، سو هو ليفٽننٽ اي • ايف •
بيلاسس ، ۽ بچاڙيءَ جو ڪليڪٽر ، جو ڪميشن جـــو
پريزيڊنٽ ٿي رهيو ، سو هو ڪرنل سي • ايف • پولٽن ،
جنهن جي نالي پنهان شهر جي پولٽن مارڪيٽ سڏجـي
ٿي • ڊسمبر ١٨٨٣ع تائين ، ڪراچـــيءَ جو ڪليڪٽر ،
ڪراچي ميونسپالٽيءَ جـــو ايڪس آفيشو پريزيڊنٽ ٿي
رهـــيو •

جنوري ١٨٨٥ع کان سيپٽمبر ١٩١٠ع تائين ، ڪراچي
ميونسپالٽـيءَ لي پريزيڊنٽ حڪومت پاران ٿاڻيا ويندا
هئا • انهـــي عرصي ۾ ، هينيسان صاحب ، پريزيڊنٽ

مقرر ٿيا:

مسٽر جيمس گرانٽ جنوري ١٨٨٥ع کان نومبر ١٨٨٦ع تائين
" اليگزينڊر منڪ هيچ نومبر ١٨٨٦ع کان ١٨٩٠ع تائين
" اُڌارام مولچند جنوري ١٨٩١ع کان ڊسمبر ١٨٩١ع تائين
" جيمس ڪيوري ڊسمبر ١٨٩١ع کان مي ١٨٩٥ع تائين
" جي پاسمن مي ١٨٩٥ع کان مارچ ١٨٩٦ع تائين
" ٽهلرام کيمچند مارچ ١٨٩٦ع کان آڪٽوبر ١٩٠٥ع تائين
" ٽي. ايل. ايف بيومانٽ آڪٽوبر ١٩٠٥ع کان مارچ ١٩١٠ع تائين
سر چارلس ميولس مارچ ١٩١٠ع کان سيپٽمبر ١٩١٠ع تائين

آڪٽوبر ١٩١٠ع کان ميونسپالٽيءَ کي، ميمبرن مان پنهنجو پريزيڊنٽ چونڊڻ جو حق مليو، پر چونڊ جي بحالي گورنمينٽ کان وٺڻي هئي. اهو سرشتو ١٩٢١ع تائين هليو. انهيءَ عرصي ۾ هيٺيان پريزيڊنٽ چونڊيا ويا.

سر چارلس ميولس آڪٽوبر ١٩١٠ع کان آڪٽوبر ١٩١١ع تائين
سيٺ هرچندراءِ وشنداس آڪٽوبر ١٩١١ع کان اپريل ١٩٢١ع تائين

سنه ١٩٢١ع کان، پريزيڊنٽ جي چونڊ بعد، گورنمينٽ جي بحالي وٺڻ جو ضرور نه رهيو. مي ١٩٢١ع کان آڪٽوبر ١٩٣٣ع تائين هيٺيان پريزيڊنٽ چونڊيا ويا.

مسٽر غلام علي جي. چاڳلا مي ١٩٢١ع کان اپريل ١٩٢٢ع تائين
" جمشيد نسروانجي اپريل ١٩٢٢ع کان آڪٽوبر ١٩٣٣ع تائين

ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي جوڙجڪ جي تاريخ ۾، هيٺيان سال مشهور ڄاڻ وارا آهن. سندن مشهوري هيٺين آهي:

سنه ١٨٤٦ع: بورڊ آف ڪنزروينسي هستيءَ ۾ آيو.

ڪمپش لـسي، پوليس ڪپتان، ڪئپٽن اي. سي. مارسٽن ۽ پوليس ليفٽيننٽ، ليفٽيننٽ اي. بي. آرٿر ايڪس آفيشو ميمبر مقرر ٿيا. انهن کان سواءِ، مئجسٽريٽ، ڪئپٽن ڊبليو. ايڇ. پريڊي ۽ سندس ڊپوٽي، ڪراچي ۾ حاضر هئڻ جي حالت ۾، انهيءَ ڪميشن جا ميمبر ٿي رهندا.

انهيءَ بعد، ڪميشن ۾ ٻيا به ميمبر مقرر ٿيندا رهيا ۽ ڪمشنرن جو تعداد وڌندو رهيو.

سن ۱۸۵۹ع ۾، سنڌ جي ڪمشنر صاحب کي وڌيڪ اختيار ڏيئي وارا ڪم سونپيا ويا، جنهن ڪري، ڪراچي ميونسپل ڪميشن جي پريزيڊنٽيءَ جو عهدو، ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر جي حوالي ٿيو. سو جولاءِ ۱۸۵۹ع ۾، سر بارٽل فريئر ڪراچي ميونسپل ڪميشن تان استعيفا ڏني. ڪمشنر بعد، ڪراچيءَ جي ڪليڪٽرن مان، جو صاحب ميونسپل ڪميشن جو ايڪس آفيشو پريزيڊنٽ ٿيو، سو هو ليفٽيننٽ اي. ايف. بيلاسس ۽ پڇاڙيءَ جو ڪليڪٽر، جو ڪميشن جو پريزيڊنٽ ٿي رهيو، سو هو ڪرنل سي. ايف. پولن، جنهن جي نالي پٺيان شهر جي پولن مارڪيٽ سڏجي ٿي. ڊسمبر ۱۸۸۴ع تائين، ڪراچيءَ جو ڪليڪٽر، ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ايڪس آفيشو پريزيڊنٽ ٿي رهيو.

جنوري ۱۸۸۵ع کان سيپٽمبر ۱۹۱۰ع تائين، ڪراچي ميونسپالٽيءَ کي پريزيڊنٽ حڪومت پاران ٿاڦيا ويندا هئا. انهيءَ عرصي ۾، هيٺيان صاحب، پريزيڊنٽ

مقرر ٿيا:

مسٽر جيمس گرانٽ جنوري ١٨٨٥ع کان نومبر ١٨٨٦ع تائين
" اليگزينڊر مئڪ هيچ نومبر ١٨٨٦ع کان ١٨٩٠ع تائين
" اڌارام مولچند جنوري ١٨٩١ع کان ڊسمبر ١٨٩١ع تائين
" جيمس ڪيوري ڊسمبر ١٨٩١ع کان مي ١٨٩٥ع تائين
" جي پاسمن مي ١٨٩٥ع کان مارچ ١٨٩٦ع تائين
" ٽهلرام کيمچند مارچ ١٨٩٦ع کان آڪٽوبر ١٩٠٥ع تائين
" ٽي. ايل. ايف بيومانٽ آڪٽوبر ١٩٠٥ع کان مارچ ١٩١٠ع تائين
سر چارلس ميولس مارچ ١٩١٠ع کان سيپٽمبر ١٩١٠ع تائين

آڪٽوبر ١٩١٠ع کان ميونسپالٽيءَ کي، ميمبرن مان پنهنجو پريزيڊنٽ چونڊڻ جو حق مليو، پر چونڊ جي بحالي گورنمينٽ کان ونڻي هئي. اهو سرشتو ١٩٢١ع تائين هليو. انهيءَ عرصي ۾ هيٺيان پريزيڊنٽ چونڊيا ويا.

سر چارلس ميولس آڪٽوبر ١٩١٠ع کان آڪٽوبر ١٩١١ع تائين
سيٺ هرچندراءِ وشنداس آڪٽوبر ١٩١١ع کان اپريل ١٩٢١ع تائين

سنه ١٩٢١ع کان، پريزيڊنٽ جي چونڊ بعد، گورنمينٽ جي بحالي وٺڻ جو ضرور نه رهيو. مي ١٩٢١ع کان آڪٽوبر ١٩٣٣ع تائين هيٺيان پريزيڊنٽ چونڊيا ويا.

مسٽر غلام علي جي. چاڳلا مي ١٩٢١ع کان اپريل ١٩٢٢ع تائين
" جمشيد نسروانجي اپريل ١٩٢٢ع کان آڪٽوبر ١٩٣٣ع تائين

ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي جوڙجڪ جي تاريخ ۾، هيٺيان سال مشهور ڄاڻا وارا آهن. سندن مشهوري هيٺين آهي:

سنه ١٨٤٦ع: بورڊ آف ڪنزروانسي هستيءَ ۾ آيو.

ڪميشن لاءِ، پوليس ڪپتان، ڪئپٽن اي. سي. مارسٽن ۽ پوليس ليفٽيننٽ، ليفٽيننٽ اي. بي. آرٿر ايڪس آفيشو ميمبر مقرر ٿيا. ٽن کان سواءِ، مئجسٽريٽ، ڪئپٽن ڊبليو. ايڇ. پرائيس ۽ سنڌس ڊپوٽي، ڪراچي ۾ حاضر هئڻ جي حالت ۾، پڻ ڪميشن جا ميمبر ٿي رهندا.

انهيءَ بعد، ڪميشن ۾ ٻيا ڇهه ميمبر مقرر ٿيندا رهيا ۽ ڪمشنرن جو تعداد وڌندو رهيو.

سنه ١٨٥٩ع ۾، سنڌ جي ڪمشنر صاحب کي وڌيڪ اختيارن وارا ڪم سونپيا ويا، جنهن ڪري، ڪراچي ميونسپل ڪميشن جي پرزيڊنٽيءَ جو عهدو، ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر جي حوالي ٿيو. سو جولاءِ ١٨٥٩ع ۾، سر بارٽل فريئر ڪراچي ميونسپل ڪميشن تان استعيفا ڏني. ڪمشنر بعد، ڪراچيءَ جي ڪليڪٽرن مان، جو صاحب ميونسپل ڪميشن جو ايڪس آفيشو پريزيڊنٽ ٿيو، سو هو ليفٽيننٽ اي. ايف. ايلاسس ۽ ٻاڙيءَ جو ڪليڪٽر، جو ڪميشن جو پريزيڊنٽ ٿي رهيو، سو هو ڪرنل سي. ايف. پولٽن، جنهن جي نالي پٺيان شهر جي پولٽن مارڪيٽ سڏجي ٿي. ڊسمبر ١٨٨٤ع تائين، ڪراچيءَ جو ڪليڪٽر، ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ايڪس آفيشو پريزيڊنٽ ٿي رهيو.

جنوري ١٨٨٥ع کان سيپٽمبر ١٩١٠ع تائين، ڪراچي ميونسپالٽيءَ ۾ پريزيڊنٽ حڪومت پاران ٿاپيا ويندا هئا. انهيءَ عرصي ۾، هيلمان صاحب، پريزيڊنٽ

مقرر ٿيا:

مسٽر جيمس گرانٽ جنوري ١٨٨٥ع کان نومبر ١٨٨٦ع تائين
" اليگزينڊر مئڪ هيچ نومبر ١٨٨٦ع کان ١٨٨٩٠ع تائين
" اُڌارام مولچند جنوري ١٨٩١ع کان ڊسمبر ١٨٩١ع تائين
" جيمس ڪيوري ڊسمبر ١٨٩١ع کان مي ١٨٩٥ع تائين
" جي پاسمن مي ١٨٩٥ع کان مارچ ١٨٩٦ع تائين
" ٽهلرام کيمچند مارچ ١٨٩٦ع کان آڪٽوبر ١٩٠٥ع تائين
" ٽي. ايل. ايف بيومانٽ آڪٽوبر ١٩٠٥ع کان مارچ ١٩١٠ع تائين
سر چارلس ميولس مارچ ١٩١٠ع کان سيپٽمبر ١٩١٠ع تائين

آڪٽوبر ١٩١٠ع کان ميونسپالٽيءَ کي، ميمبرن مان پنهنجو پريزيڊنٽ چونڊڻ جو حق مليو، پر چونڊ جي بحالي گورنمينٽ کان وٺڻي هئي. اهو سرشتو ١٩٢١ع تائين هليو. انهي عرصي ۾ هيٺيان پريزيڊنٽ چونڊيا ويا.

سر چارلس ميولس آڪٽوبر ١٩١٠ع کان آڪٽوبر ١٩١١ع تائين
سيٺ هرچندراءِ وشنداس آڪٽوبر ١٩١١ع کان اپريل ١٩٢١ع تائين

سن ١٩٢١ع کان، پريزيڊنٽ جي چونڊ بعد، گورنمينٽ جي بحالي وٺڻ جو ضرور نه رهيو. مي ١٩٢١ع کان آڪٽوبر ١٩٣٣ع تائين هيٺيان پريزيڊنٽ چونڊيا ويا.

مسٽر غلام علي جي. چاڳلا مي ١٩٢١ع کان اپريل ١٩٢٢ع تائين
" جمشيد نسروانجي اپريل ١٩٢٢ع کان آڪٽوبر ١٩٣٣ع تائين

ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي جوڙجڪ جي تاريخ ۾، هيٺيان سال مشهور جاءِ والارين ٿا. سڀ کان مشهور ي هيٺين آهي:

سن ١٨٤٦ع: لارڊ آف ڪنزرويسي هستيءَ ۾ آيو.

ڪمشن ۾ سي. پوليس ڪپتان، ڪئپٽن اي. سي. مارسٽن ۽ پوليس ليفٽيننٽ، ليفٽيننٽ اي. بي. آرٿر ايڪس آفيشو ميمبر مقرر ٿيا. انهن کان سواءِ، مئجسٽريٽ، ڪئپٽن ڊبليو. ايچ. پريڊي ۽ سنڌس ڊپوٽي، ڪراچي ۾ حاضر هئڻ جي حالت ۾، پڻ ڪميشن جا ميمبر ٿي رهندا.

انهيءَ بعد، ڪميشن لئي ٻيا به ميمبر مقرر ٿيندا رهيا ۽ ڪمشنرن جو تعداد وڌندو رهيو.

سنه ١٨٥٩ع ۾، سنڌ جي ڪمشنر صاحب کي وڌيڪ اختيار ڏنا ويا، جنهن ڪري، ڪراچي ميونسپل ڪميشن جي پريزيڊنٽيءَ جو عهدو، ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر جي حوالي ٿيو. سو جولاءِ ١٨٥٩ع ۾، سر بارٽل فريئر ڪراچي ميونسپل ڪميشن تان استعيفا ڏني. ڪمشنر بعد، ڪراچيءَ جي ڪليڪٽرن مان، جو صاحب ميونسپل ڪميشن جو ايڪس آفيشو پريزيڊنٽ ٿيو، سو هو ليفٽيننٽ اي. ايف. بيلاسيس ۽ پڇاڙيءَ جو ڪليڪٽر، جو ڪميشن جو پريزيڊنٽ ٿي رهيو، سو هو ڪرنل سي. ايف. پولٽن، جنهن جي نالي پٺيان شهر جي اولٽن مارڪيٽ سڏجي ٿي. ڊسمبر ١٨٨٤ع تائين، ڪراچيءَ جو ڪليڪٽر، ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ايڪس آفيشو پريزيڊنٽ ٿي رهيو.

جنوري ١٨٨٥ع کان سيپٽمبر ١٩١٠ع تائين، ڪراچي ميونسپالٽيءَ لئي پريزيڊنٽ حڪومت پاران ٽانڊيا ويندا هئا. انهي عرصي ۾، هيٺيان صاحب، پريزيڊنٽ

رلِي ڪيو ويندو هو ۽ هو پکيڙيندو هو ۽ اسو هڪ گهڻو ٻه وڏو دور دائمي رهندو هو.

انگريزي آفيسرن جي رهڻ لاءِ جايون، سنڌي آفيسرن ۽ لشڪر جي ڇاوڻي صدر يا ڪئمپ ايراضي ۾ هيون. شهر ۽ صدر ايراضيءَ ۾ ڪافي مفاصلو هو.

سنه ١٨٤٦ع ۾، ڪالرا جي مرض منهن ڪڍيو. جهولي شهر ۽ ڪئمپ ۾ وڏي مچي ويو. گهڻائي انسان، انهي انگريزي مرض جو اک ٿيا. مرض کي منهن ڏيڻ لاءِ، سر چارلس نيپيئر هڪ بورڊ آف ڪنزروانسي مقرر ڪيو، جنهن جا ممبر سول ۽ ملٽري آفيسر هئا. بورڊ جي ڪوشش سان ڪالرا جو زور گهٽيو ۽ شهر جي صفائيءَ ۾ ڪجهه سڌارو آيو. پئسي جي تنگيءَ سبب، هي بورڊ ١٨٥١ع ۾ ختم ٿي ويو.

بورڊ جي ڪاروبار بعد، شهر واسين ۾ ٻوجهه پئجي ته گڏيل ڪوشش سان، شهر جي حالتن ۾ سڌارو ۽ واڌارو آڻي سگهجي ٿو. انهي آزمودي بعد، انهي ڏس ۾، ٽئڪس جي پڙلگ ۾، هو ڪجهه ڏيڻ لاءِ تيار ٿيا.

سنه ١٨٥٢ع ۾، ڪراچي ميونسپل ڪميشن هستيءَ ۾ آئي ۽ ائين چئجي ته ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي شروعات ٿي. ڪميشن جو ايڪس آفيشو پريزيڊنٽ، سنڌ جو ڪمشنر صاحب، سر هينري بارٽل ايڊورڊ فريئر ٿيو ۽ ٻيا ممبر هي هئا: مسٽر ڊي. مئڪ لوڊ، شيخ غلام حسين، قاضي نور محمد، سيٺ نائونمل ڀوڄواڻي، سيٺ سڪينينا ميمڻ، سيٺ کيمچند وشنداس ۽ مکي مگهنمل.

# ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي مختصر تاريخ

سنه ١٨٤٣ع ۾، سنڌ ديس تي، ٽالپرن ميرن جي حڪومت، انگريزن جو راڄ شروع ٿيو. انگريزن پاران، سر چارلس نيپيئر، ٽالپرن کي مياڻيءَ واري جنگ ۾ شڪست ڏيئي، سنڌ کي انگريزن جي حڪومت هيٺ آندو. سر چارلس نيپيئر، سنڌ جو پهريون گورنر ٿيو.

هن واقعي کان چار سال اڳ ۾، انگريزن منهوڙي واري قلعي تي قبضو ڪري، ٧ فيبروري ١٨٣٩ع ۾ ڪراچي شهر پنهنجي هٿ هيٺ ڪيو هو. ڪراچي شهر ۾ انگريزن پاران، هڪ ملٽري ڪئمپ ٿي رهي.

ڪراچي شهر جا رهواسي ٿوري شهر ۾ رهندا هئا. هن پاڙي کي اولڊ ٽائون چئبو هو. جهونو شهر نهايت تنگ ۽ گندي حالت ۾ رهندو هو. ماڻهو، جو ڪن ڪچرو گهر ۾ رکڻ نه پسند ڪندا هئا، سو پهاري گهر جي ٻاهران اڇلائيندا هئا. ڀنگي ڪون هوندا هئا. شهر جا ڪتا، ڳئون ۽ ٻڪريون ان جو ڪم ڪندا هئا. جيترو هو کڻي ۽ کائي سگهندا هئا، اوترو گند جي گدامن مان گهٽبو هو. گندي پاڻيءَ جي ڪسن مان جيترو پاڻي سج جي گرمائش سبب ٻاڦ جي صورت اختيار ڪري، گهٽجي سگهندو هو، سو گهٽبو هو. باقي گندي پاڻيءَ جون ڪسون ٻارهوئي

هيٺيان ويچار ظاهر ڪيائين:

"مان، سيٺ هرچندراءِ سان، انهيءَ زماني ۾ لهه وچڙ ۾ آيس، جڏهين مان هڪ نوجوان ۽ اڻ آزمودگار مئجسٽريٽ هوس ۽ سيٺ صاحب وڪالت ۾ اڃا ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هو."

"انهيءَ زماني ۽ اڄ جي وچ ۾، وڏو عرصو گذري چڪو آهي، ته به مونکي چڱيءَ ريت ياد آهي، ته سيٺ هرچندراءِ جڏهين منهنجي ڪورٽ ۾ ايندو هو، تڏهين مونکي ڏاڍي مدد ملندي هئي. مونکي اها ڄاڻ هئي، ته هو ڪورٽ کي، ڪيس ۾ مدد ڪرڻ لاءِ اچي ٿو ۽ نه ڪ اٽڪ وجهڻ لاءِ."

"سيٺ هرچندراءِ، هميشه، هيٺين ٽن سونهري قاعدن تي عمل ڪندو هو. اهي هئا: پنهنجي ڳالهه جو سلسلو نه ڇڏڻ؛ ڪورٽ جو وقت اجايو نه وڃائڻ؛ جڄن کي اصل نه ڇيڙڻ."

"زندگيءَ جي پوئين عرصي ۾، سيٺ صاحب، پنهنجو گهڻو وقت، شهر ۽ ديس جي ڳالهين ۾ صرف ڪندو رهيو، ته به مونکي ذرو به عجب ڪونه لڳي، ته سيٺ هرچندراءِ، وڪالت ۾ اهڙو درجو حاصل ڪيو، جو ٻيو ڪو به سندس برابري ڪري نه سگهيو."

١٧ ڪلارڪ، محنت ۽ ادم سان، وڪالت جو امتحان
پاس ڪري وڪيل بڻجي پيا. انهي زماني ۾، انهيءَ ريت
۾ وڪالت جو امتحان پاس ڪري سگهبو هو. انهن ١٧ ڄڻن
مان، ڪن چڱو نالو ڪڍيو. انهن مان ديوان ايسرسنگ
هزاريسنگ، مسٽر ڦيمتراءِ ڀوڄراج، مسٽر ڪوڙومل ليکراج
۽ مسٽر آسودومل ريواچند وڪيل بڻجي، اچي سيٺ
هرچندراءِ ڪمپنيءَ ۾ ڀائيوار ٿيا.

سيٺ هرچندراءِ جي ديهانت بعد، انهن وڪيلن مان
هڪ، مسٽر ڦيمتراءِ ڀوڄراج، ڪراچي بار ائسوسيئيشن جو
پريزيڊنٽ به چونڊيو ويو.

سيٺ هرچندراءِ، پهرين جوڀن ۾، گهڻو وقت صرف
ڪندو هو، ليڪن هوندي به، پڇاڙيءَ تائين وڪالت
ڪندو رهيو. ديواني لوڙي ذمحداري ڪيس، نهايت
قابليت ۽ ڪاميابيءَ سان هلائيندو هو.

وڪالت ۾ ڪهڙو درجو ماڻي سگهيو، ان جو تخمينو،
هيٺين احوال مان چڱيءَ ريت معلوم ڪري سگهبو.

سيٺ هرچندراءِ جي دکدائڪ ديهانت سبب، ڪراچي
اواسين ٻارن، شوڪ ظاهر ڪرڻ لاءِ، خالقڏنا هال ۾،
پهرين ميڙ ڪوٺايو ويو هو. ميڙ ۾، سڀني ذاتين ۽ سڀني
ڌرمن جا معزز اچي شريڪ ٿيا هئا. هال سڄو سارو
ستهي ويو هو. ميڙ جي صدارت، سنڌ جي ڪمشنر
صاحب، مسٽر ڊبليو. ايف. هڊسن ڪئي.

مسٽر هڊسن، موقعي تي، هڪ شاندار تقرير ڪئي.
پنهنجي تقرير ۾، سيٺ هرچندراءِ جي وڪالت نسبت،

سان، ويو ڏينهون ڏينهن ترقي ڪندو ۽ نالو ڪيائون. ٿوريئي عرصي ۾، سندس نالو ڪراچي شهر جي مکيه ۽ ٻرک وڪيلن ۾ ڳڻجڻ ۾ آيو. هرچندراءِ ڪمپنيءَ جو نالو ڪراچي ۽ سنڌ ۾ وڃي ويو. شهر جو ته ٺهيو، پر ٻاهران سنڌ مان به، گهڻو ڪم وٽس اچڻ لڳو.

سيٺ هرچندراءِ جو سڀاءُ راڻو ماڻو، کل مک ۽ هردلعزيز هو. شهر جا سڀ وڪيل، کيس پيار ۽ عزت جي نظر سان ڏسندا هئا ۽ سندس هوشياريءَ، قابليت ۽ سچائيءَ جو احساس ڪندا هئا. اهوئي سبب هو، جو سيٺ هرچندراءِ ڪراچي بار ائسوسيئيشن جو آنرري سيڪريٽري چونڊيو ويو. ڪراچي بار ائسوسيئيشن ١٠ مئي ١٨٩٠ع ۾ ٺهي ٿي ۽ سيٺ هرچندراءِ ائسوسيئيشن جو پهريون سيڪريٽري چونڊيو ويو. سيٺ صاحب، اهو عهدو، لاڳيتو ٣٨ سال ۽ زندگيءَ جي آخرين دم تائين ماڻيو. اها غير رواجي حقيقت، چٽيءَ ريت ثابت ٿي ڪري، ته سيٺ هرچندراءِ کي، ڪراچي شهر جا وڪيل انتهائي عزت ۽ شان جي نظر سان ڏسندا هئا.

سيٺ هرچندراءِ جي دردمند دل ۽ شاندار طبيعت
جا انيڪ مثال ٿي سگهن ٿا. سنڌ ۾ وڪالت جو دور
ه، اهڙن مثالن کان خالي نه آهي. دردمند دل سبب،
و پنهنجي زيردستن ۽ ڪلارڪن ۾ دلچسپي وٺندو هو،
شاندار طبيعت سبب، هميشه، کين همٿائيندو رهندو
و. سندس همت افزائي، مٿن وڏو اثر ڪندي هئي.
ن ڳالهين جو نتيجو اهو ٿيو، جو هرچندراءِ ڪمپنيءَ مان

## وڪالت

سنه ١٨٨٦ع ۾، سيٺ هرچندراءِ وڪالت جو ڌنڌو
شروع ڪيو ۽ پنهنجي آمس، ڏينهوڏهاڙي جي واڌاري،
اندر روز لي ڪئي.

انهيءَ زماني ۾، ڪراچي شهر ۾، جي قابل ۽ اڳ
وڪيل سمجهيا ويندا هئا، سي هئا: ديوان ڏيارام
جيٺمل، ديوان ٽيڪچند اوڏوداس، مسٽر حسنعلي آفندي،
مسٽر بوجن ليگٽ ۽ مسٽر ڪالسٽل. انهن صاحبن
پنهنجي قابليت ۽ هوشياريءَ سبب چڱو نالو ڪڍيو هو.

نوجوان هرچندراءِ کي، مٿين جاتابل وڪيلن سان
سيڌو ساڌو ۽ ٻاهر جماعت هو. انهن کان رواجي ۽
سولي ڳالهه نه هئي. انهيءَ لاءِ، سخت محنت ۽ هٺاڪنيءَ
جي ضرورت هئي. سيٺ هرچندراءِ قابل، نيڪ ۽
آزاد خيال نوجوان هو. انهن گڻن سان گڏ، ڳالهائڻ ۽
لکڻ ڪرڻ جو ڍنگ ۽ نهايت چڱو ايندو هوس.
حاضر جواب نه هوندو هو. انهن سڀني لياقتن جي
ڪري، وڪالت ۾ ڪا مشڪلات ڪا نه ٿيس. اصل
کان، عامل جا ڪارنامي سمجهي، زياده سڀ دلچسپي
وٺي پورا ڪرڻ لڳو.

سچ جو ساٿي ۽ اخلاقي همت جو صاحب هو، انهيءَ
ڪري جوابدار به زياده سمجهه هو. انهن گڻن جي سانت

۽ شڪارپور جي ڪورٽ ۾ سرشتيدار ٿيو. اُهن ڏينهن ۾،
سرڪاري نوڪرين جو وڏو مان هو. سنڌي گريجوئيٽ ڳڻ
ڳڻيا هئا ۽ هيلتائين بي. اي، ايل ايل. بي. فقط ٻه چار،
اهڙن پڙهيل ۽ قابل نوجوانن لاءِ، سرڪاري نوڪريءَ
۾، ترقي ۽ واڌارو ڪرڻ جي وڏي اميد هئي. سو،
هرچندراءِ کي، سرڪاري نوڪري ڪرڻ ۾، عار نه ٿيو.

سيٺ وشنداس کي اها ڳالهه نه آئڙي! ڇو، سو
هن وقت چئي نٿو سگهجي. پر، هڪ وڏو سيٺ،
زبردست واپاري، ٺيڪيدار ۽ زميندار، جنهن جو حڪومت
جي مکيه آفيسرن سان اٿڻ ويهڻ ٿئي، سو ڪئن پسند
ڪندو ته سندس بي. اي، ايل ايل. بي. پاس ڪيل
پٽ، وڃي نوڪريءَ ۾ لڳي ۽ سو به سرڪاري نوڪريءَ
۾. تنهن کان سواءِ، قدرت کي، هرچندراءِ لاءِ گهڻو
ڀلو ڪجهه رٿيل هو. سرڪاري نوڪريءَ ۾ رهڻ سان،
سيٺين ڳالهين کي ٻنجهو اچي وڃي ها، جا ڳالهه، قدرت
کي به هردم منظور نه هئي. سيٺ وشنداس کان رهيو
نه ٿيو. سو ڪهي شڪارپور ويو، ۽ پٽ تي، سرڪاري
نوڪري ڇڏڻ لاءِ زور رکيائين. پتا جو صفا اڻ وڻندڙ
رخ ڏسي، هرچندراءِ نوڪريءَ تان استعيفا ڏيئي، موٽي
ڪراچيءَ ۾ آيو. ڪراچيءَ ۾ وڪالت ڪرڻ جو فيصلو
ڪيائين.

١٢ مسٽر ٺمس سنگ ٽجسنگ آڏواڻي سنه ١٨٨٦ع
١٣ " دلپتراءِ رچرام لالواڻي " ١٨٨٦ع

هنن صاحبن مان، ديوان ڏيارام گدومل سنه ١٨٨٣ع ۾، سيٺ هرچندراءِ وشنداس سنه ١٨٨٥ع ۾، ۽ ديوان ٽولارام کيمچند وزيراڻيءَ سنه ١٨٨٦ع ۾، ايل ايل. بي جا امتحان پاس ڪيا.

هنن گرئجوئيٽن کان سواءِ، هيٺيان ٻه صاحب، انجنيئرنگ ۾ گرئجوئيٽ ٿيا ۽ ايل. سي. اي ڊگري حاصل ڪيائون:

١ مسٽر پرتمداس پرسومل چندناڻي (فرسٽ ڪلاس) سنه ١٨٧٥ع
٢ " کيائسنگ رامسنگ للا " ١٨٨١ع

ڊاڪٽر لالچند هيرامداس واڌواڻي، سنه ١٨٨٦ع ۾، ايل. ايم. ايس. ڊگري حاصل ڪري، پهريون سنڌي ڊاڪٽر ٿيو.

* * *

سيٺ هرچندراءِ، سنه ١٨٨٥ع ۾، ايل ايل. بي. جو امتحان پاس ڪري، وطن وريو. هن کان اڳ ۾ پهريون سنڌي بي. اي.، ايل ايل. بي. پاس ڪيل، ديوان ڏيارام گدومل شهاڻي هو. هن صاحب، پنهنجي علميت ۽ قابليت سبب، چڱي قدر، نالو ڪڍيو هو. سيٺ هرچندراءِ، ديوان ڏيارام گدومل شهاڻيءَ کي، پنهنجي ڊائريءَ ۾، "ماءِ هيرو" سنڌي ذڪر ڪيو آهي. سچ پچ، ديوان ڏيارام گدومل جو هرچندراءِ تي وڏو اثر ٿيو.

بمبئي مان موٽي، سنڌ ۾ اچي، ديوان ڏيارام جي صلاح وٺي، سيٺ هرچندراءِ سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيو

ڪاليجي تعليم پرائي، وڏيون ڊگريون حاصل ڪري لڳا.

بمبئي يونيورسٽي، سنه ١٨٥٧ع ۾ هستيءَ ۾ آئي، ۽ ڪراچيءَ ۾، سنڌ ڪاليج، سنه ١٨٨٧ع ۾ برپا ٿيو. انهن ٣٠ سالن جي عرصي ۾، فقط ١٥-١٦ سنڌي شاگرد، گريجوئيٽ ٿي سگهيا. هي سڀ، بمبئي جي ايلفنسٽن ڪاليج مان پاس ٿيا. سو ڏسبو، ته ٻن سالن ۾، سراسري هڪ گريجوئيٽ ٿي سگهيو. اهو سڀ، سنڌ ۾، ڪاليجي تعليم لاءِ سهوليت ۽ انتظام نه هئڻ سبب ٿيو.

انهن ٽيهن سالن جي اوائلي عرصي ۾، جي صاحب، بمبئي جي ايلفنسٽن ڪاليج مان گريجوئيٽ ٿيا، تن جا نالا، ڪهڙي سال ۾ بي. اي ٿيا ۽ وڌيڪ خبر چار، هيٺين ريت آهي:

١ مسٽر چوهڙمل ڪندنمل پنجابي (فرسٽ ڊويزن ۾) سنه ١٨٦٥ع
٢ " آلومل ٽيڪمداس ڀوجواڻي (سيڪنڊ ڊويزن) " ١٨٦٧ع
٣ " مرزا صادق علي فريدون بيگ " ١٨٧٢ع
٤ " ٽيڪچند اوڌوداس واسواڻي " ١٨٧٥ع
٥ " ديارام گدومل شهاڻي (سيڪنڊ ڪلاس ۽ ايلس اسڪالرشپ) " ١٨٧٨ع
٦ " هرچندراءِ وشنداس پارواڻي (سيڪنڊ ڪلاس) " ١٨٨٢ع
٧ " وزيرمل اُلمچند لالواڻي " ١٨٨٤ع
٨ " ٿهلرام کيمچند وزيراڻي (سيڪنڊ ڪلاس) " ١٨٨٤ع
٩ " بولچند ڪوڏومل جگتياڻي " ١٨٨٤ع
١٠ " هيرانند کيمسنگ آڏواڻي (سيڪنڊ ڪلاس) " ١٨٨٦ع
١١ " مٿراداس جواهري (سيڪنڊ ڪلاس) " ١٨٨٦ع

مئٽرڪ امتحان پاس ڪرڻ بعد، هرچندراءِ کي، ڪاليجي
وديا لاءِ، بمبئي ۾ وڃي رهڻو پيو. سيٺ وشنداس جا
بمبئيءَ سان، ڏاڍا ويجها لاڳاپا هئا، تنهنڪري، هرچندراءِ لاءِ
سٺو انتظام خاطر خواهه نموني ۾ ٿي سگهيو. هرچندراءِ،
بمبئيءَ جي ايلفنسٽن ڪاليج ۾ داخل ٿيو ۽ سن ١٨٨٢ع ۾،
سيڪنڊ ڪلاس ۾، بي. اي. جو امتحان پاس
ڪيائين. گريجوئيٽ ٿيڻ بعد، وڪالت لاءِ تياري
ڪرڻ لڳو ۽ سن ١٨٨٥ع ۾ ايل ايل. بي. ڊگري
حاصل ڪيائين.

سنڌي شاگردن کي، ڪاليجي تعليم لاءِ، لازمي،
بمبئي وڃي رهڻو پوندو هو. انهيءَ زماني ۾، اها ڪا
رواجي ڳالهه نه هئي. تنهنڪري، ڪي ٿورا سنڌي
شاگرد ڪاليجي تعليم پرائڻ جو ارادو ڪري سگهندا
هئا. ديوان ديارام گدومل، انهن صاحبن مان هو، جو
ڪاليجي تعليم جي مشڪلاتن کي، چڱيءَ ريت سمجهي
ٿي سگهيو. هن صاحب جي محنت، جفاڪشيءَ ۽ ڪاوش
سان، سن ١٨٨٧ع ۾، ڪراچيءَ ۾، پهريون ڪاليج اڏجي
ٿي سگهيو. اوائل ۾، هي ڪاليج ”سنڌ آرٽس ڪاليج“
نالي سان سڏجڻ آيو ۽ پوءِ، ”ڏيارام جيٺمل سنڌ
ڪاليج“ سان مشهور ٿيو. سنڌ ڪاليج اڏجڻ سان،
سنڌي شاگردن سان وڏو وڙ ٿيو. هن کان اڳ، ڪاليجي
تعليم پرائڻ هڪ مشڪل مسئلو هو، سو هاڻ، گهڻي
قدر، سولو ۽ سهنجو ڪم ٿي پيو. ڪاليجي شاگردن
جو تعداد وڌڻ لڳو ۽ سنڌي شاگرد، جهجهي تعداد ۾،

منزل اون هٽي، احمد آباد پهچڻو پوندو هو، جتان وري ريل
گاڏيءَ جي مسافري شروع ٿي ٿي. اهڙيءَ ريت، وڏو
شاهي چڪر ۽ ڊگهو سفر ڪرڻو ٿي پيو. ديوان ديارام
گدومل جي جيون چرتر مان معلوم ٿو ٿئي، ته هو
صاحب، سنه ١٨٧٤ع ۾، مئٽرڪ امتحان ڏيڻ لاءِ،
خشڪيءَ رستي ويو هو ۽ اميدي پهچڻ ۾ چار مهينا
لڳا هئس."

اهوئي سبب هو، جو ڪيترا شاگرد، پنجون، ڇهون
يا ستون درجو پڙهي، مئٽرڪ پاس ڪرڻ جي آس
ترڪ ڪري، پڙهڻ ڇڏي، وڃي اوڪرين کي لڳندا
هئا. اوڪريون ملنديون هيون، تنهن ڪري وڌيڪ
پڙهڻ جي چاهنا، ڪن خاص ٿورن کي ٿيندي هئي.
سو، جڏهين سنه ١٨٧٨ع ۾، ڪراچي شهر، مئٽرڪ امتحان
لاءِ مرڪز بڻيو، تڏهين سنڌي شاگردن لاءِ وڏو سهنج
ٿي پيو. اميديءَ کي وڃڻ جا ڪشالا صفا دور ٿي
ويا. ڪين، مئٽرڪ امتحان پاس ڪرڻ لاءِ، وڏي هٿي ۽
پشتي ملي. مئٽرڪ امتحان ۾، سنڌي شاگردن جو
عدد، ڏينهون ڏينهن وڌڻ لڳو.

سنه ١٨٧٨ع تائين، ڪراچي شهر، مئٽرڪ امتحان لاءِ
مرڪز بڻيو هو، تنهن مان، پتو پئجي سگهي ٿو ته
تعليم جي ڏس ۾، شهر جي حالت، ڪهڙيءَ منزل تي
هوندي! شهر ۾ ٻه هاءِ سڪول هلندڙ هئا. پهريون چرچ
مشن هاءِ سڪول، سنه ١٨٤٦ع ۾ ۽ ٻيو، اين. جي.
گورنمينٽ هاءِ سڪول، سنه ١٨٥٦ع ۾ برپا ٿيا هئا.

ڪ ننڍو جهاز اچ وڃ ڪندو هو، جنهن ۾ ٿورا مسافر
پڻ چاڙهيندا هئا. پهريان سنڌي شاگرد، جن کي سيڊن
ماسترن ڇهتائي، ممبئي ۾ مئٽرڪيوليشن امتحان ڏيڻ لاءِ
موڪليو، سي هئا: - ديوان اوڌاراءِ شوقيراءِ، ديوان ڏيارام
جيٺمل، ديوان ڪوڙومل چندنمل کلناڻي ۽ مسٽر جوهڙمل
ڪندنمل پنجابي. انهن مان، فقط مسٽر جوهڙمل پنجابي
پاس ٿيو. ٻين ٽن ڄڻن، ٻيهر ممبئي وڃي امتحان ڏيڻ
جي همت نه ساري، جو ننڍي جهاز جي اونڌن ۽ ڏونڌن
نه اهڙو بيزار ۽ تنگ ڪيو هون، جو وري ممبئي وڃڻ کان
ٻان ٻري ڇڏيائون. مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان سواءِ، وڃي
نوڪريءَ کي لڳا."

"انهيءَ بعد، سيٺ آلومل ٽيڪمداس پوپٽاڻي هو، جو
سيٺو ساهي، ڪنهن ڌنڌي ۾ چڙهي، ممبئي لاءِ روانو
ٿيو ۽ ١٥-١٦ ڏينهن جي ساموندي سفر بعد ممبئيءَ پهتو."

"خشڪيءَ رستي به، سفر نهايت اٽالڪو هو. ڪراچيءَ
کان ڪوٽڙيءَ تائين ريل، سنه ١٨٦١ع ۾ جاري ٿي هئي.
انهيءَ کان اڳ، اٺن جا قافلا، منزلون هڻي، ڪراچيءَ
کان ڪوٽڙيءَ پهچندا هئا. ممبئي وڃڻ لاءِ، ڪوٽڙي
کان ملتان تائين، آگبوٽ رستي وڃڻو ٿي پيو. ملتان کان
لاهور ۽ لاهور کان دهليءَ، ريل رستي پهچي ٿي سگهيا.
انهيءَ وقت ۾، ممبئي بروڊا سينٽرل انڊيا ريلوي هستيءَ
۾ آئي هئي، پر اگگاڏيون، فقط ممبئيءَ کان احمدآباد تائين
هلنديون هيون. سو دهليءَ کان ممبئي وڃڻ لاءِ، مسافرن
کي چڪرن ۾ چڙهي، جئپور، اجمير، پالنپور وغيره ۾



سیٹھ ہرچنڈ راۓ وشنداس

# سيٺ هرچندراءِ وشنداس

## اوائلي حياتي

هرچندراءِ جو جنم عيسوي سنه ١٨٦٢ جي مئي ۾، ماڇيور ڳوٺ ۾ ٿيو. ماڇيور ۾ سيٺ وشنداس پاران سڪول ٺهرايو ويل هو. هرچندراءِ اوائلي تعليم ماڇيور ڳوٺ ۾ پرائي.

پرائمري تعليم پوري ڪرڻ بعد، وڌيڪ تعليم پرائڻ لاءِ، هرچندراءِ کي ڪراچيءَ ۾ موڪليو ويو. ڪراچي، وڏو واپاري مرڪز، ريلوي اسٽيشن ۽ بندر هو. شهر ۾ ڪيترا سارا آفيسر، انگريز ۽ هندستاني ڪرسٽان، رهندا هئا. ڪراچيءَ ۾، ڪرسچن مشنريءَ پاران، اينگلو ورنيڪيولر مشن سڪول ٺهرايو ويل هو. هندو مائٽ، اوائل ۾، مشن سڪول ۾ ٻارن کي موڪلڻ کان نهندا هئا. سندن اعتراض هوندو هو، ته ڪرسٽانن جي سڪولن ۾، ٻارن کي پاڙهڻ سان، سندن ڌرم جي هاڃي ٿيندي. سيٺ وشنداس ويدانت جو اونهو اڀياس ڪيو هو ۽ هندو ڌرم جي اوچتا جي پوري ڄاڻ هئس. آزاد خيال ۽ اڳتي هو. دور انديشيءَ کان ڪم وٺي ڄاڻندو هو. زماني ۽ حالتن جي آئنده کي، خواهه

سن ١٩٠٠ع ۾، ماجهو ۽ آس پاس پسگردائيءَ ۾، سخت
ڪالرا جي مرض منهن ڪڍيو. ڪيترا سارا انسان، اهي
اگري مرض جا ڀڪ ٿيا. ماڻهن ۾ هراس ڇانئجي ويو.
لڏپلاڻ ٿيڻ لڳي. سکيا ۽ هوند وارا، ڳوٺ ڇڏي، ٻين
پاسن ڏانهن اُٿي ڀڄي ويا. پاڙواڙي ڪٽنب جا پالي لڏي،
ڪراچيءَ ويا. پر سيٺ ليلارام ماجهو نه ڇڏيو. جيسي
غريب ۽ مسڪين ڪٽنب ڀيل هئا، تن جي ٽهل ۽ سيوا
ڪرڻ، پنهنجو فرض سمجهائين. ايشور در اهائي پرارٿنا
ڪندو هو ته اها آفت ٽري وڃي ۽ ويچارا مصيبت ۾
ڦاٿل انسان، سلامت جو ساهه کڻي سگهن.

قدرت کي اهو منظور ٿيو، جو سيٺ ليلارام مرض
جي قبضي ۾ آيو ۽ ڀڪ ٿيو. ڀڳت سنتداس رکيچند
(پرنسپال ـــــ، ڪوڪڙن وارو) هڪ يادگار ۾ لکي ٿو:
”ماجهوءَ ۽ پر پاس ڳوٺن ۾ حقيقي جي اماري اچي لڳي.
گهڻا ماڻهو ڀڪ ٿيا. سيٺ ليلارام چيو ته انسان جو ديهه
الٽ پل ٿئي، پر ماڻهن تان هيءَ آپدا ٽري. سندس
اهو سوال قبول پيو. پاڻ سرڳ ڇڏي پائون. اهڙيءَ موقعي
ڪان ولي ڪوه ماڻهو مٿو ڪون.“

سو اهڙيءَ ريت، سيٺ ليلارام، جيوت جي آخري
دم تائين، انسان ذات جي خدمت ڪندي، پرلوڪ
پڌاريو. کيس ڪوه اولاد ڪونه هو. سندس ليک ۽
سماجڪ ڪم ئي، سندس لاءِ يادگار اٿيا. ماجهو ۽ آس
پاس جا رهواسي، سندس ڪارناما دهرائيندي، ڳڻ
ڳائيندي، کيس هردم ياد ڪندا رهيا.

سان محبت جي ميخ نہ اڳ ئي لڳل هئس، سو انسان جي دکن ۽ دردن دور ڪرڻ لاءِ، حڪمت جي ڏس ۾، پاڻ پتوڙيندو رهيو. ڳوٺ ۽ پسگردائيءَ جا بيمار ۽ مريض وٽس ايندا رهندا هئا. شاهاڻي طبيعت نہ اڳيئي هئس. انهيءَ ڪري همدرديءَ سان، بيمارن کي ڏسندو هو. جنسي سعدن دل وٺي ڇڏيندو هو. مالڪ هي مهر سان، هٿن ۾ بہ شفا هوندي هئس. سو غريب ۽ مصيبت ۾ پيل انسان مٿانئس بلهار ويندا هئا. عام ماڻهن ۾، ايترو ڀروسو ۽ وشواس جمي ويو هو، جو ٻردي جي سخت پابنديءَ هوندي بہ، مسلمان زالون، دوا درمل لاءِ، وٽس اينديون رهنديون هيون ۽ دوائون وٺي دعائون ڪنديون هيون.

سيٺ ليلارام کي ڳائين ۽ مينهن سان خاص پيار هو. ايتري قدر دلچسپي هئس، جو هڪ وڏي ڳئو شالا ٺهرائي ڪيائين، جنهن ۾، وڏي تعداد ۾، ڳائيون ۽ مينهون ڏاريائين. ڳئوشالا ۾، شخصي چاهہ ولندو هو. ڳائين ۽ مينهن جي، بلڪل ٻچڻ طرح، سار سنڀال لهندي هئي. ڪم ۽ مڪڻ جام ٿيندو هو.

سيٺ ليلارام ۾، راڳ جو زبردست شوق هو. وٽس سنگيت جو دؤر، هميشه جاري رهندو هو. پاڻ، نهايت سهڻي نموني ۾، ستار وڄائي سگهندو هو.

درد ڀري دل ۽ سخاوت سڀاءَ جي ڪري، عام ماڻهن جي دلين ۾، سيٺ ليلارام لاءِ، عزت سان گڏ، ڏاڍي شردا ۽ پريم هوندو هو. سخي ۽ غريب نواز طبيعت سبب، مسڪينن ۽ غريب ماڻهن جي ٻچڻ طرح پرگھور لهندو هو.

سيٺ وشنداس اوان کم ۾ ڪارخانا جاري ڪيا،
تنهن ڪري، انهن جي انتظاري ۾ ڏيک رکڻ لاءِ، اڪثر
ڪري، ٻاهر وڃڻو پوندو هوس. مالکهوءَ ۾ سندس رهڻ
بلڪل گهٽ ٿيندو هو. سو ٻيهڪي زميداري ۾ مالکهوءَ
وارو ڪپهه جو ڪارخانو سيٺ ليلارام سنڀاليندو هو.
سيٺ ليلارام، اڪثر، مالکهوءَ ۾ ئي گهاريندو هو.

ننڍپڻ کان ئي، روحاني رنگ جي رس چکڻ جو
موقعو مليو هوس، تنهن سندس زندگيءَ تي بلڪل وڏو
اثر ڪيو. سندس جيوت هڪ آدرشي پرش جيان ٿي
رهي. دلداريءَ ۾ رهي، دنيا جي ڏاڍن کي کندي
ا، هو صاحب دنيوي ڳالهين کان مٿي رهيو. مالکهوءَ
۾، سنت ۽ مهاتمائون ايندا رهيا ۽ ست سنگ ٿيندو
رهندو هو. سنتن ۽ مهاپرشن جو واڻيون اچارڻ ۽ سنگيت جو
دور ات ايم سان ٿيندو هو. سيٺ ليلارام، گيان جي
ڀنڊار مان، ات پکون پڙهندو رهيو. وڏو گيان وان هو.

انسان سان، انسانيت جو ورتاءُ ڪرڻ، سندس جيوت
جو مکيه ڪرم ۽ ڌرم هو. انسان ذات جي سيوا ۽
چاڪريءَ ۾، گهڻو وقت صرف ڪندو هو. خالق جي
مخلوقات جي خدمت جي اڻ لکل هئس. وڏو مهمان اوان
هو. ذات پات جو ڀيد ڀاو مور نه ڄاڻندو هو. "جو
آئيو، سو اگهيو" واري ڪار وٽس چالو هئي.
آئيي جي آدرياءُ ڪرڻ جو ڪوڏيو هو. وٽس ڀنڊارو
ڪامل هو. هرڪو دال روٽي کائي ويندو هو.

ديسي دوائن جو پڻ خاصو ڄاڻو هو. انسان ذات



سيٺ ليلارام نھالچند

## سيٺ ليلارام نهالچند

ليلارام جو جنم، سيٺ وشنداس جي جنم کان ٻن سالن بعد، مانجهند ۾، سن ١٨٤٥ع ۾ ٿيو.

ٻئي ڀائر، وشنداس ۽ ليلارام، ننڍي هوندي کان، پنهنجي پتا جي سنگ ۾ گهڻو گذاريندا هئا. سيٺ نهالچند وٽ، ڪٿي جا سنت، مهاتمائون ۽ مهاپرش ايندا رهندا هئا. انهن کان سواءِ، ڀڄن ڀاو ۽ سنگيت جو دور لڳاتار چالو رهندو هو. سو، انهي اعلى سنگت جو رنگ، ساڳي ساڳي، ٻنهي ڀائرن کي لڳندو رهيو، جنهن جو اثر، سندن جيون، رهڻيءَ ۽ ڪهڻيءَ تي وڏو پيو.

سن ١٨٥٩ع ۾، سيٺ ليلارام جي شادي، مانجهند ۾، سيٺ يوڄراج کيملداس جي لاڏليءَ لڇمل بائيءَ سان ٿي. سيٺ يوڄراج مانجهند جو هڪ اڳرو واپاري هو. سندس وڏو ڏنڌو هلندو هو.

سيٺ نهالچند جو ديهانت سن ١٨٦٥ع ۾ ٿيو، جڏهن ٻئي ڀائر، سيٺ وشنداس ۽ سيٺ ليلارام، ٢٢ ۽ ٢٠ سالن جا هئا. ڪٽنب ۽ ڪاروبار جي سموري جوابداريءَ جو وڏو بوجو، سيٺ وشنداس جي ڪلهن تي پيو. سيٺ ليلارام، وڏي ڀاءُ جو ساڄو هٿ ٿجي، ڪم ڪار ۾ ٻانهن ٻيلي ٿي رهيو.

## شاهاڻو درويش

۾ نٿي رهيو. اها، هڪ غير رواجي حالت هئي. س
صاحب ڪـــي اٿارڻ جـــي ڪوشش ڪئي وئي. سد
حيرت جي حد نہ رهي، جڏهن پتو پيو، تہ سيٺ صاح
سرڳواس ٿي چڪو هو.

سيٺ. وشنداس جي ديهانت جي خبر، حيدرآبـــاد ۽
ڪوٽڙي شهرن ۾، ٻجليءَ وانگر ڦهلجي وئي. شهر جـا
ڌنڌا ۽ دڪان بند ٿي ويا. ماڻهن جا هشام، وشن نگر
طرف اچڻ لڳا. ڪٽنب جي ڀاتين کي، ٽيليفون رستي،
ڪراچيءَ ۾ خبر پهچائي وئي، جـــي حيدرآباد لاءِ روانا
ٿي ويـــا.

آخرين ڪريا ڪرم جي تياري ڪئي وئي. سيٺ
وشنداس جي سرير کي، ويٺل حالت ۾، هڪ جهولي ۾
کنيو ويو. "وشن اوتار جي جئي" جي زوردار نعـــرن
سان، ماتمي سرگس، حيدرآباد جي شاهي بازار لتاڙي،
اچي شمشـــان ڀوميءَ ۾ پهتي، جتـــي اگني سنسڪار
ڪيو ويو.

اهڙيءَ ريت، ٧ جنوري ١٩٢٩ع (برابر ٢٥ ناهري
...نبت ١٩٨٥ وڪرمي) ڏينهن، ٨٥ ورهين جي پڪيءَ
...ستا ۾، سنڌ جو شاهاڻو درويش پرلوڪ پڌاريو. هرواس
سيٺ وشنداس جـــي شاهاڻي زندگـــيءَ ۽ شاندار
...اامن جـــي وائي هئي. لاشڪ، اڄ بہ، سنـــڌ ۽
...واسي، سيٺ وشنداس جهڙين شاهاڻين هستين تي ناز
...ر وٺي سگهن ٿا.

ڏني. حيدرآباد ۾ نواب شاهه وارا ڪارخانا، گهڻو ۾
ڪوٽڙيءَ وارين جاين، ۾ ماڇيءَ جا ٻيون بسارا
باغ ڪرايائين. ڪارخانن جي ڏيتي ليتيءَ جي سموري
جوابداري به، ٻنهيءَ سر تي کنيائين. ليڪن سر، وري
به ڪمائڻ کي لڳي ويو، سو به ٧٧ ورهين جي وڏي
اوسٽا ۾. ٽن سالن جي عرصي ۾، وري بسو، اڳئين
وانگر اڳرو ٿي ويو. ورهاست بعد، وري به، پڇاڙيءَ
۾، سنڌس اٿا ملڪيت نه ٺيڪي ٻين کي ملي.

مٿين گردش سبب ئي، سيٺ صاحب جي سخاوت
جي ڪمي ڪا به نه ٿيئي. ننڍن وڏن ۾ ابڪاري ڪمن
سان گڏ، ڪيترن سارن غريب، هندو ۽ مسلمان ڪٽنبن
جا ماهيانا ٻڌل هئس، جن کي، هو مڃيندي، لک نمر سان
ڏيندو رهندو هو. اهي ڪم، سيٺ صاحب جي
آخرين دم تائين جلندا رهيا.

سيٺ وشنداس، پڇاڙيءَ تائين، صحت ۾ ٺيڪ
رهيو. ڏسڻ ۾ بدن جون شڪتيون سالم هيون. ڪم ڪار ۾
لڳو رهندو هو. سنڌس روزانو لير هو، نه برپات ولي،
منشيءَ هٿان سموري لکپڙهه ٺيڪ ڪرائيندو هو. سنه
١٩٢٩ع جي، جنوري مهيني جي ٧ تاريخ هئي. دستور
پٽاندر، برپات ولي، منشي لکپڙهه ٺيڪ ڪرائڻ لاءِ
آيو. انهي وقت، سيٺ صاحب، دستوري ڪم اڪلائڻ
جو خيال نه ڏيکاري، ورڇ آرام ڪرڻ جي چاهنا
ظاهر ڪري، وڃي آرامي ٿيو. ڪاسي وقت گذري
ڇڪرو ۾ سورج مٿي چڙهڻ لڳو. ٿيو، سيٺ صاحب بستري

# شاهاڻو درويش

اوهه ڪي سون ٻڌائي سگهندو ۽ هيڏيون ساريون رقم
پڙهائي خاطر خرچي سگهندو.
سخاوت جي راهه ۾، سيٺ وشنداس ٻاران خرچ
سالانه ۲۵ سال، ٻنان ڪنهن اٽڪ جي جاري رهيا
هئي. ايتري قدر، جو سيٺ صاحب جي وڇڻ پٺ
ڪي اچي گمان جاڳيو. ڇي: "ٻاٻي جي خرچن جي
رفتار اهڙي هلندي هلي ته اسان جو الائي ڪهڙو حال ٿيندو!"
گمان وڌي ويو. حالتون الهي منزل تي پهتيون، جو
سيٺ وشنداس کي، ٻئن ڪان ڌار ٿيڻو پيو ۽ ملڪيت جي
ورهاست ڪرڻي پئي.

اهو واقعو، سنه ۱۹۲۱ع ۾ ٿيو، جڏهن وقت، سيٺ
صاحب جي عمر ۷۷ سالن جي هئي. هيڏي وڏيءَ
اوستا ۾، اهڙي قسم جو واقعو، ڪهڙي نه انسان جي
دل ۽ دماغ تي، وڏو اثر ڪري وجهي ها ۽ سمورو
رهيل ڪهيل رت ست ڪيدي ڇڏي ها. پر، سيٺ
وشنداس جهڙي ڪامل پرش لاءِ مڙئي آنند هو.
سڳڻن جي مٿس ڪرپا ٿيل هئي، جن جو قول هو:
"پريت ڪي سرت، شش آهين سڪاءِ ڪر،
ڪرت هي نهال، ڦير درشت ۾ لياڪي.
کهي هي گلا بداس، نجالند پئي جاس،
هر حال ڀوڳ ڪري، شڪا اُنائڪي."
سيٺ وشنداس، ٻئن کي، حصي ۾، ڪراچي شهر
سڄي ملڪيت ۽ ڇهه هزار ايڪڙ زميداري ڏئي

ڊاڪٽر مسر ڪرڻ، ذات پات جي ڀيد ڀاو کان سواءِ،
هر هڪ انسان لاءِ اسپتال جا دروازا کليل رکڻ ۽ سندن
دوا درمل لاءِ جوڳو انتظام رکڻ - اهي شاندار ڪم، سيٺ
وشنداس جو ئي مرڪ هئا.

پليگ ۽ مهاماري، جنگ جي وقتن ۾، عام لوڪن
کي زندگيءَ جون ضروري شيون ملڻ مشڪل ٿي پونديون هيون.
اهڙن موقعن تي، گهڻن کي، ڪمائڻ ۽ ماني ميڙڻ جو
خيال ايندو آهي. پر، سيٺ وشنداس، اهڙين حالتن
۾ دل کولي خرچ ڪيا. پنهنجي پاران، شهر جي
جدا جدا ڀاڱن ۾، ضروري گهرج جي شين جا دڪان
کولي، عام لوڪن کي، سستي اگهن تي اهي شيون
مهيا ڪري ڏيڻ، سيٺ صاحب جا رواجي ڪم هئا.
اندر ۾ ئي وسيلن لاءِ لنگر جاري رکندو هو، جتان، هرڪو
آئل روٽي کائي ويندو هو. ڏڪار جهڙي وقت ۾،
مصيبت ۾ پيل انسان سان ونڊ ڪرڻ لاءِ، سيٺ وشنداس
هميشه حاضر هوندو هو. اهڙن عجيب ۽ غريب ۽ لاثاني
ڪارنامن ڪري، اڄ سان ڏسي، ڪيترن سالن انسان
جي زبان مان اهي لفظ نڪرندا هئا، ته وشنداس، هڪ
مهاتما ۽ اوتاري پرش آهي.

سيٺ وشنداس پاران، خير ۽ ڀلائيءَ جي ڏس ۾ ٿيل
حيرت انگيز ڪم، عام لوڪن جي سمجهه ۽ سوچ کان
ٻاهر هئا. سندس درياهه دليءَ جي منزل ايتري اوچي
هوندي هئي، جو ڪيترا ساڌا انسان چوندا هئا ته سيٺ
صاحب وٽ پارس يا ڪيميا موجود آهي، جنهن سان،

# شاهاڻو درويش

پر اُپڪار جي ڏس ۾، سيٺ وشنداس جي عجيب ۽ غريب ڪارناما، سڀني کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو هو. سندس سخاوت جي حد ۽ پيمانو ايتري قدر چوٽ چڙهيل هئا، جو ڏسندڙن ۽ ٻڌندڙن جو عقل چرخ تي ويندو هو. سندس بي نظير قربانيون ۽ لاثاني ڪارناما، اهائي ساک ٿا ڀرين، ته وشنداس جي سيني ۾ هڪ شاهاڻي ۽ دردمند دل موجود هئي، جا انسان ذات کي سخت مصيبت ۽ مشڪلات ۾ پيل ڏسندي هئي، ته زبردست لرزش ۾ اچي ويندي هئي ۽ انسان ذات سان وڙ ڪرڻ لاءِ، اُڇلون کائيندي هئي.

پليگ جي قاتل مرض منهن ڪڍيو. انسان ذات سان ويل مچي وئي. انسانن مان نازڪ ۽ نفيس گل موڪلائڻ لڳا. حد درجي جي خود غرضي، انسان تي سوار ٿيڻ لڳي. هرڪو پنهنجي لئن جوئي خيال ڪرڻ لڳو. ٻئي جي دک جو ويچار ڪرڻ ته اُنهي ماڳ، پر ٻئي ڏانهن اک کڻي نهارڻ لاءِ به ڪو تيار نه هو. اهڙي ڪٺن سمي ۾، سيٺ وشنداس اڳري لوار ٿيو ۽ درياهه دليءَ سان، انسان ذات جي خدمت ڪيائين. پنهنجي خرچ تي اسپتالون برپا ڪري، اسپتالن ۾، قابل

ڪوئيٽا ۾ هئا. سيٺ لولارام زلزلي جو شڪار ٿيو. زمين ۾ جڳهه ڦيان اچي، دٻجي ويو. سندس استري چالدي ٻائي بچي وئي. چالدي ٻائيءَ، سن ۱۹۴۸ع ۾، مٿرا ۾ چالاڻو ڪيو.

سيٺ ڏالومل جو پٽ، سيٺ سکومل، ۽ سيٺ لولارام جو پٽ، سيٺ ڏيوجيرام، ٻالڪ ۾ سوٽ هئا. سيٺ ٻچي مل جا پوٽا هئا، ۽ ٻچاڻي سڏبا هئا.

# اولاد

سيٺ وشنداس ڪي، سندس استريءَ راڄهل
مان، ٽي پٽ ۽ چار ڌياڻيون ٿيون. ٽي پٽ
هرچندراءِ، سرچند ۽ اوڌوداس. ڌياڻين جا نال
هئا: گنگل ٻائي، پدمل ٻائي، مولي ٻائي ۽ چالدي ٻ
گنگل ٻائيءَ جي شادي، مکي کيهيمل ڪرمچنداڻ
ڪوٽڙيءَ واري، سان ٿي. کين ٽي پٽ ڄاوا،
جا نالا هئا، شيوڪرام، خوبچند ۽ گهنشومل. سيٺ
شيوڪرام، ڪي سال، ڪوٽڙي ميونسپالٽيءَ جو، پريزيڊنٽ
رهيو.

پدمل ٻائي جو وهانءُ، عالمخان مري جي ڳوٺ واري
، چيتي مل هوتچند سان ٿيو. کين اولاد ڪونه ٿيو.

مولي ٻائيءَ جو وهانءُ، ٽنڊي آدم جي ڀرسان، الهيار
ڳوٺ جي سيٺ ڏاتومل سکومل ڀڳاڻي سان ٿيو. کين ٻه
پٽ ٿيا، جن جا نالا مهاديو ۽ شنڪر رکيائون.

چالدي ٻائيءَ جي شادي، الهيار ڳوٺ جي سيٺ
ٽولارام ڏيوجي رام سان ٿي. کين اولاد ڪونه ٿيو.
سنه ١٩٣٥ع ۾، جڏهين، ڪوئيٽا ۾، ڌرتي ڌٻڻ جو
خوفناڪ حادثو ٿيو، تڏهين سيٺ ٽولارام ۽ چالدي ٻائي،

ڳالهين ۾ زوردار دلچسپيءَ سبب، سنڌ مان ڪِيي، بمبئي
ڪلڪتي ۽ مدراس ڏانهن ويو. مدراس واري ميڙ ۾،
جلسي جي سڄي ڪارروائي، انگريزي ٻوليءَ ۾ لڳي
هئي، لڏهن ڪري، چوٿين سال، الهه آباد ۾، هرچندراءِ
کي موڪليائين.

هرچندراءِ، ڪاليجي تعليم لاءِ، ستت سال، بمبئي
شهر جي، وڏيڪ ترقي پسند ۽ قومي واتاوَرَڻ ۾ رهيو
هو، جنهن جي اثر ڪري، ڪوبه غيرتمند نوجوان بچي
نٿي سگهيو. هرچندراءِ ۾ به، قومي جذبات ۽ امنگ
جاڳيءَ طرح پيدا ٿي چڪا هئا. واپس اچي وطن، همت
افزائي ڏيس، سو دل ۽ جان سان، قومي ڪمن ۾
دلچسپي وٺڻ لڳو.

سنه ۱۸۸۸ع ۾، انڊين نيشنل ڪانگريس جي چوٿين
سالياني، الهه آباد واري ميڙ ۾ شامل ٿيو. ميڙ ۾
تقريرون ڪيائين. انهيءَ بعد، سنه ۱۹۱۸ع تائين، ڪانگريس
جي هر ميڙ ۾ شريڪ ٿيندو رهيو. انهيءَ عرصي کان
وٺي ڪانگريس ۾، سنڌ پاران ليڊر ٿي رهيو.

سيٺ هرچندراءِ جي قومي خدمتن کي ڌرائيندي،
انهن جوڙ کان رهي نه سگهيو، نه انهي لاءِ، سيٺ
وشنداس جي آزاد خياليءَ ۽ قومي اُڀر جو به، اڪل
هٿ هو. انهن ٻنهي جڄي، نه سيٺ وشنداس، اڳ
بڪر ۾، بيهڪڙو قابل پٽ اڀرڻ ڪري ڇڏيو هو.

ڏسڻ لڳندا. سياسي، سڌاري ۽ واڌاري جي راهه ۾ وک وڌائيندا.

انگريزي تعليم جي ڦهلجڻ سبب، نوجوانن کي، انگريزي ادب ۽ تاريخ اڀياس ڪرڻ جو موقعو مليو. انگريز قوم جي بهادريءَ جي ڪارنامن، ۽ لوڪشاهيءَ جي راهه ۾، سندن لاثاني قربانين جي مثالن، نوجوانن جي دلين تي اثر پيدا ڪرڻ شروع ڪيو. منجهن، قومي جذبا ۽ امنگ پيدا ٿيڻ لڳا. هو، پنهنجي ديس جي بهتري ۽ واڌاري جي راهه ۾، سوچڻ لڳا.

هندستان جي، جدا جدا پرانتن ۾، قومي سنستائون هستيءَ ۾ اچڻ لڳيون، جي پنهنجي ڀر، سماج سڌاري سان گڏ، ديس ۽ قوم جي سڌاري ۽ واڌاري جي ڏس ۾ به، ڪوششون وٺڻ لڳيون. انهن سنستائن جو دائرو، پنهنجي پرانت تائين ئي محدود هو. سنڌ ۾، پڻ، "سنڌ سڀا" نالي سنستا ٺاهي وئي، جنهن جو رهنما، ديوان ڏيارام گدومل هو. ديوان ڏيارام، هڪ ذڪي ۽ قابل وڪيل هو. سندس خدمتون اعليٰ درجي جون هيون. سنڌ جو پهريون ڪاليج، اوائل ۾ "سنڌ ڪاليج" ۽ پوءِ "ڏيارام گدومل سنڌ ڪاليج" سان سڏجڻ ۾ آيو.

هيل تائين، جدا جدا پرانتن ۾، قومي سنستائون ٺهيل هيون ۽ هر هڪ سنستا، پنهنجي ڍنگ ۾ ڪم ڪندي هئي. ليڪن، اهو خيال زور وٺڻ لڳو، ته سڄي هندستان لاءِ، هڪ قومي سنستا هستيءَ ۾ اچي، جنهن ۾ جدا جدا پرانتن جا اڳوان ۽ مدبر اچي شريڪ ٿين، ۽ ديس

# قومي فهم

سيٺ وشنداس نهايت آزاد خيال انسان هو. آزاد خياليءَ سندس رڳ رڳ ۾ سمايل هئي. سندس ۽ ٻين کي، نه ٻالڪ اوستا کان ئي، ترڪ ڪري ڇڏيو هئائين. ويتر، جو ستڪرن وٽان، گمان جي پيدا مان پڪون پڪيون هئائين، سو زندگيءَ جي هر ڳالهه ۽ هر حالت ۾ آزاد خياليءَ کان ڪم وٺندو هو. انهيءَ سبب ۾ زبردست خود مختيار طبيعت هوندي هئس.

ملڪ ۾ تعليم جو ڦهلاءُ تمام گهٽ هو. رواجيءَ ريت، پائيبند ۽ واپاري، پنهنجن ٻارن کي، اوائل کان ئي، پنهنجي ڌنڌي ۽ ڪرت ۾ لڳائڻ وڌيڪ پسند ڪندا هئا. سيٺ وشنداس، ٻارن کي، وڌيڪ ۽ اعليٰ درجي جي تعليم ڏيڻ جي فائدي ۾ هو. پنهنجن پٽن کي اوچ تعليم ڏيارائين. هرچندراءِ بي. اي ۽ ايل ايل. اي. اٿيو ۽ سريچند پڻ بي. اي. ٿيو. اوڌوداس کي، اکين جي سخت بيماريءَ سبب، لاچاريءَ، انگريزي چوٿين درجي ۾، اسڪول ڇڏڻو پيو. سندس عقيدو هو ته وديا جي واڌاري سان، قوم ۽ ديس جو ڀلو ٿيندو. ماڻهن مان اڻاڻپ وهم دور ٿي ويندا. منجهائن، تنگ دلي دور ٿي ويندي، ۽ هو، زندگيءَ جي حالتن کي، انهيءَ اوسر سان

لاءِ ميسر ڪيو ويو، نه ولن اپاس ڪندا ۽ راحت پرائيندا.
علم ادب ۽ سائنس جــي ترقي ۽ واڌارو لاءِ هن تو نئي،
جڏهن علم دوستن لاءِ ڪو سهارو ۽ پشتي پيدا ٿي ٿئي.
سيٺ وشنداس جي سخاوت جو رخ، اهي ڏس پر پٺ رهيو،
جنهن جي ڪري، ڪي شاندار ڪتاب ۽ علمي لکتا هستيءَ
پر اچي سگهيا.

وشنداس جي صحبت ۾، جي هدايتون مليون، سي غزلن جي صورت ۾ ڏنل آهن.

وشن گنج هڪ شاندار ڪتاب آهي ۽ هڪ انهاس قيمتي القطن جو ڀنڊار آهي. جملہ ۸۰۰ صفحن ۾، اردو ساهت جو علمي خزانو آهي.

۵. ڪريما - پارسي ٻوليءَ جو مشهور ڪتاب آهي. سيٺ وشنداس جي ڪوڙيءَ واري ڪارخاني جي مئنيجر ۽ عام مختيار، سيٺ جشنمل، ڪريما جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. اصل فارسي اشعار ۽ سندن سنڌي ترجمو ڪتابي صورت ۾ ڇپايو ويو ۽ عام دوستن ۾ مفت ورهايو ويو.

۶. وشن سڀا. هي ڪتاب، الدرسيا جي ڊائڪ اي، اردو غزلن ۾، لکيل آهي، جنهن ۾، وشن سڀا جي راڳ ڊائڪ جو اڻشو چٽيل آهي. هي ڪتاب، سيد مراد حسن صاحب جو لکيل آهي. سندس تخلص "مهر سوز" هو.

۷. مثنوي. هي ڪتاب، سائين غني جو جوڙيل آهي، جنهن ۾، اسلام ۽ هندو ڌرم جا بيان ڏنل آهن. هي ڪتاب، سيٺ وشنداس، پنهنجي خرچ سان ڇپائي، مفت ورهايو.

اهڙيءَ ريت، سيٺ وشنداس، پنهنجي ڊنگ ۾ سنڌ جي چڱي چوکي خدمت ڪئي. لواح ڪتاب عام دوستن کي مفت ڏنا ويا، ۽ قيمتي ۽ اڻ لڀ علمي خزانو انهن

هي ڪتاب ۸۰۰ صفحن ۾ آهي ۽ سائين غمي جو لکيل آهي.

وشن گنج جو ٻهراٻون ڀاڱو حڪمت تي لکيل آهي. انهي ۾ تندرستي جا نيم ۽ بيمارين جا سولا نسخا ڏنل آهن. تنهن کان سواءِ، اردو- سنڌي ڏکين لفظن جي هڪ لغت به ڏنل آهي.

ٻيو ڀاڱو آهي وشن سخا. وشن سخا ۾ ڪراچيءَ ۽ ڪوٽڙيءَ ۾ پليگن جا داستان، وشن وشوار ايڊيشن جو پرچار، اڏيرلال تي ڀڳتيءَ مڙ جو احوال ۽ سميت وشنداس جي، الساليه جي راهه ۾ سخاوت جي ڪيل ڪارنامن جا بيان ڏنل آهن.

ٽيون ڀاڱو: وشن گيان. انهي ۾ سيٺ وشنداس جون روحاني هدايتون، اردو شعرن ۾، سائين غميءَ جي لکيل شاعري قلمبند ڪئي ويئي آهي. انهيءَ کان سواءِ، اردو ۽ پارسيءَ ۾، عارفن، عالمن ۽ دردمندن جا ڪلام پڻ درج ٿيل آهن.

چوٿون ڀاڱو: وشن راڳ. انهي ڀاڱي ۾، سائين غميءَ جو ڪلام- ٺومراٻون، راڳ ۽ ڀڄن ڏنل آهن. تنهن کان سواءِ، هندستان جي مکيه شاعرن جي چيدن ڪلامن جي، خاص چونڊ ڏني ويئي آهي. هڪ باب نامون ٽالي آهي، جنهن ۾ سائين غميءَ ڪي سيٺ

جي هدايت، ۽ زماني ۽ حالتن آهر، ريتن ۽ رسمن ۾ کهڙا گهربل سڌارا ۽ واڌارا ڪجن، اهي ڏيکاريا ويا آهن. جهڙي ڪان مرڻ ڌائين ۽ مرڻ بعد، جهڪي موقعا ٿين ٿا، تن تي ڪهڙيءَ ريت واجبي نموني ۾، ڏيتي ليتي ۽ پڪتي وهنوار ڪجي، تن جو وچور وار بيان ڏنل آهي. تنهن ڪان سواءِ، اجائي نموني ۾ ۽ وت ڪان ٻاهر ڏيتي ليتي ۽ خرچ ڪرڻ ۾، جي نقصان ٿين ٿا، تن جو چٽو ۽ صاف نقشو چٽيو ويو آهي.

وشن وهنوارڪ اپديش، سني ٻني، سهڻي خوشخطيءَ سونهري مس ۾، سنڌي ٻوليءَ ۾، اٺو ٻاريس ۾، ۲۴۳ صفحن جو ڪتاب آهي. اهو سنه ۱۸۹۷ع ۾ ڇپايو ويو ۽ پنڊتاڻن ۽ ٻارن ۾ مفت ورهايو ويو هو.

۳. وشن پرڪاش: هي ڪتاب ۱۶۸ صفحن ۾ ۽ ٻن ڀاڱن ۾ آهي. هي پنڊت ديوانچند، رهندڙ ملوٽ، ضلع جهلم، پنجاب، سنه ۱۸۹۷ع ۾ لکيو. پنڊت ديوانچند جو تخلص ديوان ۽ داناش هو. هن سائين لوک ۽ سنت پرش، سيٺ وشنداس جي چرنن ۾ رهي، گيان پرايو. وشن پرڪاش ۾، غزلن ۽ قصيدن ۾، اهو ڪتاب ڪيو اٿس. سيٺ وشنداس جي حياتيءَ جي ڪيترن ڪارنامن تي، فارسي ۽ اردو ٻولين ۾، ڪيترا سارا غزل لکيا اٿس.

۴. وشن گنج، ٽن ڀاڱن ۾، سنه ۱۹۰۰ع ۾ ڇپيو.

## ساهت جو شائق

راڳ، روپ، گائن وديا، لَلت ڪلا ۽ شاعري،
ساهت جا نازڪ ۽ نفيس جُزا آهن. انهن ڳالهين ۾
زبردست دلچسپي وٺندڙ، ساهت جو اوس شائق ٿي
ٿو. سو سيٺ وشنداس، ساهت لاءِ برابر ۽ محبت جو
اظهار ڪندي، ڪو قدم اڳتي وڌيو. عام ماڻهن ۾ ساهت
لاءِ دلچسپي پيدا ڪرڻ لاءِ، هن صاحب عملي قدم
کنيا. سنه ۱۸۹۶ع ۾، ڪراچيءَ ۾ ٻهڳي لٿو پريس
برپا ڪئي. پريس ۾ هيٺان ڪتاب ڇپايا ويا، جي عام
کي مفت ۾ ڏنا ويا:

۱. قرآن شريف عربيءَ ۾ ۽ حاشي تي اردو معنيٰ
لکل. هرڪو به مسلمان سڄڻ، ڪراچيءَ مان، حج
ڪرڻ لاءِ ويندو هو، انهن کي، گهر ڪرڻ سان، هي
پاڪ ڪتاب مفت ۾ ڏيڻ ۾ ايندو هو.

۲. وشن وهنوارڪ اپديش. هي ڪتاب سيٺ
وشنداس جو رچيل آهي. هن ڪتاب ۾ ۱۹ صديءَ
جي پڇاڙيءَ ۾، سنڌ جي هندو سماج تي ڪافي روشني
پيل آهي ۽ عمدو اڀياس ڪيل آهي. سنڌي هندن
۾ جي ڪرسمون، ڪريتيون ۽ اجايا رواج گهر ڪري ويا
هئا، تن جو جو بيان ڪيو ويو آهي. ۽ انهن کي بند ڪرڻ

۽ پنهنجي مڌر واڻيءَ سان، موقعي جي رنگ کي سوايو ڪيو.
اهڙيءَ ريت ڏسبو، ته سيٺ وشنداس، پنهنجي سر، سنڌ ديس ۾، راڳ ۽ سنگيت جو خاصو پرچار ڪيو ۽ عام ماڻهن لاءِ، موقعا پيدا ڪري، منجهن راڳ جي فن لاءِ پوڄ، پيدا ڪئي ۽ شوق وڌايو. راڳ روح جي راحت آهي. اهڙي ڏس ۾، انسان ذات لاءِ خدمت ڪرڻ ڪا جهڙي لهڙي ۽ رواجي ڳالهه نه آهي! اهو سنگيت جي ڪوڏ پڻ جوڳي مرڪ آهي!

هئي ۽ اولهاري هــي موسم ۾، سنڌو درياهه رستي، ڪونڙيءَ لائين، گشت لي اڪرندو هــو. ته سنگيت جو سمورو انتظام سائس موجــود هوندو هو. سنڌس اگبوٽ هڪ سو فوٽ ڊگهو هوندو هو، جنهن ۾ ناچ گهر ۽ سيٺ وشنداس جي رهڻ لاءِ جاين کان سواءِ، گوين، راڳيندڙن، ناچڻين، اوڪرن چاڪرن، گهوڙي گاڏي، کانءِ وغيره لاءِ جايون اوبيل هيون. اگبوٽ ۾ راڳ روپ ۽ ناچ جو دور جاري رهندو هو.

هر سال، هوليءَ جي موقعي لي، ٽماڻين وسيءَ لڳ، شري پرمهنس مهراج واري دربار صاحب ۾، وڏو ميلو لڳندو هو. سمورو انتظام سيٺ وشنداس پاران ٿيندو هو. ميلي ۾، مشهور ۽ هاڪارا گويا اچــي شريڪ ٿيندا هئا ۽ سنگيت جو زبردست پروگرام ٿيندو هــو. اهڙيءَ ريت، هوليءَ جي موقعي لي، سنڌ ۾، وڏي پيماني لي، سنگيت جو دور هلندو هو. عام لوڪ به، ڪٿان ڪٿان کان کهيءِ دربار صاحب ۾ اچي، سنگيت جو لطف وٺندا هئا.

سنه ١٩٠٩ع بعد، سيٺ وشنداس حيــدرآباد وسايو. ١٩١٣ع کان، وشن نگر، حيدرآباد ۾، هر سال، آکاڙ مهني جــي ٢٨، ٢٩ ۽ ٣٠ تاريخن لــي، سنگيت جو وڏو ميلو لڳائيندو هو. موقعي لي، سنڌ جا مشهور معروف گويا، راڳيندڙ ۽ سازيندڙ اچي شامل ٿيـــدا هئا. نه فقط اهي، بلڪ سنڌ جا سنت پرش ۽ درويش پڻ اچي شريڪ ٿيندا هئا ۽ سنگيت ۾ بهرو وٺندا هئا. هڪ دفعي، سنڌ جو امر شهيد، پگمت صاحب ڪنور رام جن پڻ اچي شريڪ ٿيا

ٻڌل هوندو هو. سندس اڳي ئي، منيب جي چڱي خاطري
ٿيندي هئي. اهڙيءَ ريت، هي منيب، استاديءَ
سان، لاهور کان ڪلڪتي تائين، راڳ ۽ ناچ جو لطفُ
بنان پئسي خرچ ڪرڻ جي، حاصل ڪري سگهيو ۽
خاطرداري انهن کان سواءِ ٿيس.

ٻي ڳالهه آهي، ته هڪ دفعي، هندستان جي هاڪاري
گوهر جهان ڪراچيءَ ۾ آئي. هڪ ٿيئٽر ۾، سندس اعليٰ
ڪلا جو پروگرام رٿيل هو. دوستن جي زور ڀرڻ تي،
سيٺ وشنداس، انهن سان گڏجي، ٿيئٽر ۾ ويو. ناچ جو
پروگرام ڪندي، هڪ هنڌ، گوهر جهان، اعليٰ ڪلا
جي اصولن جي خيال کان، هڪ ڀل ڪري ويئي.

ويٺلن ۾ اعليٰ ڪلا جي سمجهه نه هئي، سو ڪنهن
کي به سمڪ نه پيئي. پر سيٺ وشنداس جهڙو فن جو
ڄاڻو، ڪيئن ماٺ ڪري برداشت ڪري سگهي!
يڪدم واکو ڪري، گوهر جهان کي روڪيائين.
گوهر جهان روڪجي پيئي. چوڌاري سناٽو ڇانئجي ويو.
سڀ حيران ٿي ويا. اعليٰ ڪلا جي ڄاڻ سبب، گوهرجهان
جو سڄي هندستان ۾ ڏاڪو جميل هو. اهڙيءَ ريت
سندس پروگرام ۾ اٽڪ وجهڻ، ڪا رواجي ڳالهه نه هئي.
پر اڳيان به، سيٺ وشنداس جهڙي هستي هو. گوهرجهان
پنهنجي ڀل قبول ڪئي. نه فقط ايترو، بلڪ اهو چيائين
ته سندس استاد جو اهو چوڻ هوندو هو، ته سنڌ ۾ ڪو
اعليٰ ڪلا جو ڄاڻو آهي، ته اهو سيٺ وشنداس آهي.

سنگيت سان، سيٺ وشنداس جي ڏاڍي دل هوندي

ڳائڻ ۾ ۽ ناچ ڪرڻ ۾ مشهور هيون. اهڙين مان مکيه ۽
مشهور هيون: جهنڊي، ڪراچيءَ واري ۽ موتي جان ۽
حيالان، حيدرآباد واريون ۽ الله جيوائي ۽ الله رکي، لاهور
جون هيون. اهي، نه رڳو ناچ جي فن ۾ ماهر بلڪ
راڳ ۽ سنگيت ۾ به قابل هيون.

سيٺ وشنداس جي ناچ ۽ ڳائڻ جي ڄاڻ ۽ قابليت
جي هاڪ، هندستان ۾ ڪيتري قدر ڦهليل هئي. انهيءَ جو
سبب هو، جو هندستان جو ڪو به مشهور ڳوئيو يا ناموري
ناچڻي ڪراچيءَ ۾ ايندي هئي، ته "وشن سڀا" ۾
اچي، پنهنجو جوهر ڏيکارڻ ۾، شرف سمجهندي هئي.
ڪامل استاد اڳيان، پنهنجو فن ظاهر ڪرڻ، فن ڪار جي
طبيعت جو هڪ اهم جزو ٿيندو آهي.

هيٺين ڳالهه، سيٺ وشنداس جي هاڪ جي هڪ سهڻي جهلڪ
ڏئي ٿي. سيٺ وشنداس جي ڪارخاني جو هڪ منيم
هندستان گهمڻ ويو. هو، ناچ ۽ ڳائي جو، انتهائي شوقين
هو. ناچ ڏسڻ ۽ ڳائي ٻڌڻ جي چاهنا بلڪل
زور هئس، پر ايترو خرچڻ لاءِ اصل تيار نه هو، سو
هڪ ست سٽيائين.

هر هڪ شهر جي مکيه ۽ مشهور ناچڻيءَ ۽ ڳائيندڙ جي
گهر ويندو هو. پنهنجي سڃاڻپ ڪرائي چوندو هو،
"سيٺ وشنداس ٻئي شهر ۾ آيل آهي. اول پنهنجو فن ڏيکاريو،
ته پوءِ سيٺ صاحب سان ذڪر ڪري، محفل جو
انتظام ڪجي." سيٺ وشنداس جو نالو، سڌن چڱي طرح

رد ڪراو ڪرسر ڪي، گوش ڏيٺي هي حال سٺو.
١١ • وشن وهدوار جان هلو، تان سيڻ جو تئي يلو،
پوين لاءِ پوکيو سلو، گوش ڏيٺي هي حال سٺو.
١٢ • ڪرتار ڪر پنهنجو ڪرم، رکج هوت لڄ شرم،
رکو صاحبو سڀ مرم، گوش ڏيٺي هي حال سٺو.

( اوم = لنڊ، خصم = دشمن )

وشن سيا ۾، شاعرن کان سواءِ، گويا پڻ هوندا هئا. سائين لوڪ حادو خان ۽ سندس پٽ سينڌو خان جو ته اڳيئي ذڪر ڪيل آهي.

ٻيو مشهور گويو هو گامڻ خان پٽ شادي خان. گامڻ خان اصل فتح ڳڙهه جو ويٺل هو. سندس پٽ جو ناو آهي مبارڪ خان. گامڻ خان ۽ مبارڪ خان وڏا گويا هئا ۽ سيٺ صاحب وٽ گهڻا سال رهيا. پوءِ وڃي شڪارپور ۾ وسيا. مبارڪ خان هن وقت ا جيئرو آهي ۽ ڪراچي ۾ رهندو آهي. پيو ٿي ويو آهي. سندس پاٽر ۽ پٽ، هنوقت ٻه سنا گويا آهن.

ٽيون هاڪارو گويو، ميرابخش ابرو خان هو. هي امرتسر جو رهواسي هو. سندس پٽ، پيارو خان ۽ پوٽو، اميد علي خان ٻه، وڏا گويا ٿيا. ٽئي وشن لگر ۾ جاوا هئا. اهي گويا ٻه سيٺ وشنداس وٽ، ورهين جا ورهيه رهيا. هن وقت، پيارو خان پيو ٿي ويو آهي ۽ اميد علي خان سان، لاهور ۾، رهي ٿو.

وشن سيا ۾ شاعري ۽ راڳ روپ سان گڏ، ناچ پڻ ٿيندو هو. ڪيترا اون ڪيترا اون پڻ هورن، جي نه رکيو

هوس هردي سان، ڇڏج ٻالهڻ، اوڳڻ جنهن ۾ اپار،
ٻيڪ لي هردم، راس اهڙي هل، جنهن وشن وهدوار.

"وشن وهدوار اپديش" لي عمل ڪرڻ لاءِ، زوردار
پرچار ڪندو هو. ماستر صاحب جي، هيٺين ڪافي، پاڻ
۾ پرچار لاءِ ٺهيل هئي.

١. پيارا سڄڻو، مهاڄڻو! گوش ڏيئي هي حال سڻو،
آهه وڏو، چڱو چڱو، گوش ڏيئي هي حال سڻو.

٢. ملڪ وڏن جي مرض ڪان، پيڙجي ويو آهه قرض ڪان،
پاسو ڪري ڪو غرض ڪان، گوش ڏيئي هي حال سڻو.

٣. ديش ڙوان لي آهه ڏسو، ڪواهي وسيلو هاڻ پيو،
سڌاري ڏي خيال ڏيو، گوش ڏيئي هي حال سڻو.

٤. سڌ ا، ساري سڀ اڻان، پوءِ سست ٿيو ڪتان،
وجهه ڇڏيو ا هي هٿان، گوش ڏيئي هي حال سڻو.

٥. ڪريو مدد ڪا قوم سان، مدد روم روم سان،
پرمع گهٽايو لوم سان، گوش ڏيئي هي حال سڻو.

٦. لبد اکين مڃهان اهو، پڌو ڪمر هوشيار ٿيو،
همٿ اچي ا وڃهه ويو، گوش ڏيئي هي حال سڻو.

٧. هي ٿيو آهه حال هاڻ، مشڪلات آهه پيٽ ڪاڻ،
لنگ ڪجي، ڇا ڪالڄي پاڻ، گوش ڏيئي هي حال سڻو.

٨. خرچ اڻلڳي رواج ديس، الدر پورو ٻاهر ويس،
حال ٿيو آهه جنهن ڪ ڪپس، گوش ڏيئي هي حال سڻو.

٩. ٿو جوان ڪٺي قسم، ملڪ ڪيو سارو ڀسم،
پد رسم آهي خصم، گوش ڏيئي هي حال سڻو.

١٠. آهن اپلگا خرچ جي، لاهيو ڪريو هلڪا سي،

ونل هـو، ته اها ٻالهين سهاڳ جي نشاني آهي. سو، الهي رواج کي ٽڙي ڪيڻ ۾، سيٺ وشنداس کي سخت جفاڪشي ۽ محنت ونٽي پيئي ۽ لڳاتار سالن جـي پرچار بعد، اها اڪمو ۽ ايلکو رواج ختم ٿي سگهيو.

ماستر هولچند، الهن صاحبن مان هو، جن، وشن وهنوار اپديش ٿي هلي، اوائل ۾، هن رواج کـي پنهنجي گهر ۽ ڪٽنب مان ڪيو. سندس هيٺين ڪافي، عاج جي ٻالهين ۽ جي رواج اسبت چئل آهي:

مٺان پائين عاج جي ٻالهين مردار،

مردار ٻالهين ۽ مان، چيها رسن ٿا، پهد مٺهس وڪار.

۱. دولت ان ٿي، خرچ ڪجي ٿي، سي تٺي ٿي چار،
اڻ هواند ڏسجي، اهڙن ايلگن خرچن، ٿي پرڪار.

۲. شرم الهي ۽ کان، وڃي چت ٿيو، تنهن جي رک ڪا سار،
ڏاريو ماٺهو، چوڙ پگر تو هٿ لاءِ، ڪر ويچار.

۳. ٻالهين چاڙهڻ کان، ڏک ٿا ڏسجن، تنجو ناهي پار،
ڦنجن همڪ، ۽ ڪرايون ٻانهون، ڪڙهڻ تجي بي قرار.

۴. ڪڙهي ڪڙهي، او قت بعضي ٿان، ناسور تٺي اروار،
ڪمن چئي سو، ٻالهن ويانڻ، پوءِ پوي لاچار.

۵. هاڄ ڌرم جي، ان مان تٺي ٿي، ڏس ٿان وارون وار،
سمجهه رکج ڪا، پنهنجي ساڄن، وجهه نه هڏ وزنهار.

۶. ڪمن کي جاڻج، سهاڳ نشاني، ٻالهين جا مردار،
بلڪ سهاڳ، استري ۽ جو سدائين، آهه پتار.

۷. اهڙا وڪار آهن، جنهن هڏي ۾، نام نه تنهنجو اچار،
هردم پاسو، ڪجاڻ ان کان، جاڻج ان کي خار.

وشن جي ڪي سيا ڪو آ رچايا ۔
د ٻوالہ جو گيا وشنسو سيا ممن ،
اوسي هوشيار وشنو ڪر دکايا ۔

راڳ مهل ۾ ، "وشن سيا" ناني هڪ ناٽڪ اڪثر ڪري، پڙهبو ويند و هو. اهو ناٽڪ سيد مراد حسن ، تخلص "ممر سوز"، جو لکيل آهي، ۽ سنه ۱۸۹۴ع ۾ ڇپايو ويو هو. هي ناٽڪ اندر سيا جي ڍنگ تي ، اردوءَ ۾ لکيل آهي ۽ وشن سيا جو ذڪر تو ڪري ۔ سيسڪ جشمل ، اهو "وشن سيا" ناٽڪ پڙهندو هو، واه جي موج ڪندو هو. سيٺ جشمل ، اردوءَ ۽ پارسيءَ جو چڱو چاڻو هو. حسن صاحب، پارسي ٻوليءَ جي مشهور ڪتاب "ڪريما" جو ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪيو.

ماستر هولچند سنگومل تنڪواڻي ، هڪ چڱو موچارو شاعر هو. سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ سهڻا دوهيڙا، چند ۽ شعر لکيا اٿس. هي صاحب، وشن سيا ۾، وشن گديج مان چندا چندا شعر پڙهي ٻڌائيندو هو.

ماستر هولچند مانجهو گوڪل جو هو ۽ ڪراچي شهر ۾ ميونسپل سنڌي سڪول جو هيڊ ماستر هو. سنڌي کان سواءِ اردو، هندي، پنجابي ۽ پارسي ٻولين جو چاڻو هو. هي صاحب سنسڪرت ۽ ودوان هو. پڪتي سڌاري ۾ زبردست دلچسپي وٺندڙ هو.

هندو سماج ۾ ڙالن کي، عاج جي ٻالهمن ٻرانڻ جو، هڪ اپلگو رواج هولدو هو . ٻالهمن چاڙهڻ وقت، ويچارين زالن کي سخت ٻڙا ڏسڻي ٻولدي هئي. زبردست سسو

سالين غدي خوش هوڪي پڪارا، فصل بهار اب آئي ري.

هيءُ شاعر، پنڊت ديوالچند هو، سندس تخلص "ديوانا" ۽ "دانش" هئا. هن صاحب "وشن پرڪاش" نالي ڪتاب لکيو، جنهن ۾ اردو، پارسي ۽ پنجابي ٻولين ۾ شعر چيل آهن. هيٺيون غزل، پنڊت ديوالچند "ديوانا" جو آهي:

## غــزل

ڪسي ني ڀيد وشنو ڪا نه پايا،
يه ڪاتڪ هي جو سڀ جڳ ڪر ڏکايا.
وشن سي هي اهي شيو اور برهما،
سڀ هي وحدت سي ڪثرت مين وه آيا.
ڪهين هي مسلمان تسبيح در دست،
ڪهين زنار هندو ڪر پهنايا.
ڪهين مسجد مين پيدا در سجود هي،
ڪهين مندر مين ٺاڪر جي ڪهايا.
ڪهين محتاج حاجت مند پڙا هي،
ڪهين شاهنشاهه و حاڪم سڏايا.
ڪهين سورج ڪهين چاند اور اگن جل،
ڪهين تارون مين او هو ڪر سمايا.
گدا بن ڪر گدا مانگي ڪهين پر،
سخي بن ڪر خزانه هي لٽايا.
ڪهين وه بيخودي مين خود هي خود هي،
ڪهين هوشيار ڪر هي هوش لايا.
ڪهين وشنو سي وشن هي اور وشنداس،

انترو

۱. نوراي وشن لال هي پرني پال،
سمت ڏين ڏيال هي شاد حال،
نولي جڳ دي لال ڪمسي ڪن ڪيتو.
۲. نورا وشن گيان هي بيگمان،
ڪيا نوري شاه ڪرتي پاوي جان،
غني وشن ڏيان سد پڌ موري ليتو.

هوري

هوري کيلي وشن دولارا، فصل بهار اب آئي ري

انترو

۱. ماڇيو انگريا گلشن پيتر، داو ڪرسه هين صفائي ري،
هار سنگار سي اب بن ٺهڪر، برين ڪي موج آئي ري،
سوج آڙاوي وشن پيارا، فصل بهار اب آئي ري.
۲. ليلارام برش هر روپي، وشن اوتار ڪي بالني ري،
هرچنداء سرچند اوڌو، سهي وشن سرلائي ري،
کيلن هوري ڪرن اوچارا، فصل بهار اب آئي ري.
۳. ڪيموداس جس مل ملڪر، هولي آن رچائي ري،
ساڌو سنمه سبي هوش کيلين، واه، واه، ڌم مچائي ري،
شوق سي لب سب ڪرن للارا، فصل بهار اب آئي ري.
۴. نهال لال ڪي سب شهزادي، هوري موج آڙائي ري،
گلاب داس گوبند گر ان ڪا، جس سنگ مليوڏائي ري،

سائين غديءَ جي ورسي، هر سال، ڪراچيءَ ۾، ڏواي گهاٽ وٽ، سندس مقبري تي ملهائي ويندي آهي.
سيٺ وشنداس جي شان ۾، سائين غديءَ جي چيل، ڪلامن مان ڪي، هيٺ ڏجن ٿا:

## ڻوهري (راڳڻي پيلو)

(طرز: ٻتادي سکي ڪون گلي گيو شام)

لو ماڄهو والو آج ٻراٿ ٿهي، آج ٻراٿ ٿهي.

انترو

١. سري وشن جي ني جنم لئي هين، رت آني جگ مين لئي.
٢. لهالچند گهر جو چندر مان نڪسا، ربن الداري گئي.
٣. نهالچند گهر اب لوٽمن ٻاجن، ٻاجت ڊيول ڪئي.
٤. ماڻڪ موتي هندولن لاڳي، جهولت وشن سئي.
٥. ڪلجگ مين وشن اوتار آيو، خوشيان مداوين سڀئي.
٦. سند سڪل دک روگ سي ڇوٽي، مڪتي جگت ڪي ٿهي.
٧. سائين غدي چلو وشن دواري، مالڳهو دان سهي.

## ڻوهري (راڳڻي ٽلنگ خورشيدي)

(طرز: ايڪ چتر نار ڪر ڪر سنگار)

تورا وشن شام جگ مين لام،
ٽولي ليڪ ڪام ڪئي صبح و شام،
ٽولي هر ڪي نام ڏن تن من ديو.

موقعي تي، ٿيماڻي وسين ۾ (مٽيارن واٽهو)، جتي گرو
برهمس ۽ سيٺ لهاڇند جون سماڌيون آهن، هر
سال، شاندار ميلو لڳندو هو. ميلي تي، اعليٰ درجي جي
سنگيت ۽ راڳ جو پروگرام ٿيندو هو.

وشن سڀا جا شاعر، هندو ۽ مسلمان، ٻئي هئا. اڪثر
ڪري، اردوءَ ۾ شعر چوندا هئا. ڪڏهين، هندو پڻ
پڻ ابيدا هئا ۽ هنديءَ ۾ ڪوتائون چوندا هئا.

وشن سڀا جو مکيه ۽ مشهور شاعر، محمد عبدالغني صاحب
هو. سندس تخلص "سائين غني" هو. هي صاحب، پنهنجي
تخلص سان مشهور ۽ هاڪارو هو. اردو، پارسي ۽ عربي علمن
۾ ماهر هو. صوفيائي طبيعت جو سائين هو.

سنه ١٨٩٧ع ۾، ڪراچيءَ ۾ پليگ جي لڳري مرض منهن
ڪڍيو، ۽ "سائين غني" به مرض ۾ اچي ڦاٿو.
ڪيس، سيٺ وشنداس واري پليگ اسپتال ۾ کڻائي آيا،
جتان شفا حاصل ٿيس. انهيءَ بعد، سائين غني، سيٺ
وشنداس جي حاضريءَ ۾ رهندو آيو. وشن سڀا جو
مکيه شاعر هو ۽ شاندار ڍنگ ۾، شاعراڻي طبيعت
آزمائي ڪندو هو. صوفي درويش ۽ انگهٽي هو. سيٺ
وشنداس وٽان، ويدائين وڏا مان اڪون پيتائين.

سائين غنيءَ، اردوءَ ۾، وڏا ڪتاب لکيا، جن مان
"وشن گنج" ۽ "مثنوي عالم فيض" مشهور آهن.
اهي ڪتاب، سيٺ وشنداس، پنهنجي خرچ تي ڇپائي،
ادب جي شائقن کي سوکڙيءَ طور ڏنا.

ٽنگيل هيون. ڇت ۾ شيشي جا وڏا جهاڙ لٽڪيل هئا.
زمين تي فرش وڇيل، جن مٿان غاليچا پٿاريا ويندا هئا.
هال جي وچ ۾، غاليچن تي، گويا ۽ ساز پيندڙ وغيره
ويهندا هئا. سامهون آرام ڪرسيون، ۽ ان پاسن کان
ڪرسيون لڳل هونديون هيون. راڳ محفل جو ڪم
شروع ٿيندو هو، ته اوائل ۾، وشن سڀا جو شاعر، وشن
گدبچ مان ڪي شعر پڙهندو هو، يا ڪو نئون ناهل
شعر چوندو هو. انهيءَ بعد، سڀا ۾ ڪو ٻاهريون شاعر
آيل هوندو هو، ته هو صاحب، پنهنجي شاعري سان،
سڀا کي وندرائيندو هو. جنهن بعد، مکيه شاعرن جا
چيدا ڪلام پڻ اُچاريا ويندا هئا. شاعريءَ جي دور بعد،
راڳ روپ جي محفل شروع ٿيندي هئي. گويا، پنهنجي
آلاپ سان، واهه جي موج مچائيندا هئا. پڇاڙيءَ ۾ مجرو
ٿيندو هو، جنهن ۾ نامريون ڪنجريون اچي ناچ ڪنديون
هيون. وشن سڀا ۾ اچي، پنهنجو فن ڏيکاري، ڪاميابي
حاصل ڪرڻ لاءِ، هر ڪا ڪنجري سڌ ڪندي هئي.
جنهنکي اهڙو موقعو نصيب ٿيو، تنهنکي ڄڻ پنهنجي، فن جو
سرٽيفڪيٽ ملي چڪو ۽ سندس ناماچار وڌي ويندو هو.
ڪراچيءَ ۾، وشن سڀا جا دروازا هفتي ۾ ٻه ڏينهن،
عام لاءِ کليل رهندا هئا. جن کي راڳ ۽ گائڻ جو شوق
هوندو هو، سي اچي، لطف وٺندا هئا. اهڙيءَ طرح، سيني
پيمانن تي، وشن سڀا جو پروگرام، عام ماڻهن لاءِ پڻ ٿيندو هو.
مالجهوءَ ۾، سندس باغ ۾، الب جي وڻ هيٺان؛ ۽ وشن
اڳ ۾، حيدرآباد ۾، ٻاڪ جي مٿهه هيٺ. هوليءَ جي

۽ سندن زبردست ۽ هلندا هئا. هو راسا جون وشن سبها ۾، راڳ جي محفل ۽ مجرو جاري آڻي ويندا هئا.
وشن سبا ۽ وشن دربار جو بيان، سيٺ سرچند جي هيٺين ڪافيءَ مان، چٽيءَ ريت تو معلوم ٿئي.

## ڪافي (سارنگ)

وشنو ڪي دربار ڪا، ذرا بيان سنو لو،
بيان سنو لو، ذرا سبان سنو لو.

۱. تاج تشري، شان اميري،
وشنو ڪي سرڪار ڪا، ذرا بيان سنو لو.

۲. موج مزي مين، اپني وشن جي،
مالڪ خود اسرار ڪا، ذرا بيان سنو لو.

۳. گائي بجائي والي بيان هئي،
طبلچي هر تار ڪا، ذرا بيان سنو لو.

۴. تاج طوائف وهه پي هئن موجود،
عجب خوش رفتار ڪا، ذرا بيان سنو لو.

۵. گولا گالا دوس وشن ڪا،
پتي گوهر دار ڪا، ذرا بيان سنو لو.

ڪراچيءَ ۾، لکميداس سٽريٽ ۾، مهري ويندر ناوو پرسان، سندن رهڻ واري جاءِ ۾، هيٺ، هڪ وڏو، ناهوڪو ۽ سينگاريل ”وشن سبها“ هال هو. هال جون ديوارون، رنگين رنگ سان، جهڪا پيون ڏيندڙيون شيون. پتين ۾، وڏيون مورتون ۽ شاهي آرسيون

## سيٺ وشنداس نهالچند

### اوائلي جيون

سيٺ وشنداس جو جنم ڳوٺ ماتيجو، تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾، آکاڙ مهيني، سنبت ۱۹۰۰ وڪرمي برابر عيسوي سن ۱۸۴۳ ۾ ٿيو.
سن ۱۸۴۳ع ۾، ٽالپرن جي حڪومت پوري ٿي ۽ سنڌ ديس تي، ڌارين حڪومت، انگريزن جو راڄ شروع ٿيو. سر چارلس نيپئر، انگريزن جي جنرل، ٽالپرن کي مياڻيءَ ۽ دبي وارين جنگين ۾ شڪست ڏيئي، انگريزن جي حڪومت قائم ڪئي.

وشنداس جي جنم وقت، سندس پتا جي گروءَ، برهمڻ مهراج، اڳڪٿي ڪئي، ته بالڪ جو آئنده نهايت روشن آهي. وڏي ۽ شاندار اوسٿا ماڻيندو، جس ڪمائيندو، نامور هستي بڻجي ناما چار پائيندو ۽ هڪ مها پرش ٿيندو. جنهيءَ ڪري سندس نالو ”وشنو“ گروجن ئي رکيو.

ٻن سالن بعد، سيٺ نهالچند کي، ٻيو به پٽ ڄائو، جنهن جو نالو ليلارام رکيو ويو. ماڻهن کي، وڏيءَ اوسٿا ۾، سڪي چانور ٻار ڄڻيا، سو ڏاڍي لاڏ ۽ ڪوڏ سان نپايا ۽ پاليا ويا. ننڍي هوندي کان ئي، ٻئي ڀائر پتا جن جي سنگ ۾ رهيا. هڪ ڪامل پرش

ستگرو، جن جو پرڪاش، سورج جهان، ساري جڳت ۾ آهي، سي، پنهنجي شش کي سڃاڻپ ڪري ۽ جاڳائي، پنهنجي سچي سروپ سڃاڻڻ جو پوت ۽ گيان ڏين ٿا.

جڏهن، ستگرو جن، پنهنجي شش کي، پرماتم جي سچي راهه سمجهائين ٿا، تڏهن، شش جي درشٽيءَ ۾ ڦيرو آڻي، ڪيس نهال ڪري ٿا ڇڏين.

ستگرو گلابداس مهراج چون ٿا ته اهڙيءَ منزل تي، شش کي، آتما جو اهو آنند حاصل ٿئي ٿو ۽ هو پنهنجي سچي سروپ کي ڄاڻي سگهي ٿو. سندس سڀئي مان، شڪ ۽ شنڪائون دور ٿي وڃن ٿيون ۽ هو، هر حال ۽ حالت کي، سمان ۽ ساڳي درشٽيءَ سان ڏسڻ لڳي ٿو.

لالڪ رام، چنوريءَ وارو؛ ڀڳت جسومل ۽ سندس پٽ آتمارام،
ٻڍاٻور وارا؛ ڀڳت آتمارام، ڦليليءَ وارو؛ ڀڳت راءِ سنگ،
کهڙي جي ڳوٺ وارو؛ ڀڳت لالڪ رام ڪٽي، شهداد پور جو؛
ڀڳت موٽومل، نوابشاه وارو؛ ڀڳت ايسرداس ٽارا چند،
حيدرآباد وارو؛ چيتن ڀڳت سکر وارو؛ ٺاڪو ميگهوار ؛
ٽوپڻ سولا وارو؛ وغيره. انهن سڀني جا ورڇي، اليڪ ٻيا چيلا
۽ شش اٿيا. اهي سڀ، ستگورو گلابداس جن جي گيان ساگر
۾ ٽٻيون هڻندا رهيا ۽ ماڻڪ موتي لال سوجهيندا رهيا.



ڀڳت چيتارام کوکرن پيڙيءَ وارو



ڀائو صاحب سولرام



سائين لوک سنتداس



ڀڳت چيتارام ابجيءَ وارو



ڀائو صاحب سدا آنند



ڀائو صاحب رٿوکارداس

ستگرو مهراج ٻال برهمچاري هئا. سندن چولي ڇڏڻ
بعد، سندن آڳيا پٽاندر، مهراج هرگوبند صاحب گاديءَ
تي براجيا. ستگرن، مهراج هرگوبند صاحب کي اندين ٻن
ڪان وٺي، پنهنجو ڪري پاليو هو. پنهنجي سنگ ۽
۽ رنگ جو، مٿس خوب اثر اڳايو هئائون. مهراج هرگوبند
صاحب اوچ منزل تي رسيل هئا ۽ پورن سنت هئا.

مهراج هرگوبند صاحب کان پوءِ، سندن فرزند مهراج
تيغ بهادر جن گادي نشين ٿيا ۽ جن بعد سندن فرزند،
مهراج اندر بهادر جن برجمان ٿيا. هن وقت، مهراج جگجيت
بهادر براجيل آهن. ۱۹۴۷ ۾، ملڪ جي ورهاڱي بعد،
چنيانوالا دربار پاڪستان ۾ اچي ٿي وئي. پنجاب مان،
سخت فسادن ۽ خونريزيءَ سبب، اڏ پلاڻ ٿي. الهي
اڏ پلاڻ جي دور ۾، دربار صاحب چنيانوالا مان لڏائي،
راجستان جي ڪنهن شهر ۾ قائم ڪئي وئي آهي.

ستگرو گلابداس مهراج جا اٽڪل سو ڪن شاستر رچيل
آهن. انهن سڀني جو هڪ ئي ڪو گرانٿ ٺهيل آهي. اهو
گرانٿ دربار صاحب ۾ رکيل هوندو آهي. انهن شاستن
مان، مکيه شاستر گلاب چمن، اپديش بلاس، اليءَ گرج،
گلاب گيتا، جاپ صاحب، سي حرفي، بارهن ماهه، وغيره
آهن. انهن مان، فقط، ”گلاب چمن“ ڇاپي هيٺ آيو آهي.
گلاب چمن، گرمکي ۽ اردو ٻولين ۾، پنجاب ۾ ڇپيو. هي
اموله گرانٿ سنڌيءَ ۾ بہ ڇپايو ويو آهي. هن گرانٿ جا
وچن جنسي امله ماڻڪ آهن جي ڪوتا جي مالها ۾، دوهرن،

طالب ڪوي، وٽس آيو ۽ سندس قدمن ۾ رهي، آتمڪ گيان ۽ روحاني راز مان پڪو ٿيو، اُپديش پرائي، مهنجو جيون سڦلو ڪرڻ لڳا.

جلدي، چنبالوالا ۾، هڪ شاهي دربار ٺهرائي وئي، رهڻ لاءِ جايون اڏيون ويون ۽ سڀني لاءِ ڪاڏي پيتي جو بندوبست ڪيو ويو. لنگر جاري رهندو هو. وڏي شاهي دربار ٺهيءَ ۾ اچي ويٺي ۽ سڀ ڪم ليبر انوسار ٿيڻ لڳا. دربار لاءِ، اتي سڀ سدا آيا ۽ واڌارا، پاٺ مراد ٿيڻ لڳا. سنگتون جا شش ۽ شرڌالو، ڏينهون ڏينهن وڌڻ لڳا. دربار جو سمورو بندوبست، الهن ٿي پاڻ ٿي همراهه ڪري ڇڏيو.

سنگرو هن، پاڻ له سدائين لچ الله ۾ مست ۽ مگن رهندا هئا. ڪنول جي گل جيان نراسپ رهندا هئا. جگياسن ۽ پريمي پرشن ڪي لچ ودانت جي گهڻاڻدرن ڳالهين کان واقف ڪري، اپديش ڪندا رهندا هئا. اهڙيءَ ريت، انيڪ پريمي ۽ پياسي انسان، سنگرون جي چرڻن ۾ رهي، ڏاڏا جي سمسن، پرمن ۽ قطن جي ڦاهيءَ کان ڇٽڪي آجو ڪري، اوديا ۽ اگيان جا پردا دور ڪري، پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي، سچي سروپ جي جوت جو پرڪاش پسندا رهيا.

پورا ٦٠ سال، سنگرو هن، اهڙيءَ دربار صاحب ۾ رهيا. سنمت ۱۹۳۱ برابر سن ۱۸۷۴ع ۾، بدي مهني جي ۱۹ تاريخ، ۱۵۱ ورهين جي اوسٿا ۾، استول سرير تياڳي، پنهنجي سروپ ۾ سمائجي ويا.

ستگرو مهراج ٻال برهمچاري هئا. سندن ڇولي ڇڏڻ بعد، سندن آگيا پٽاندر، مهراج هرگوبند صاحب گاديءَ تي براجيا. ستگرن، مهراج هرگوبند صاحب کي ننڍي پڻ کان وٺي، پنهنجو ڪري پاليو هو. پنهنجي سنگ ۽ ۽ رنگ جو، مٿس خوب اثر لڳايو هئائون. مهراج هرگوبند صاحب اوچ منزل تي رسيل هئا ۽ پورن سنت هئا.

مهراج هرگوبند صاحب کان پوءِ، سندن فرزند مهراج لعل بهادر جن گادي نشين ٿيا ۽ جن بعد سندن فرزند، مهراج نند بهادر جن براجمان ٿيا. هن وقت، مهراج جگجيت بهادر براجيل آهن. ١٩٤٧ ۾، ملڪ جي ورهاڱي بعد، چنيا نوالا دربار پاڪستان ۾ اچي ٿي ويئي. پنجاب مان، سخت فسادن ۽ خوارازيءَ سبب، لڏپلاڻ ٿي. انهي لڏپلاڻ جي دور ۾، دربار صاحب چنيا نوالا مان لڏائي، راجستان جي ڪنهن شهر ۾ قائم ڪئي وئي آهي.

ستگرو گلابداس مهراج جا اٺڪل سو ڪن شاستر رچيل آهن. انهن سڀني جو هڪ ئي گرانٿ ٺهيل آهي. اهو گرانٿ دربار صاحب ۾ رکيل هوندو آهي. انهن شاسترن مان، مکيه شاستر گلاب چمن، اپديش بلاس، انيءَ گرج، گلاب گيتا، جاپ صاحب، سي حرفي، بارهن ماها، وغيره آهن. انهن مان، فقط، "گلاب چمن" ڇاپي هيٺ آيو آهي. گلاب چمن، گرمکي ۽ اردو ٻولين ۾، پنجاب ۾ ڇپيو. هي اموليه گرانٿ سنڌيءَ ۾ پڻ ڇپايو ويو آهي. هن گرانٿ جا وچن جنسي امليه ماڻڪ آهن جي ڪوتا جي مالها ۾، دوهرن،

طالب ڪيو، وٽس اچي ۽ سندن قدمن ۾ رهي، آتمڪ
گيان ۽ روحاني راز مان پڪون ٻي، اُپديش پرائي،
پنهنجو جيون سڦلو ڪرڻ لڳا.

حلدي، چنيالوالا ۾، هڪ شاهي دربار ٻڌائي وئي.
رهڻ لاءِ جايون اڏجي ويون ۽ سيوي لاءِ ڪاڏي پيتي
جو بندوبست ڪيو ويو. لنگر جاري رهندو هو. وڏي
شاهي دربار هستيءَ ۾ اچي وئي ۽ سڀ ڪم نيم اوسار
ٿيڻ لڳا. دربار لاءِ، اهي سڀ سڌارا ۽ واڌارا، پالمرادو
ٿيڻ لڳا. ستگرن جا شش ۽ شردالو، ڏينهون ڏينهن
وڌڻ لڳا. دربار جو سمورو بندوبست، انهن ئي پاڻ تي
هموار ڪري ڇڏيو.

ستگرو جن، پاڻ نه سڏائين، ننج آنند ۾ مست ۽ مگن
رهندا هئا. ڪنول جي گل جيان اُراميپ رهندا هئا.
جگياسين ۽ پريمي پرشن کي ننج ويدانت جي گجهالدرن
ڳالهين کان واقف ڪري، اپديش ڪندا رهندا هئا.
اهڙيءَ ريت، الک پرامي ۽ پياسي انسان، ستگرن
جي چرڻن ۾ رهي، دنيا جي سنسن، ڀرمن ۽ قططن جي
ڦاهيءَ کان ڇالڪي آجو ڪري، اوديا ۽ اگيان جا پردا
دور ڪري، پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي، سچي
سروپ جي جوت جو پرڪاش پسندا رهيا.

پورا ٦٠ سال، ستگرو جن، انهيءَ دربار صاحب ۾ رهيا.
سنمت ۱۹۳۱ برابر سن ۱۸۷۴ع ۾، لڏي مهيني جي
۱۹ تاريخ، ۱۵۱ ورهين جي اوستا ۾، استول سرير تياڳي،
پنهنجي سروپ ۾ سمائجي ويا.

ٻداس مهراج جي ملاقات سنڌ جي ٻيائي گهوٽ، اهه عبداللطيف صاحب سان ٻڻ ٿي هئي. انهي وقت، شاهه صاحب وئراڳ وري ۾ ورتل هو؛ پٽ جهڙي ٻڪلي آستان لي، اُپاس ۾ محو هو. شاهه صاحب ڪي سگهيو ته سنڌس گڏجاڻي ڪئين پورن ٻرک ۽ ڪامل انسان سان ٿي هئي. ڪجهه عرصو ٻاڻ ۾ گڏ رهيا ۽ خوب روح رهاڻ ڪيائون.

سنڌ ديس ۾ اچي، ستگرو گلابداس جن، سکر جي ساڌ ٻيلي واري، سري ٻنکنڊي مهراج کي ا، الام دان ڪيو هو. ستگرن جي، آتم وئراڳ وارن ٻرهمي ٻرشن لي، هميشه ڪرپا ٿيندي هئي. ٻنکنڊي مهراج ٻڻ اتم وئراڳي ٻرشن مان هڪ هئا.

اهڙي ريت، ستگرو گلابداس جن، رمتو جوڳي بڻجي، لڳا ٽاٿ ٨٠ ورهيه، دنيا جي دور ديسن جو سير ۽ سفر ڪري، روحاني رازن ۽ رمزن جو اونهو اڀياس ڪري، آتمڪ رنگ ۾ رچي راس ٿي، وڪرمي سنبت ١٨٧١ برابر عيسوي سن ١٨١٤ع، ڳوٺ چنيالوالي (ضلع ڪسور، پنجاب) پاهران، اچي پنهنجو ڏيرو ڪيو.

مهراج جن جي آتمڪ تيج ۽ روحاني طاقت جي ڪشش ڪري سارا انسان، پاڻمرادو ڇڪجي، درشن جا پياسي ٿي، دربار ۾ اچڻ لڳا. ستگرن جي مهما جي سگند چوڌار ڦهلجڻ لڳي. ڪتان ڪتان جا سالڪ ۽

# سري ستگرو گلابداس مهراج

ستگرو گلابداس مهراج جن، وڪرمي سنبت ١٧٨٠ برابر عيسوي سن ١٧٢٣ ۾، ڀڊي مهيني جي سهائي اشٽمي، ٻڌر ڏينهن، ڳوٺ ڙنول، لڙن تارن اسٽيشن جي ويجهو، ضلع امرتسر ۾، هڪ وڏي زميندار ڪٽنب ۾ جنم ڌاريو. سندن پتا جو نالو ڌاريو امرا صاحب ۽ ماتا جو نالو ماتا ديسا هو.

ڄاڻي ڄم کان، سندن رهڻي ۽ ڪهڻي، وهنوار ۽ عجب هئي. الهيءَ مان، اها ٻرڪ ٻچي ٿي سگهي نه هي ٻالڪ جن، وڏي هوادي، مها ٻرش ۽ مهاتما ليندا. يا رلهن ورهين جي اوستا ۾، گهر ۽ ڪٽنب جو تياڳ ڪري، سنسار جي سير ۽ دليا جي رٽن لاءِ اڪري اروار ٿيا. دور دور ديس ۾، سندن وڃڻ ٿيو. دنيا جو چڪر هنيائون. پارس جي ڪنڊ ڪڙڇ گهميا. سپ تيرٿ آستان پيٺائون. هرهنڌ مهاتمائن، سنت پرشن، اوليائن، عالمن ۽ عارفن سان سندن ڪڏهن ۽ واڻ ماڻ ٿيو. انهيءَ سنگ ۽ صحبت ۾، گيان وگيان پراپت ڪري، اڙ ٿيا.

انهي ڙنن واري عرصي ۾، ستگرن جو، اسا جي سوانهاري سنڌڙيءَ ۾ پير اچڻ ٿيو. سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ وارو سمو هو. جنهن ۾ اچي اُن ستگرو

## سيٺ نهالچند لکميچند

سيٺ وشنداس انهي موجب عمل ڪيو. جڏهن
چيلن، پنڊتن ۽ ٻين اڳيان سماڌ کولي ويئي ته چون ٿا
ته سرير جي حالت ساڳي هئي جهڙي ديهانت وقت
هئي. ڪريا ڪرم ۽ وڌيءَ سان، سرير کي ڪٽائي، مهراج
پرمهنس دربار صاحب ۾ آندو ويو ۽ گرو مهراج جي سماڌ
ڀرسان، ٻي سماڌ جوڙي ويئي. اهي سماڌيون، دربار
صاحب ۾، اڃان تائين قائم آهن.

ماستر آسومل (حق موجود) ھالڻ واري، شروعات ۾ ٿهال لال وٽ گيان ورتو. پوءِ صوفي رنگ ۾ رڱجو.

سنتن جي شجري جو هڪ عجب مثال هي ڏجي ٿو: ٿهال لال جو مرشد ٿيو ٽيل شاهه، جنهنجو شش ٿيو پارو شاهه. پارو شاهه جو چيلو ٿيو ڀائي وسٽرام، جنهنجو وري سنگي ٿيو ڀائي سترامداس. ڀائي سترامداس جن جو شش ٿيو امر شهيد، ڀڳت صاحب ڪنور رام.

ٿهال لال، سنبت ۱۹۲۲ وڪرمي ارار عيسوي سنہ ۱۸۶۵ ۾، ٦٧ ورهين جي اوستا ۾، ديهه تياڳي. سندس ديهانت وقت، اهو سوال اٿيو ته سندس سرير جو اگني سنسڪار ڪجي يا پرٿوي سمادي ڏجي. ششن ۽ سنگين جي راءِ هئي ته سمادي ڏجي ۽ هندن ۽ سوڍن جي مرضي اگني سنسڪار ڪرڻ لي هئي. اهي ردبدل جي وچ ۾، سڀني ويلن کي انهن پاسڻ لڳو ته ڀڳت ٿهال لال اٿو بولي ته "ڇو اگهالي ٿيا آهيو؟ آتما امر آهي. سرير مٽيءَ جو پتلو آهي ۽ ناسولمد آهي. اگني سنسڪار ڪريو يا سمادي ڏيو، ڳالهه مڙيئي هڪ آهي."

ردبدل دور ٿي ويئي. سڀني گڏجي، وڏيءَ ۽ شرڌا سان، سندس باغ ۾، سمادي ڏني. ڪجهه سالن بعد، باغ کي درياهه پاڻ لڳو. سيٺ وشنداس کي سپنو آيو ته "اها سماڌ کولي، ٺماني وسيءَ واڄهو، مهراج پرمهنس جي دربار صاحب واري باغ ۾، مهراج پرمهنس جي سماڌيءَ پرسان ٺاهي وجي."

## سيٺ نهالچند لکميچند

### شبد

جي ٽوڪي پياس پسڻ جي، لهرون لڳي آءُ، لڳيندو آءُ

۱. ڪپڙ نہ چولڊو ٽوڪي ڪين ڪي،

جي ٽوڪي سچ جي سهٽاهہ.

۲. ڪڇ ٽاڇ ڪنهن سان ڪينڪي،

ڪنهن ڪي ڪين سٽاهہ.

۳. د ٻر دوس د رٻاهہ ۾، ڪل قادر ڪي آهہ.

۴. ديواداس سهي ڪيو، معلم مون من ماهہ.

### شبد

ستگورن جي شبد جو، جڳهن جي جيءَ ۾ جادو اڳو.

۱. ڳڻي الڊيري راتڙي، دپڪ گيان جو گهر جڳو،

صحي سچائر سو ٻرڻ، لوچي الڊم مانت سڳو.

۲. ٻواو ٻرم هي ڊڳهہ جو، ڏورهون ڏسي گهر ڪان ٻڳو

جاڏي ڏسان ٽاڏي پسان، سڀ ۾ ڏسان صاحب رڳو.

۳. ٻدان ٽالي الم جي، مالڪ پسون جهڙو ڀڳو

ديواداس ساچا سمجهہ ٽون، جاڳي ڏٺو ٻيچو اڳو.

ٻائي شڪر ٻارٽيءَ ٻڻ، انڊي هولدي، ٻهرٻور
ن، لهال لعل ڪان ورتو. ٻوءِ ڪاشيءَ وڃي رهيو
سنسڪرت جو اڀياس ڪيائين ۽ "ٻارٽي" سنسٽا
سماجي ٿيو. سندس آستان شڪارپور ۾ آهي.

مان ھڪ ھو. سدس ڪلام ڏرڏ ڀريو آھي. ڀيھجي مرشد لاء ھيٺين ڇيو الس:

سڀ سالين لعل لڳال، ڏرڏ منھنجي جون ڏالھون،
ڏرڏ منھنجي جون ڏالھون.

۱. لهر طلب آهي مرشد لڳھنڌي،
ڪالوي ڏ ڪاڻ مولکي ڀي ڪنھنجي،
لڳي حاصل حق حلال.

۲. مڪرم ڪري ڪر مٿو مٿي مون،
واھ وسيلو لسرمه آھين لون،
ڏرڏ ڪنج آھين ڏبن ڏيال.

۳. عهد اوھاڃي ڳولن جو ڳولو،
ڏون جو لون لاھج پسرم پولو،
لڳي مرشد ڀيھجو ڀال.

ھندن ۾، جي سمع برش، ڀڳت لڳال لال جا شش لڳا، لن مان، ڪي ھي ھئا: شرڀومل اصل وڀٽل ڀاڳنار جو ھو، جو ڀره ماڇھوءَ ۾ اڀجي رھيو. ڀڳت ڀارومل، اوائلي عمر ڀرو خاص جو رھندڙ، ڀوءِ ڪتب سوڌو اڃي ڪوٽڙيءَ ۾ رھيو. ڀڳت امرتومل وڀٽل ڀچن جو. ڀڳت ڏيراداس ماڇھندن وارو. (ڀاڻي شڪر ڀارلي شڪارپور واري جو ڀاءُ). الھن سڀني صاحب ڇڳي وائي ڇڳي آھي. سند ۾، سندن ڀڻ اليڪ شش لڳا آھن.

ڀڳت ڏيراداس (ڀالي شڪر ڀارلي جي لنڌي ڀاءُ) حس وائي لھاھه رس ڀري آھي. سندس ٻه شبد حيث ڏجن ٿا:

حالت ۾، کيس ڪنهن هند اچلايو ويو. ۽ چوٽي آهي ته
"جنکو راکي رام، اسکو ماري ڪون؟" الهي ماجرا
جي سيٺ ٿهالچند کي سڌ پيئي ته هن کيس ڪٽائي آيا.
سندس علاج ڪرو ويو ۽ شفا حاصل ٿي. اوبو ٺيڪ ٿي،
سيٺ ٿهالچند کيس چيو ته "هاڻ تون ٻچو آهين تنهن
ڪري تنهنجو نالو ٻچل شاهه رکجي ٿو. هاڻ تنهنجو وار به
وڌڻو نه ٿيندو."

ٻچل شاهه سنڌي ۾ چڱو ڪلام چيو آهي. هڪ ڪلام
۾ چئي ٿو:

رام ڀڄن گن گايو، سهجي سک پايو،
آتم پد کون ڪوئي سمجهن، ڏرجن ڏک پايو،
ديکوا سان اوتس ڪوئي ديکو، ڪال ڪنٽڪ جڳ ڪايو،
داس ٻچل ۾ ڪرپا ڪيتي، من ڪوجن تن پايو.

هيٺيون سنڌي بيت پڻ مشهور آهي:

دليا دور لڳي داد لي، وئشا والگر ٿي،
سهسين رنگ تماشا ڪري، باز ٻري ٿي،
ٻچل ڪنهن سورمي سڃي، ڪپها ڪمپ ڪمپي جا

ٻين مسلمان مريدن مان، راڻيپور ڳوٺ جا ٻه سيد
جي وڏا زميندار پڻ هئا. هڪ هو عبدالعزيز شاهه ۽ ٻيو
ٻريل شاهه. هنن صاحبن پڻ ڪلام چيو آهي ۽ پنهنجي مرشد
ڀڳت نهال لال جي ساراهه ڪئي آهي.

عبد نهايت درديلو فقير هو. هي درويش مانجهو
ليکو جو رهندڙ هو. هي پڻ سيٺ ٿهالچند جي مريد

ماڻهن ۾ ٿيون. سيٺ لهالچند جا سڀئي الهي وقت ۾، ماڻهن جا وڏي هستيءَ ۽ هلنديءَ وارا سڀئي هئا. سندن زور سمنڊ لڏڻ هلندو هو.

سيٺ لهالچند انهيءَ سادگيءَ واري جيون گهاريندو هو. انهي چوٽيءَ موجب پوريءَ ريت هلڻ ۽ عمل ڪندو هو ته "هندن ڏجي حبيب کي، لک ڪڏجن لوڪ." ساڻ سنگت جي رلنڪ ۾ رچي راس ٿيو هو. عام رهڻ ڪهڻ سيٺ لهالچند ڪري سڏبدا هئا، پر هاڻي ڪيترا سڄڻ ڪهڻ پڳڻ لهال لال چوڻ لڳا. پڳڻ لهال لال جي سنگ ۽ رلنڪ ۾، ڪيترا سارا رچ مڙس، هندو ۽ مسلمان آيا ۽ سندس شش ۽ مريد ٿيا. مطلب ته سيٺ لهالچند "ڪاڻي ڪاراڻي سڀ ڪسي محبت مٽائي" واري ڪار اختيار ڪئي هئي. ٻاڻ ۾ جيو الس:

"درهم ٻاغ ٻلاس ۾، ڏسو ٻاغي ٻاڻي،
ولي گيان گروءَ کان، چشمو چاڙهائي،
چم جو چيرائي، ته لهال ميوا ماڻ ٿون."

سيٺ لهالچند جي مکيه مسلمان مريدن مان، هڪ هاڪارو درويش ۽ شاعر، ٻچل شاهه هو جنهن جي آرامگاهه سکر ۾ آهي ۽ جتي هر سال ميلو لڳندو آهي. ٻچل شاهه جو اصلي نالو ٻيو هو. هي درويش، سيٺ لهالچند جي رلنڪ ۽ اثر هيٺ اچي، آزاد خيال ٿي ويو هو، جا ڳالهه ڪٽر ۽ تعصبي ماڻهن کي نه وڻي. هو تعصبي طاقتن جو شڪار ٿيو ۽ متس زوردست مارڪٽ ڪئي ويئي. مرٽينڪ

مهراج پرمهنس جي، ڪجهه سال، باغ ولاس ۾ رهيا. انهيءَ بعد، متبارن جي واجهور، ٽيمانيءَ وسيءَ باعمران، سيٺ ليالچند جي ٺهي هڪ باغ ۾ رهڻ لڳا. باغ ۾ ايڪالمه جو واڳو معدل هو. پرمهنس مهراج جي مهما وڌندي وئي ۽ ڪيتي ڪشي جا ڪيماسو ۽ پرامي پرش وٽن اچڻ لڳا. ست سنگ جي ڌم چالو هوندي هئي. باغ ۾ ڪيترين جاين لهي وڃڻ ۽ هڪ خاص دربار ٺهي پئي.

مهراج پرمهنس جي جا، سنڌ ديس ۾، هينيان مکيه شش ٿيا. سيٺ ليالچند، ڀگت جينارام (ڪوڪرن وارو)، ٻالو گوال لال (سولهن جي ڳوٺ وارو)، ڌيمراج پرهڻ (معمارن وارو)، ٻانو شيوارام (حڪيم دلو سنجهوري وارو)، ٻانو ڏرمداس (ڪنڊو سالري ڳوٺ وارو). انهن صاحبن جا وري اليڪ ٻيا چيلا ۽ شش ٿيا. هي سڀ ٻالڪي گلابداسي سڏائيندا آهن. گلابداسي، ٻاون ۽ ٻالڪن کي ڪ مڃيندا آهن. سنتن ۽ پرمن کان آجا رهي، سڏائين آزاد خيال رهندا آهن. ويدانت جو اڀياس ڪندا آهن ۽ سنتن ۽ ڀڳتن جون واڻيون اچاريندا آهن.

سنبت ١٩١٤ وڪرمي جي ڪاتڪي مهيني ۾ (عيسوي سن ١٨٥٧)، مهراج پرمهنس جن جو چولو ڇڏيو، سندن سماڌ ٽيماني وسيءَ واري باغ ۾ ٺاهي وئي. انهي باغ کي دربار صاحب مهراج پرمهنس جي ڪري سڏيندا آهن. ٻارهين ٻارهين مهيني، دربار صاحب ۾، وڏو ميلو لڳندو هو.

سنبت ١٨٩۴ وڪرمي برابر عيسوي سنہ ١٨٣٧ ۾، ستگرو گلا بداس جن جي شش مان هڪڙو سنت مهراج، پرمهنس جي، رتن ڪندي، پنجاب مان ڪهي، اچي سنڌ ۾ اڪتا. سڄيءَ سنڌ جو سير ڪيائون. مالجهوءَ ۾ پڻ آيا. مالجهوءَ جو قدرتي نظارو ۽ باغ بلاس جو وايو منڊل واهہ جو وڻين. سيٺ نهالچند جو صدق ۽ وشواس ڏسي، مهراج پرمهنس صاحب ڪيس گيان جي ساگر ۽ معرفت جي مهراڻ مان، سچي گيان ۽ آتم ودّيا جون ڪون ڀاريون ۽ روحاني رنگ ۾ رڱي ڇڏيو. سيٺ نهالچند پنهنجي گروءَ ۽ ڪامل مرشد جي ساراهہ ۾ هيئن چيو آهي:

پرمهنس ڪلتار، اون گر لال نهال ڪا،
دانا ڏون دانار، آنند ڏيو ڏاڻ جو.

* * *

پرمهنس پرماتما، ستگر همرا شاهہ،
دانسون مل ٿئسا ڀلا، نهال بي پرواهہ.

* * *

نهال پريتم پرمهنس، ستگر همرا يار،
انتر گهاني مل رهيا، دکن دونن يار.

* * *

نهال پريتم پرمهنس، ستگرو همرا مت،
همري ٽپت بجهائڪي، دان ديت هئي نت.

"باغ ٻلاس" نالي سان ... هن باغ کي

... ڀدا هئا.

... سڌ پيدا هئا. سياڻڪ، ... اولاد نه ٿيو. ڪجهڙو عرصو اولاد نه ٿيو.

سيٺ لهالچند کي پيدا ٿيڻ لڳي. دلچوي

سندس اندر ۾، وئراڳ ورتي، ڪجهڙو لڳي ۽ من

ڏانڊي مان، سندس دل ۾ دلچسپي هو ڪجهڙو

جو لاڙو ڏرمي ڳالهين طرف وڌڻ لڳو. باغ ٻلاس ۾، وقت

وقت "باغ ٻلاس" ۾ گهارڻ لڳو. مهاتمائون اچي لهندا هئا.

۾ وقت، سنت، درويش ۽ مهاتمائون اچي لهندا هئا.

صبح شام سٽسنگ، هري ڪيرتن ۽ ڀڄن ٻاو جي

دم لڳي پيئي هوندي هئي. باغ ٻلاس، روحاني راڻن

۽ رمزن ٻروڙڻ جو، هڪ خاص مرڪز ٻڻجي چڪو هو.

ڪيترا سارا سالڪ ۽ ٻرهمي اچي ٻڪون ٻيهندا هئا.

سيٺ لهالچند ٻاران لنگر چالو هوندو هو ۽ هر ڪو آئل، دال

روٽي کائي ويندو هو. اهڙيءَ ريت، سيٺ لهالچند

پنهنجي جيوت ساڌ سنگت ۾ صرف ڪندو هو ۽ روحاني

ابياس ڪرڻ ۾ مگن رهندو هو.

اهڙي ڍنگ ۾ جيوت گهارڻ ڪري، سيٺ

لهالچند جو ڌيان ڏنڌي ۽ ڪارخانن ڏانهن گهٽجي ويو. لٽي

اهو ٿيو جو ڪيترن ڪارخانن جا ڪاموار آپ سوار ٿي ۽ ...

غرض ٻڌجي ٻيا. هو فقط پنهنجو شخصي فائدو ڏسڻ لڳ...

پوليس ۾ فائدو نه ڏيکارڻ لڳا. انهي سبب، ڪراچي...

لٽي ۽ چوري (پراڻي سڪر) وارا ڪارخانا ۽ ڪي

بند ٿي ويا. فقط ڪوٽڙيءَ جو ڪارخانو، ان...

نوابپور ۽ مالچهوءَ وارا هٽ ۽ باغ وڃي بچيا.

# سيٺ لهالچند لکميچند

سيٺ لهالچند جو جنم سنبت ١٨٥٥ وڪرمي برابر عيسوي
سن ١٧٩٨ ۾، مانجهو ڳوٺ، ضلع دادو ۾ ٿيو. لهالچند
ڀڄا جو هڪ ئي پٽ هو. سندس شادي، حيدرآباد
سنڌ ۾، سيٺ خوشالداس پارومل جي نياڻيءَ، چنبل ٻائيءَ
سان ٿي. سيٺ خوشالداس، انهي زماني ۾ حيدرآباد
جو هڪ نامور، بزرگ ۽ دولتمند واپاري هو. سندس واپار
ڏورانهن ديسن سان هلندو هو. لکنؤ، آگري ۽ دهلي ۾
سندس ڪوٺيون هيون.

انهي وقت، حيدرآباد جي پنچاين ۾، تمام عزت وارو
۽ وڏو گهر، مکي هيرانند ٽاراچند وارن جو سڏبو هو. ڪي
ٿورا عامل ڪٽنب پڻ هستيءَ وارا هئا. عاملن جو وڏو
حصو، ميرن ۽ ٽالپرن جي نوڪرين ۾ هو ۽ سندن پگهار
خسيس ۽ گهٽ هوندا هئا.

سيٺ لهالچند پنهنجو ابائو ڌنڌو ۽ ڪرت سنڀاليندو رهيو.
سندس ڪوٺيون پراڻي سکر، ڪوٽڙيءَ، ٺٽي ۽ ڪراچيءَ ۾
هيون. انهيءَ کان سواءِ ٻيا ست اٺ هٽ، مانجهوءَ، اتڙپور،
پيداپور، ٻدو ويراهه ۽ ٻين هنڌن هلندا هئا. مانجهو ڳوٺ ۾
ٻه باغ پڻ هئا، جن مان هڪ باغ چاليهن ايڪڙن ۾ هو. هي
باغ نهايت شاندار هو. منجهس قسمين قسمين ميوا ۽ گل ڦل

راجپوتانا، چنڌي، ڪڇ ۾ اچي وسيا. سندن واپار، هنڪيءَ رستي، راجپوتانا، ڪاٺياواڙ، گجرات ۽ سنڌ سان هلندو هو ۽ سمنڊ رستي، ايران ۽ عربستان سان.

سنڌ ملڪ، جڏهن مغلن جي هٿ هيٺ هو، ته ٻارواڻي ڪٽب جا وڏا، پنهنجي اصلوڪي وطن، سنڌ ۾ واپس وريا. لٽي لڪر ۾ اچي ڪرلي ڪوليالون ۽ ڪٽب سوڌو رهڻ لڳا. جلدئي، ڪيتري اندر ۽ ڪونڙيءَ ۾ ٻڌ ڪوليون وڌائون.

ڪلهوڙن جي راڄ ۾، خدا آباد سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو. سو هي ڪٽب، وڏي اچي، خدا آباد ۾ وسيو. انهيءَ زماني ۾، هن ڪٽب جو بزرگ سيٺ ساوڻ مل اڳواڻ هو. سيٺ ساوڻ مل وڏو واپاري هو. شرافڪو ڌنڌو زور هلندو هون. سندس ڪوٺيون سنڌ جي مکيه شهرن ۾ هيون.

انگريزن واري زماني ۾، اڄ لڳ جا ڪيترا سارا ڪٽب، سنڌ ۾ اچي وسيا هئا. شڪارپور ۾، اڄ جا ڪٽب مکيه شراف هئا ۽ ساهتيءَ ۾ مکيه واپاري. حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ پڻ وسندا هئا. زمينداري ۽ واپار سندن ڪرت هئي. ڪي سرڪاري عملدار ۽ ڪي وڪيل پڻ ٿيا. سنه ١٩٤٧ ۾، ملڪ جي ورهاڱي بعد، وري ۾ ڪين سنڌ مان لڏڻو پيو ۽ وڃي هندستان ۾ وسيا آهن.

ٻارواڻي ڪٽب مان، سيٺ اوڌوداس جا ٽي پٽ، سيٺ سکدار، سيٺ اچمل داس ۽ سيٺ رامچند، پنهنجي ڪٽب سميت، سنڌ ۾ وسندا رهن ٿا.

موٽي ويندو هو. انهيءَ زماني ۾، سنڌ، پنجاب ۽ پشاور
وارا پاڳا پٺاڻي مسلم حڪومت جو حصو ٿي ويا ۽ باقي
هندستان هندو راڄ هيٺ رهيو.

محمد غزنويءَ جي ڪاهن بعد، وري ٻه، ڏيڍ سو ورهيه
ملڪ ۾ ماٺ هئي. سنه ۱۱۹۱ع ۾، محمد غوريءَ هندستان
تي ڪاهه ڪئي. محمد غوريءَ جي ڪاهن سان ڇهين
ته، هندستان ۾، هندن جي ڪمبختيءَ جي شروعات ٿي.
ٿن چئن سالن جي عرصي ۾، دهليءَ ۽ قنوج وارا پرڳڻا
پٺاڻن فتح ڪيا. انهيءَ بعد، قطب الدين، علاوالدين ۽
پٺاڻن بادشاهن، بنگال لاڳين اتر هندستان جو حصو،
پنهنجي هٿ هيٺ آندو. هندن جا مندر ۽ مڙهيون،
پستڪاليه ۽ وشوودياليه ناس ۽ برباد ڪيائون، ملڪ ۾
ايراني تهذيب جو بنياد وڌائون ۽ لکين هندو ڪتب
اسلامي مذهب ۾ داخل ڪيائون.

عربن جي ڪاهه، عربي سمنڊ رستي، ٻهران سنڌ تي
ٿي هئي. پٺاڻن جون ڪاهون، هر وقت، پنجاب
پاسي کان ٿيون. پنجاب جي هندن کي مشڪلاتن ۽
مصيبتن جو منهن ڏسڻو پيو. ڪهن، هر وقت، گردش جي
چڪر ۾ اچڻو پوندو هو. اهوئي سبب هو، جو اوائل
جا پنجاب ۾ وسندڙ اروڙوالسي، گردش جي چڪر ۾ اچي،
هندستان جي ٻين پاڱن ۾ ٻه پکڙجي ويا.

اڄاڄ لڳ جا پاڻي ٻه، پنجاب، دهلي، اتر پرديش ۽
راجپوتانا طرف پکڙجي ويا. اڪثر ڪري، سندن ڪرت
واپار هو. پاروائي ڪتب جا وڏا، واپار سانگي،

لاءِ ڪاهون ڪري آڻڻ شروع ڪيون. هنن هن اوصاف
پٺ لڳو ته ائين اوس دشمن جي ور چڙهندو، ننڍن
انهن جون جوان، دشمن تي ڪاهه ۽ آخرين وار ڪرڻ
ايتر سمجهيو. راڻي ته زره ٻڌي، هٿيار کڻي، گهوڙي
تي سوار ٿي، سرواڻ سورمن سان گڏجي، سر جي سٽ
ڏيڻ لاءِ تيار ٿي. سرهي جوڌا جوان، قلعي جا دروازا
کولي، عربن جي لشڪر تي ٽٽي پيا. زبردست ويڙهه
هلي. اوري امداد ۽ هٿيار سڀ، هيءُ سڀ سورما،
راڻيءَ سميت، مارجي ويا. انهن مائٽن عورتن ۽ ٻارن
ڪتب جو هڪ وڏو راڄمل ٻالي هو.

اروڙ ولسي، سنڌ جا اوائلي رهواسي، امير ۽
آسپاس ڳوٺن ۾ وسڻ، آسرو ۽ وڏو لڳا. انهيءَ حصي
هندن جي حڪومت هئي، لنهڪري، انهن سر اڏجڻ ۽
اسرڻ ۾ ڪجهه ديرم ڪان لڳي. ملڪ ۾ صلح سالم هئي
۽ زندگي سکي ستوهي گذرڻ لڳي. سنڌ دانهن مان، پنهنجي
ابائي وطن مان اکوڙجڻ جا ڏک ۽ درد ميٽجي ويا.

عيسوي سنه ٩٩١ ۾، غزني جي امير، سبڪتگين،
پشاور تي ڪاهه ڪئي ۽ اهو حصو پنهنجي هٿ هيٺ آندو.
انهيءَ بعد، ١٠١٨ع ۾، هن، پنجاب جو ملڪ فتح ڪري،
پنهنجي بادشاهيءَ سان ملايو. اهڙيءَ ريت، هتي مسلم
حڪومت جي شروعات ٿي. هتان جون ڪاهون،
عربن جي ڪاهن کان، لڳ ڀڳ ٽن سو سالن بعد ٿيون.
سبڪتگين بعد، محمد غزنويءَ ڪيترا دفعا هندستان تي
ڪاهون ڪيون. هو، هر وقت، فتح ڪري، غزني

موٽي ويندو هو. انهي زماني ۾، سنڌ، پنجاب ۽ پشاور
وارا ڀاڱا پٺاڻي مسلم حڪومت جو حصو ٿي ويا ۽ باقي
هندستان هندو راڄ هيٺ رهيو.

محمد غزنويءَ جي ڪاهن بعد، وري به، ڏيڍ سو ورهيه
ملڪ ۾ ماٺ هئي. سنه ١١٩١ع ۾، محمد غوريءَ هندستان
تي ڪاهه ڪئي. محمد غوريءَ جي ڪاهن سان چئجي
ته، هندستان ۾، هندن جي ڪمبختيءَ جي شروعات ٿي.
ٿن چئن سالن جي عرصي ۾، دهليءَ ۽ قنوج وارا پرڳڻا
پٺاڻن فتح ڪيا. انهيءَ بعد، قطب الدين، علاءالدين ۽
پٺاڻن بادشاهن، بنگال تائين اتر هندستان جو حصو،
پنهنجي هٿ هيٺ آندو. هندن جا مندر ۽ مڙهيون،
پٺشالائون ۽ وشووديالا ناس ۽ برباد ڪيائون، ملڪ ۾
ايراني تهذيب جو بنياد وڌائون ۽ لکين هندو ڪٽنب
اسلامي مذهب ۾ داخل ڪيائون.

عربن جي ڪاهه، عربي سمنڊ رستي، مڪران سنڌ تي
ٿي هئي. پٺاڻن جون ڪاهون، هر وقت، پنجاب
پاسي کان ٿيون. پنجاب جي هندن کي مشڪلاتن ۽
مصيبتن جو منهن ڏسڻو پيو. ڪن، هر وقت، گردش جي
چڪر ۾ اچڻو پوندو هو. انهوئي سبب هو، جو اوائل
جا پنجاب ۾ وسيل اروڙولسي، گردش جي چڪر ۾ اچي،
هندستان جي ٻين ڀاڱن ۾ به پکڙجي ويا.

اجاج لک جا ڀالي به، پنجاب، دهلي، اتر پرديش ۽
راجپوتانا طرف پکڙجي ويا. اڪثر ڪري، سندن ڪرت
واپار هو. پارواڻي ڪٽنب جا وڏا، واپار سالگي،

لاءِ ڪاهون ڪتب آڻڻ شروع ڪيون. جڏهن اهو صاف
پاسڻ لڳو ته قلعو اوس دشمن جي ور چڙهندو، تڏهن
انهن جوڌن جوانن، دشمن تي ڪاهه ۽ آخرين وار ڪرڻ
بهتر سمجهيو. راڻين به زره ٻڌي، هٿيار ڪٽي، گهوڙي
تي سوار ٿي، سروليج سورمن سان گڏجي، سر جي سٽ
ڏيڻ لاءِ تيار ٿي. سو هي جوڌا جوان، قلعي جا دروازا
کولي، عربن جي لشڪر تي ٽٽي پيا. زبردست ويڙهه
هلي. آخري تعداد ۾ هئڻ سبب، هي سڀ سورما،
راڻين سميت، مارجي ويا. انهن مالهڻي مڙس ۾، هن
ڪتب جو هڪ تزڪ واجمل ٽالي هو.

اروڙ لسي، سنڌ جا اراڪا رهواسي، ن ۾ : آب ۽
آسپاس پاڳن ۾ وسجي، اسرڻ ۽ وڌڻ لڳا. انهيءَ حصي
هندن جي حڪومت هئي، لمهڪري، تڏهن سر اڏجڻ ۽
اسرڻ ۾ ڪين ويرم ڪانه لڳي. ملڪ ۾ صلح سانت هئي
۽ زندگي سکي سهڻي گذرڻ لڳي. سنڌ دانهن مان، پنهنجي
اباڻي وطن مان اکوڙجڻ جا ڏک ۽ درد ميٽجي ويا.

عيسوي سن ۹۹۱ ۾، غزني جي امير، سبڪتگين،
پشاور تي ڪاهه ڪئي ۽ اهو حصو پنهنجي هٿ هيٺ آندو.
انهي بعد، ۱۰۱۸ع ۾، هن، پنجاب جو ملڪ فتح ڪري،
پنهنجي بادشاهيءَ سان ملايو. اهڙيءَ ريت، پٺاڻي مسلم
حڪومت جي شروعات ٿي. پٺاڻن جون ڪاهون،
عربن جي ڪاهن کان، لڳ ڀڳ ٽي سو سالن بعد ٿيون.
سبڪتگين بعد، محمد غزنويءَ ڪيترا دفعا هندستان تي
ڪاهون ڪيون. هو، هر وقت، ڦرلٽ ڪري، غزني

ڪاٺين جڙيل ٻيل ورلي واٽي ۽ ڪين ذمي ٺهرايو ويو. هو ذمي اٺڄي، سنڌ ۾ وسندا رهيا. ڪجهه عرصي بعد، سنڌ ۾ عربن جو زور گهٽيو ۽ انهن ارجستن هندن، خليفي جي نائبن سان جنگيون جوٽيون، سنڌ ملڪ جو ڪجهه ڀاڱو، موٽي پنهنجي قبضي ۾ ڪيو. اروهڻ آباد، ترڪ ۽ لاڙ جي پاسن ۾ هندو راڄ قائم ٿيا.

سنڌ فتح ڪرڻ بعد، عربن جي لشڪر ملتان ڪانئـن ملڪ پنهنجي هٿ هيٺ آندا. انهن پنهنجي ڪاهن جو رخ اوڀــر طرف پڻ ڪيو. سنه ٧٣٨ع ۾، گجرات ۽ اجين ڪائين ڪاهي ويا. پر راجا پلڪيسين چالڪيا ڪين نوساريءَ وٽ ۽ گرجر راجا ناگ ڀٽ اجين وٽ، ڪيـن زاردست شڪستون ڏنيون. انهن شڪستن عربن جـي طاقت کي هيٺو ڪري ڇڏيو ۽ هندستان ڏي عربـن طرفان ڪاهن کي بندهو اچي ويو.

عربن جي الوڙ ڏي فتح بعد، اڄاج ڪتب جا ڀاتي پڻ لڏي پنجاب ويا. اڄاج ڪتب جا ڪيترا، راجا ڏاهر وٽ ڪرمچاري هئا. ڪيترا سارا جنگي ڪالي ۾ پڻ هئا جي عربن سان وڙهندي مارجي ويا. انهن مان، هڪ جوڌي لاءِ هيئن چوڻ ۾ ايندو آهي: جڏهن راجا ڏاهر، عربن سان وڙهندي، جنگ جي ميدان ۾ مارجي ويو، تڏهين ڪي چولا جوڌا جوان، الوڙ جي قلعي جا دروازا بند ڪري، راجا ڏاهر جي وڏوا راڻيءَ جي رکيا خاطر، قلعي اندر موجود رهيا. عربي لشڪر قلعي کي گهيرو ڪيو هو ۽ قلعي جـي پتين ڀاهڻ

مارجي ويو. هندن جي هار ٿي. اروڙ ۽ سنڌ مان هندن
جي پاڙ ۽ لڏپلاڻ ٿي. جن سورمن، سنڌو ساهي، عربن
جي سامهون ٿي، ڇڪري ڪاڏي، تن سان سختيءَ جي هلت
ڪئي ويئي. ڏاڪو جوانن جو قتلام ڪيو ويو. ڪيترن ارجوان
زالن ۽ ٻارن کي ٻانها ڪري، عراق ۾ موڪليو ويو ۽ حتي
سندن وڪرو ڪيو ويو.

هندن جي هار بعد، سنڌ مان، سندن وڏي پيمانې
تي لڏپلاڻ ٿي. ڪيترن جا ڪٽنب، ٻيڙين ۾ چڙهي،
سنڌو نديءَ رستي، پنجاب ۾ گهڙيا جتي هندو راڄ هو.
جن کي جمع سنڌو ۽ سهڻو لڳو، اُت انهن جا ڪنارا والاري
وڃي ويٺا. سنڌو نديءَ ۽ پنجاب جي پنجن ندين جي ٻنهي
پاسن کان، پنهنجا ماڳ جوڙي، ٽِڪي ٽِڪي ويٺا. هي
سنڌو ديس جا رهواسي پاڻ کي اروڙواسي سڏائڻ لڳا
يعني اروڙ جي اصلوڪن جا اولاد. اروڙواسين جون ڪل
٤٥٨ نکون جاٽائون وڃون آهن. انهن مان ڪي هي آهن:
ٻبيجا، للواڻيا، ڀوجا، جسوجا، ڪڪرانجا، هندوجا،
راجپال، ڪالپال، کترپال، ٻجاج، سيدپور، ناگديو،
واسديو وغيره.

عربن جي فتح کان پوءِ سنڌ ۾، ڪيترن هندو ڪٽنبن
دين محمدي اختيار ڪيو. ڪيئن عزت جي نگاه
سان ڏٺو ويو. سنڌ جي هاڻوڪن مسلمانن
مان گهڻا ڪٽنب انهن آڳاٽن هندن جا اولاد آهن.
ساڳئي وقت، اهڙا به هندو ڪٽنب هئا جن نه فقط وطن نه
ڇڏڻ جو ارادو ڪيو پر مسلمان ٿيڻ کان صفا انڪاري واري.

ساهوارن جي ڦرهالي ۽ ٻنهون چاڙهڻ جي رواجن ڪي ٻنجهو اچڻ لڳو. ماس آهار ۽ اشمدار شين جو واهپو گهٽجڻ لڳو. پاڇوون، مهوا ۽ الــاج عام جــام واپرجڻ لڳا. ورڻ آشرم جو زور گهٽجڻ لڳو. انسان ذات مان اوچ ۽ نيچ جو ڀيد ڀاو اکرڻ لڳو. ڪرم الوسار هر ڪــو ڀهڻجو درجو ماڻڻ لڳو. ملڪ ۾ شانتيءَ جو وايو منڊل پيدا ٿيڻ لڳو. انسان ۽ جيو ذات ۾ خوشيءَ جــي لهر ڦهلجي ويئي.

١٥ سالن جي رڻن بعد، ڀڪشو ڪمل موٽي وطن وريو. سنڌ ۾ اچي، ٻڌ مت جو پرچار شروع ڪيائين. سنڌس ڪتب جــا پاٽي به ٻڌ مت جا پوئلڳ بڻيــا ۽ اهنسا پرمو ڌرم ۾ وشواس ڌارڻ لڳا.

اهڙيءَ ريت سوين سال گذري ويا. هن ڪتب جا پاٽي بسنڌ ديس ۾ وسندا آيا ۽ وڌندا ويجهندا رهيا. سنڌ تي راء گهراڻي جو راڄ هو ۽ الوڙ (اروڙ) سنڌ جي گاديءَ جــو هنڌ هــو. الوڙ هاڪارو، مشهور ۽ شاندار شهر هو. راء گهراڻي بعد، ارهمڻ گهراڻي جي راڄ ۾ به الوڙ گادي جو هنڌ تي رهيو. اڄوڪي زماني ۾، الوڙ، روهڙيءَ کان ايائي ڪوهن جي مفاصلي تي، هڪ ڊٺل ۽ اجهاڙل ڳوٺ جي حالت ۾ موجود آهي.

سنه ٧١١ع ۾، ارهمڻ گهراڻي جي راجا ڏاهر جي زماني ۾، عربن سنڌ تي ڪاهه ڪئي. ڪيترن جنگين بعد سنه ٧١٢ع ۾، عربن جي لشڪر جي فتح ٿي. راجا ڏاهر، جنگ ۾ وڙهندي،

انسان ذات لاءِ مڪتيءَ جا وسيلا ايڪجهڙا ۾ ابتدا هئا. منش جاتي ورڻ آشرم ڌرم (برهمڻ، ڪتري، ونش ۽ شودر) ۽ منش جي جيوت چئن آشرمن (برهمچريہ، گرهست، وان پرست ۽ سنياس) ۾ ورهايل هئي.

انهي زماني جي، هن ڪتب بابت، هڪ ڏند ڪٿا آهي. هن ڪتب جي هڪ سچڻ، "ڪمل" نالي جي، ٥١ سالن ۾ پنهنجو پاڻڻ سان، وان پرست آشرم اختيار ڪيو. دنيوي ڌندن کي ترڪ ڪري، تيرٿ ياترا ڪرڻ جو ارادو ڪيائين. ڪتب جي ڀاتين کان موڪلائي، جيوت جي ضروري شين جي گنڍڙي پٺن تي ڌري، هٿن ۾ اٽ ڪري، رڻن تي اڪري پيو. سنڌ، پنجاب ۽ اتر پرديش جا مندر، تيرٿ، ۽ ڌرمي آستان پسندائين. هر هنڌ، رشين، منين ۽ گياني پرشن جا درشن ڪندو ۽ گيان وارتائون ٻڌندو، اچي ڪاشيءَ ۾ پهتو.

ڪاشيءَ ۾ گهمندي، هڪ وڻ هيٺان چانور، هڪ تيجوسي مهاتما کي ويٺل ڏٺائين. مهاتما جي اڳيان ڪيترا سارا ماڻهو ويٺل هئا جي سندس اپديش ٻڌي رهيا هئا. مهاپرش جي شڪل شبيهه شاهاڻي هئي. سندس منهن مان مٺا پڙ-ي اڪي. ڪشش ۾ ڇڪجي، ڪمل پڻ ويٺلن ۾ وڃي شريڪ ٿيو. مهاتما جو اپديش رواجي ٻوليءَ ۾ هو جو بلڪل سولائيءَ سان، هر هڪ جي سمجهه ۾ اچي ٿي سگهيو. تنهن کان سواءِ، اهو گيان اهڙن پ لڪ جو هو. هيلتائين، ڪنهن به مهاتما پرش، اهڙو گيان دنيا کي ڪونه ڏنو هو.

# پارواڻي ڪٽنب جي اوائلي تاريخ

پارواڻي ڪٽنب جا وڏا، اوائل ۾ به، سنڌ ديس جا رهاڪو هئا. سندن ڌرم پُراڻن ۾، واس جو نالو "رگهو واش" ڏيکاريل آهي. مريادا پُرشوتم شري رامچندر جن به "رگهو واش" جا هئا. هي ڪٽنب، هندستان جي آڳاٽي ۽ قديم رگهو وانشي ڪل جي اولادن مان آهي.

هي لوهاڻا آهن. لوهاڻا پاڻ کي شري رامچندر جي پٽ "شري لو" جي سنتان سڏائيندا آهن. لوهاڻا اصل ڪتري هئا پر پوءِ ڏالدي ۽ واپار کي لڳي ويا.

اوائل ۾، هن ڪٽنب جا ازرڪ، سنڌو درياهه جي ڪناري تي، ڪنهن لڳيءَ ۾ رهندا هئا. کيتي پاري سندن مکه ڪرت هئي. ديس لـــي، ڌڌهين، ڌاران دشمن جي ڪاهه جي آپدا اچي پوندي هئي ته دستور موجب، هٿيار ٻڌي، گهوڙن تي سوار ٿي، جنگ جي ميدان ۾ ڪڏي پوڻ، سندن مرڪ هو. اهڙيءَ ريت پنهنجو اصلوڪو ڪتري ڌرم پاليندا هئا. لڙائي ختم ٿي ته وري اچي، پنهنجي ڪرت ڪار کي لڳي ويندا هئا.

هي اهو زمانو هو، جنهن ۾، ويدن جا سلوڪ اُچارڻ، برهمڻن کي دان ڏيڻ، وڏا يگيه ڪري ديوتائن کي پرسن ڪرڻ، پليون چاڙهڻ، ڪٿن جپ تپ ڪرڻ، جسيءَ کي جفا ۽ تن کي لسا ڏيڻ، برک اپواس ڪرڻ، وغيره،

## ڀارواڻي آکهه جا ڀاتي

سرڳواس ٿي ويا. ٽيون امر پٽ، سيٺ اوڌوداس، ڪالڪٿا ۾ سال اڳ، سنه ١٩٢٦ع ۾، ڪراچيءَ ۾ چالاڻو ڪيو ۽ سيٺ هرچند راءِ، سنڌس مرتيو ڪان هڪ سال اڳ، سنه ١٩٢٨ع ۾، دهليءَ ۾، پرلوڪ پڌاريو.

سيٺ سرپچند، سنه ١٩٣٢ع ۾، ماڇوءَ ۾ چالاڻو ڪيو ۽ سنڌس هڪ ئي پٽ، پرسپال ڀارواڻي هيرالال، سيپٽمبر ١٩٤٩ع ۾، دهليءَ ۾ گذاري ويو.

سيٺ وشنداس جي ڪٽنب مان، هدوقت، ڪٽنب جو وڏي ۾ وڏو، سيٺ سکديو آهي. ڪيس هدوقت چار پٽ آهن جن جا نالا خوشيرام، سندرداس، مهش ۽ موهن آهن.

سيٺ اوڌوداس جي ٻئي امر پٽ، سيٺ ليڇمڻداس کي ٽي پٽ، ڪشنچند، ڀڳوان ۽ ايشور آهن.

سيٺ رامچند کي هدوقت ٽي پٽ آهن جن جا نالا، الدر، اجيت ۽ راجو آهن.

سيٺ پرتراج کي هيلتائين ڪو به اولاد ڪونهي.

سيٺ ڪيموداس کي ڪوبه اولاد نه ٿيو. سندس
ي ڀاءُ، ٽائونمل، ٢٥ ورهين جي ٿوري جوانيءَ ۾
لاڏو ڪيو ۽ ٻه پٽ، رامچند (جنم سنه ١٨٨٤ع) ۽
ـوامداس (جنم سنه ١٨٨٥ع) ڇڏي ويو. سيٺ
ڪيموداس، ٻنهي ڀائٽين کي، پٽن وانگر ڪري پاليو.
سيٺ هرچندراءِ کي چار پٽ آهن. سندن نالا،
لسارام (جنم سنه ١٩١٦ع)، سورج پرڪاش (جنم سنه
١٩١ع)، سچانند (جنم سنه ١٩٢٢ع) ۽ دولترام (جنم سنه
١٩٢ع) آهن.

سيٺ سرامچند کي هڪ ئي پٽ ٿيو. سندس نالو هيرالال
(جنم سنه ١٩٠٥ع) هو، جو "ٻراسپال ڀاروالي هيرالال" نالي
سان مشهور ٿيو.

سيٺ اوڌوداس کي چار پٽ، سيٺ سکديو (جنم سنه
١٨٩٦ع)، سيٺ لڇمڻ داس (جنم سنه ١٩٠٢ع)، سيٺ رامچند
(جنم سنه ١٩١٤ع) ۽ سيٺ پرتاپ (جنم سنه ١٩١٧ع) آهن.

سيٺ ٽائونمل جي وڏي پٽ، سيٺ رامچند ان پنهنجي پتا
وانگر، ٢٤ ورهين جي نوجوان اوستا ۾ گذر ڪيو.
ننڍي ڀاءُ، سيٺ جيرامداس کي ڇهه پٽ آهن جن جا نالا جوهرمل،
موهنلال، هيرالال، هريلال، ڪنهالال ۽ ارجن آهن.

سنه ١٩١٢ ۾، سيٺ جيرامداس ٽائونمل، آڪهه جي ڪڏپال
ڪٽنب کان ڌار ٿيو ۽ پنهنجو ڌنڌو ۽ زمينداري
سنڀالي ٿيو.

سيٺ وشنداس جو ديهانت، سنه ١٩٢٩ع ۾،
حيدرآباد ۾ ٿيو. سندس جنهري ٿي، ٻه پٽ

سيٺ لهالچند جي ڏهاڙيءَ نياڻيءَ وقت، ڪنب جا مکيہ پاتي، سيٺ چمنومل، سيٺ وشنداس ۽ سيٺ ليلارام هئا، جي گڏجي، ڪنب جو ڪاروبار هلائيندا هئا.

سيٺ چمنومل کي ٽي پٽ ڄاوا. ٻهرون پٽ واڌومل هو جو ننڍيءَ عمر ۾ گذاري ويو. ٻيو پٽ، سيٺ ڪرشنداس (جنم سنہ ١٨٦٣ع) ۽ ٽيون، سيٺ الائومل (جنم سنہ ١٨٦٦ع) هو.

سيٺ وشنداس کي ٽي پٽ، سيٺ هرچندراءِ (جنم سنہ ١٨٦٢ع)، سيٺ سرلچند (جنم سنہ ١٨٧٤ع) ۽ سيٺ اوڌوداس (جنم سنہ ١٨٧٩ع) ٿيا.

سيٺ ليلارام کي ڪوبہ اولاد نہ ٿيو.

سيٺ چمنومل، پوئين وقت ۾، نهايت ڪمزور ۽ ضعيف ٿي ويو هو ۽ گهر ۾ گهاريندو هو. سندس ديهانت سنہ ١٨٩٨ع ۾ ٿيو. ٻن سالن بعد، سيٺ ليلارام بہ پرلوڪ پڌاريو.

سيٺ چمنومل ۽ سيٺ ليلارام جي سرڳواس ٿيڻ بعد، پارواڻي ڪنب جا پاتي، سيٺ وشنداس ۽ سندس ٽي پٽ، سيٺ هرچندراءِ، سيٺ سرلچند ۽ سيٺ اوڌوداس ۽ سيٺ چمنومل جا ٻہ پٽ، سيٺ ڪرشنداس ۽ سيٺ الائومل رهيا. ڪنب جو سمورو ڪاروبار سيٺ وشنداس جي هٿ هيٺ هلندو هو.

سنہ ١٩٠٠ع ۾، مانجهوءَ ۾، ڪالرا جي نڪري مرض منهن ڪڍيو. انهي سبب پارواڻي ڪنب جا پاتي لڏي ڪراچيءَ ۾ آيا ۽ هميشہ لاءِ، ڪراچيءَ ۾ ئي وسجي ويٺا.

## پارواڻي آکهه جا پاڻي

مالڪيءَ ۾ اچي، ملڪيت جي ورهاڱي ڪرڻ بعد،
سيٺ پارومل ۽ سيٺ لولومل گڏ گڏيا رهندا هئا.

سيٺ پارومل کي هڪ پٽ هو جنهن جو نالو
خوشحالداس هو. خوشحالداس کي پڻ هڪ پٽ،
سنگومل نالي هو. سنگومل، شاديءَ بعد، بنان اولاد
جي، چالاڻو ڪيو. انهيءَ ڪري، سيٺ پارومل جي
پيڙهيءَ مان ڪوبه اولاد نه رهيو آهي.

سيٺ لولومل کي ٻه پٽ، سيٺ لکميچند ۽ سيٺ
موراڻومل هئا. سيٺ لکميچند کي هڪ ئي پٽ سيٺ
لهالچند هيو. سيٺ موراڻي مل کي ٻه پٽ ٿيا، وڏو
سيٺ ڏيوڻداس ۽ ننڍو سيٺ جيٺومل. سيٺ ڏيوڻداس
کي ٻار سنتان نه ٿيو. جلدئي، سيٺ موراڻومل ۽
سندس وڏو پٽ، سيٺ ڏيوڻداس سرڳواس ٿيا.

آخر ۾، سيٺ لهالچند لکميچند ۽ سيٺ جيٺومل
موراڻومل وڃي بچيا. سيٺ لهالچند جو جنم عيسوي
سن ۱۸۲۹ع ۾ ٿيو هو ۽ سيٺ جيٺومل جو سن ۱۸۳۴ع ۾.
سيٺ لهالچند کي گهڻي عرصي تائين اولاد نه ٿيو.
جيٺومل عمر ۾ گهڻو ننڍو هو. سيٺ لهالچند، جيٺومل
کي پٽ وانگر پالي وڏو ڪيو. سيٺ لهالچند کي
وڏيءَ عمر ۾ ٻه پٽ ٿيا، هڪ سيٺ وشنداس ۽ ٻيو
سيٺ لهلارام.

ٻه فقط هڪ پٽ ٿيو، جنهن جو نالو سنگومل هو. سنگومل، شادي ڪرڻ بعد، جلد ئي، ٻن اولاد جي، سرڳواس ٿي ويو. انهيءَ ڪري، سيٺ پارومل جي پيڙهيءَ جو ڪو به اولاد نه رهيو آهي.

سيٺ ٽوليمل جو ٻيو اولاد، پاڻ کي پارواڻي آکهه جي نالي سان سڏائيندو آهي جو نالو سيٺ ٽوليمل جي وڏي پاءُ، سيٺ پارومل پٺيان آهي. اهو نالو سيٺ هرچندراءِ قائم ڪيو. مئٽرڪ جي امتحان ۽ ڪاليج ۾، شاگردن جا نالا، آکهه يا ذات جي نالن سان سڏجڻ ۾ ايندا هئا ۽ اچن ٿا. سو جڏهن آکهه جي نالي اکڻ جو موقعو مليو ته سيٺ هرچندراءِ "پارواڻي" نالو قائم ڪيو. هاڻي، هي ڪٽنب "پارواڻي" نالي سان مشهور آهي. سيٺ هرچندراءِ آکهه کي "پارواڻي" نالو ڏنو پر پاڻ "سيٺ هرچندراءِ" نالي سان سڏبو هو ۽ مشهور هو. سندس پاٽيو، پرنسپال هيرالال سريچند پارواڻي "پرنسپال پارواڻي" نالي سان مشهور ٿيو. اهڙيءَ ريت، سيٺ ٽوليمل جو اولاد، پاڻ کي پارواڻي سڏائين ٿا.

قدرت جو نصو اهـــو ٻڌو، ته ڪجهه عرصي کان پوءِ الڙ پور کي درياهه پاڻ ڳڙو. سو سارو لاٽي آڪهه کي ڇهڙ پيا لڏڻو پيـــو. الڙ پور کان ڪوهه پنـــڌ جي مفاصلي تي ماڇهو ڳوٺ تو جتهن ۾ سندن زبردست رهندا هئا. هي اچي ماڇهوءَ ۾ وسيا. ماڇهـوءَ ۾ لهڪي ۽ ٺاٺهڪڙ تي واهڻ ۾ واپار نه لڳن. هن ڪٽنب جا ٻوٽان، پوءِ ماڇهوءَ وارا سڏجڻ ۾ آيا.

هيلتائين، سيٺ ساول مل جا چار تي پٽ، هڪ گڏيل ڪٽنب جا ڀاڱي هئا ۽ ماڇهوءَ ۾ اچڻ بعد ڌار ٿيا. ڏڏي، ڪارخانن ۽ ملڪيت جي پاڻ ۾ ورهـسـت ڪيائون.

جدا ٿيڻ بعد، سيٺ چتي مل، ڏڏي ۽ واپار سانگي، وڃي ڪيٽي بندر رسايو. ڪيٽي بندر ۾، سندس ڪٽنب چتاڻـي سيٺين جي نالي سان مشهور ٿيو. سنه ١٨٨٧ع ۾ سندن ڪراچيءَ ۽ ڪيٽي بندر وارين ڪـــوٺين آڏومل ڏيوراج نالي سان مشهور هيون. سيٺ چتي مل جي ڪٽنب مان، هن وقت، ڪو به مرد ماڻهو جيئرو نه رهيو آهي.

باقي ٽيئي ڀائر، سيٺ پارومل، سيٺ لکي مل ۽ سيٺ ٽولومل ماڇهـوءَ ۾ رهيا ۽ پنهنجـــو واپار ۽ ڏڏو ڪندا رهيا. سيٺ لکي مل جو اولاد ”لکياڻين“ جي نالي سان سڏبو آهي. ”لکياڻي“ وڏي تعداد ۾ آهن ۽ هن وقت هندستان جي جدا جدا ڀاڱن ۾ پکڙجي ويا آهن.

سيٺ پارومل ۽ سيٺ ٽولومل پاڻ ۾ گـــڏ گهارڻ لڳا. سيٺ پارومل کي هڪ پٽ نالي خوشالداس هو جنهن کي

# وڏن ۽ گروپ فوٽن جي فهرست

# وڏن ۽ گروپ فوٽن جي فهرست

فوٽا — صفحي جي سامهون

جواڻيءَ جو دور

# مضمون جي فهرست

ساليڪي رکيا هئا. ضروري سمجهيو ويو ته انهن گروپ
فوٽن کي هن ڪتاب ۾ جاءِ ڏني وڃي. اهو ڪندي،
اهو به اچي خيال ٿيو ته جن اهم شخصيتن جو هن ڪتاب
۾ ذڪر آيل آهي، تن جا فوٽا به هٿ ڪري ڏجن.
ارادو ته ٺهيو، پر فوٽا هٿ ڪرڻ تمام وڏو مسئلو ثابت
ٿيو. انهي سلسلي ۾ وقت به گهڻو لڳو. ڪوششون
ورتيون وييون. جيڪي فوٽوس اسان هٿ اچي سگهيا آهن،
سي ڏنا ويا آهن. انهن ڪٺي ڇپجي ته هڪ خاص يادگار
قائم ٿي پيو آهي. فوٽن جي بلاڪن لاءِ مسٽر ٽلسيداس
ماتانيءَ، اسڪيچ بلاڪ، جا شخصي دلچسپي ورتي، سا
ساراهه جوڳي آهي. گروپ بلاڪن جي ڇپائيءَ ۾ هارون پريس
جي مالڪ اور محمد هاشم به پنهنجي وسان نه گهٽايو آهي.
ڪتاب جي ڇپائيءَ ۾ پاڪستان هيرالڊ پريس (جاب سيڪشن)
جي اهلڪارن ۽ سنڌي ڪمپازيٽرن جو ساٿ ۽ سهڪار
وڏي هٿي ثابت ٿيا.

پڇاڙيءَ ۾ هي به اکر بي جاءِ نه سمجهيا ويندا. هن کان
اڳ، سنڌي جا ڪجهه مضمون ۽ ڪتابڙيون ڇاپي هيٺ آيل
آهن. هن پيماني تي هيڏو سارو ڪتاب ليکڪ جي پهرين
ڪوشش آهي. سڀاويڪ ڪن اوڻاين ۽ خامين کان آجو
ٿي نٿو سگهي. انهي ڏس ۾ گهڻگهرن سڄڻن وٽان
جوڳو ڌيان ڇڪايو ويو ته احسانمند رهندس.

موتيرام ايس. رامواڻي


گيتوشالا بلڊنگ،
مولچند ستريٽ،
ڪارادر، ڪراچي ۲.

۱۵ مي ۱۹۵۹ع.

۽ ڄاڪوڙ منهنجي لاءِ رهبري ۽ وڏو آڌار ثابت ٿي.

پارواڻي ڪتب جي ڀاڱن جو احوال، انهن جي هستين سبب، ان لحاظ کان جي ڳالهين ۽ واقعن تائين محدود آهي، پر ڄاڪاڻ جو، انهن جو، سنڌ جي ڀڳتي، ڀلاڪ ۽ سياسي ڳالهين سان به عمق ڳنڍيل آهي، سو هنن جيون چرترن ۾ سنڌ جي تاريخ ۽ سنڌين جي ڪن ڪارنامن تي به روشني پيل آهي. سنڌي ساهت ۾ جيون چرترن وارن ڪتابن ۾ اهڙي قسم جو واڌارو ڪهڙي قدر ڪارائتو ۽ سڄاڳ سمجهيو وڃي، انهيءَ جي پرک سنڌي ساهت جا ڄاڻو ۽ پارکو ئي ڪري سگهندا.

هن ڀاڱي جي کوجنا کي پوري ڪرڻ لاءِ، جن ڪتابن ۽ رسالن ۽ رپورٽن جو اڀياس ڪرڻ يا اطمينان ڪرڻ ضروري ٿيو، سي هي آهن: ٽائيمس آف انڊيا جا ڪي ساليانا ڪتاب، انڊين نيشنل ڪانگريس جي ساليانن اجلاسن جون ڪي رپورٽون، سنڌ پراونشل ڪانفرنسن جون ڪي رپورٽون، سنڌ جي مشهور اخبار "هندو" پاران انڊين نيشنل ڪانگريس جي گولڊن جبليءَ ۽ ۱۹۳۱ ۾ ڪراچي ڪانگريس اجلاس جي موقعن تي اڪتل خاص پرچا، ديوان ڏيارام گدومل جو انگريزيءَ ۾ لکيل ساڌو هيرانند جو جيون چرتر، ڪاڪي ڀيرومل مهرچند آڏواڻي جي "سنڌ جي هندن جي تاريخ"، ٽائيمس آف انڊيا پاران ڇاپيل شري تيندولڪر جو لکيل "مهاتما" ۽ ڪي ٻيا رسالا ۽ رپورٽون.

سڀئي سڪداو، پهنجي ڪتب سان واسطو رکندڙ ڪيترا سارا گروپ ٿورا، ڇڪيءَ حفاظت ۽ سنڀال سان

ڪانگريس جو اجلاس ۽ ٻيون به ڪانفرنسون ٿي گذريون هيون. ڪانگريس اجلاس ۽ ڪانفرنس جا تفصيلوار احوال ڪلڪتي جي نامياري ماهوار اخبار "ماڊرن ريويو" جي مارچ ۽ اپريل ١٩١٤ع مهنن جي پرچن ۾ ڇپيا. اهي ليک هاسانند وشنداس ناراڻيءَ جي قلم مان هئا، جن دواران ڪانگريس ۽ ڪانفرنس جي ڪاروبار، سنڌ جي مکيه اڳوانن ۽ سنڌ جي پبلڪ جيوت تي سهڻي روشني وڌي ويئي هئي. سيٺ هرچندراءِ جي زندگيءَ تي هڪ ليک مسٽر گيان پرڪاش ورما انگريزيءَ ۾ لکيو، جو اڻ ڇپيل آهي. ١٦ فيبروري ١٩٥٣ع تي، "سنڌ جو سورهيه سردار" جي سري سان، هڪ ڪتابڙي ليکڪ جي قلم مان سنڌيءَ ۾ ڇپائي ويئي هئي.

هن ڪتاب لاءِ مٿين جاڻايل ليکن، مضمونن، رسالن، ڪتابڙين ۽ ڪتابن مان ضروري مدد ورتي ويئي. جيئن هڪ باب لکجي تيار ٿي ٿيو، تئين پريس ۾ موڪليو پئي ويو. اهو هڪ سبب آهي جو ڪن هنڌ ڪي ڳالهيون دهرايل نظر اينديون. ڪي باب اهڙا به هئا، جن لاءِ ٻين ڪن ڪتابن کي نظر مان ڪڍڻ يا اڀياس ڪرڻ لازمي ٿي پيو. اهڙا گهربل ڪتاب بدليل حالتن هيٺ هٿ ڪرڻ به وڏو مسئلو ثابت ٿيو. ڪي ڪتاب ملي سگهيا، ته ڪن جو هٿ اچڻ ناممڪن ٿي پيو. اهڙيءَ ريت کوجنا ۽ لکڻ جو ڪم گڏوگڏ پئي هليو. اهوئي مکيه سبب آهي، جو هن پاڻي کي پوري ڪرڻ ۾ وڏو عرصو لڳي چڪو آهي. ڪتابن هٿ ڪرڻ ۽ کوجنا جي ڪم ۾ سيٺ سکديو پاران سرجوشي

ڪتاب ۾ ڇپيو. سنه ۱۹۳۰ع ۾ ڪراچي ۾ "شانتي"
ماهوار رسالي جي ايڊيٽر، لالچند جي. مهرچنداڻيءَ،
فيبروري مهني وارو رسالو سيٺ هرچندراءِ يادگار پرچو
ڪڍيو، جنهن ۾ جدا جدا ليکڪن دوارا، سيٺ صاحب
جي جيون ۽ ڪارنامن تي روشني وڌل هئي. سيٺ هرچندراءِ
جي ديهانت وقت ۽ اُن بعد ٻي، ڪراچي، سنڌ ۽ هندستان جي
ڪن اخبارن ۾، سيٺ هرچندراءِ بابت احوال ڇاپيا هيٺ آيو
۽ هٿ اچي سگهيو، ان ڪري هڪ فائيل ۾ ڪٺي ڪرڻ جو
سوڀيو قدم سيٺ سگهيو ڪيو. اهو فائيل، سيٺ هرچندراءِ
جي جيون چرتر لکڻ وقت، اهڙين ڪارائتو ثابت ٿيو.
سيٺ هرچندراءِ جي لکڻين جا ڪاغذ ۽ فائيل وغيره
هٿ اچي نه سگهيا آهن ۽ هميشه لاءِ وڃي چڪا آهن.
باقي سو، سنه ۱۸۸۷ع کان سنڌس هٿ سان لکيل ڊائريون
موجود آهن. هن جيون چرتر لکڻ وقت انهن ڊائرين جي
اونهي اڀياس ڪرڻ جو وقت نه مليو سگهيو، جنهن ڪري
سنڌس زندگيءَ جي ڪن واقعن ۽ ڪارنامن تي روشني نه
اچي سگهي آهي.

سيٺ هرچندراءِ جي ديهانت کان ڇهن سالن بعد، ۱۶
فيبروري ۱۹۳۴ع تي، ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن آفيس
اڳيان ڪمپائونڊ ۾، هرچندراءِ وشنداس يادگار ڪاميٽيءَ
پاران، سيٺ هرچندراءِ جي پتلي کولڻ جي رسم ادا ڪئي وئي،
يادگار ڪاميٽيءَ پاران، انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتابڙي ڇپائي ورهائي
وئي. اها هيرالال سوڀچند پاروانيءَ جي قلم مان لکيل
هئي. سنه ۱۹۱۳ع ۾، ڪراچي شهر ۾، ۲۸ انڊين نيشنل

سنڌي ٻوليءَ ۾ ۽ ڪي انگريزيءَ ۾ لکيل آهي.
سيٺ ٽهل لال جي واٽيءَ تي، سرڳواسي چيتومل پرسرام
پنهنجي هفتيوار "روح رهاڻ" رسالي ۾، پنهنجي قلم مان
هڪ عالماڻو ليک لکي، واڻيءَ جي اعليٰ خيالن تي روشني
وڌي. پنهنجي ڪتاب جي مختصر تاريخ، سيٺ ٽهلچند
اسپتت سماچار ۽ پنهنجي جنم ساکي ۽ ڏلڏي جو احوال،
سيٺ وشنداس، پهريون دفعو، سنه ١٩٠٦ع ۾، منشي
سامنمل ڪان ڪوڙيءَ ۾ لکايو هو. ۽ ٻيو دفعو، سنه ١٩٢٤ع
۾، ولهورام چچلي ءَل ٻيٽاري واري هٿان ڪراچيءَ ۾ لکايو.
سيٺ وشنداس جي ڪارنامن جو داستان سائين غنيءَ جي
عالماڻن ڪتابن "وشن گنج" ۽ "مثنوي" ۾ ڏنل آهي.
پنڊت ڏرمدٻو جيٽلي، سيٺ وشنداس ٽهلچند تي،
انگريزيءَ ۾ هڪ عمدو ليک لکيو آهي، جو ڇاپي هيٺ
ا آيو آهي. پاروائي ڪتاب ۽ سنڌس پاڻين جو مختصر
احوال ڪاڪي ڀيرومل مهرچند آڏواڻيءَ پنهنجي لاهور
تاريخي ڪتاب "سنڌ جي هندن جي تاريخ" ۾ ڏنو آهي.
سيٺ هرچندراءِ جي جيون ۽ ڪارنامن تي روشني
وجهڻ لاءِ، جنهن صاحب خوب پتوڙيو ۽ محنت ڪئي،
اهو هو سرڳواسي ٺاڪرداس ٻوچيراج هيرانندائي.
سنڌس قلم مان، هڪ وڏو مضمون، سنڌ جي نامياري
ماهوار رسالي سنڌوءَ ۾ ڇپيو، جنهن سيٺ هرچندراءِ
جي جيون ۽ ڪارنامن تي چڱي روشني وڌي. انهي ليک
جي آڌار تي، سيٺ هرچندراءِ جو مختصر احوال،
ڪوڙيمل ساهت منڊل پاران ڇپايل "سنڌ جا اڳوان"

گھٽيءَ ۾ گھٽي ۽ گذريل سڙا جو مدو چاليهه سال ٿي ويو هو
دامن دل ڏڏرا ۽ دهليو. ملڪ ۾ انگريزن جو راڄ هو، پر ڪراچي
شهر ۾ سمنڊ سڪندر هڪ لاثاني ڪانگريس حڪومت قائم ڪئي،
جنهنجي، اونش حڪومت جي اهت ۾ واپارين ۽ عام لوڪن
۾ مڃتا وڏي هئي. پاڻ هڪ واپاري هو. پر ديس
جي آزاديءَ خاطر، جڏهن ته ڪانگريس جو ساٿ ٿي وڃڻو،
ته هڪ سورهيه سپاهيءَ جيان جنگ جي ميدان ۾ ڪڏي
پيو هو. آزادي حاصل ٿي بعد جمل پارٽين ڪمائين.
سنه ۱۹۴۵ ۾، انڊين ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو
ويو. پاڪستان ٺهڻ بعد، سنه ۱۹۴۹ ۾، پاڪستان دستور
ساز اسيمبليءَ جو پڻ ميمبر ٿيو. پاڪستان دستور ساز
اسيمبليءَ ۾ سندس تقريرون اڄ به آئين ۽ آزاد خياليءَ
سبب يادگار آهن.

اهڙن سڀني سڄڻن جو جنم مالجهوءَ ۾ ٿيو. مالجهوءَ
ڳوٺ جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي! هڪ ننڍڙو ڳوٺ،
جنهنجي آدمشماري، ڪنهن به وقت، ڪجهه سون جي تعداد
کان وڌيڪ نه وڌي هوندي، انهيءَ مالجهوءَ اهڙيون هستيون
پيدا ڪيون، جن جي ڪارنامن تي اڄ ۽ فخر ڪري سگهجي ٿو.
دنيا ۾ اهڙي ننڍي ڳوٺ جا مثال شايد ڪي ورلي ملندا.
مالجهوءَ بيشڪ مالجهي مڙس پيدا ڪيا!

"رلي جوس" ته سنه ۱۹۵۹ ڌاري ڇپجي راس ٿيو، پر هن
کان اڳ، ڪن سڄڻن، هن ڪتاب جي جدا جدا پاڪن
تي، وقت به وقت، ڪجهه تدارڪ لکيو آهي. انهيءَ مان
ڪجهه ڇاپي هيٺ ۽ ڪجهه اڻ ڇپيل رهيل آهي. ڪي

هيٺ هو. سانده چاليهه سال، سنڌ ۽ سنڌين خاطر پاڻ پتوڙيائين
سنڌ جو هڪ لاثاني رهبر ٿي رهيو. ٻهاڙيءَ ۾ ١، هڪ
سورهيه، سردار جهان، آزاديءَ جي راهه ۾ پنهنجي جان جي
قرباني ڪري، سنڌ جو شان اوچو ڪيائين.

سيٺ سرچند، هڪ شاهزادي جهان ۽ جيوت گهاري.
سير ۽ سفر جو شوقين، راڳ جو شائق ۽ شهري سدارن ۾
دلچسپي وٺندڙ هو. سندس هڪ ئي پٽ پرنسپال
پاروائي هيرالال جي نالي سان هاڪارو ٿيو. هيرالال
٢١ ورهين جي عمر ۾ پروفيسر ٿيو. آءِ. سي. ايس.
امتحان ۾، انگريزي ٻوليءَ جي سڀني پيپرن ۾ پهريون
نمبر آيو. انگريز اميدوارن کان سندن ٻوليءَ ۽ ساهت ۾
هڪ هندستاني گوءِ کڻي وڃي، اها هيرالال جي علميت ۽
قابليت جي ساک هئي. انگريزي ٻوليءَ ۾ سندس ليڪچرون
ٻڌڻ وٽان هيون. الهيءَ ڏس ۾، سنڌ ۾، ڪي جدا سندس
برابري ڪري ٿي سگهيا.

سيٺ اوڌوداس هڪ ڀڳت جن هو. ويراڳ ورتيءَ
جو مٿس چڱو اثر رهيو. ساهت، فيلسوفيءَ ۽ ڪوتا ڏانهن
خاص من جو لاڙو هوس. سنتن ۽ ڪوين جي واڻين ۾
چڱي دلچسپي وٺندڙ هو. ٻاڻ ١، سنڌيءَ ۾ هڪ عمدي
ڪلام جو صاحب آهي. دوهرا، سورٺا، بيت، سي حرفيون،
غزل ۽ ڪافيون سندس ڪلام جا حصا آهن.

سيٺ سکديو، سنڌ جو هڪ لڪل لعل، ولائتي ڪپڙي
بهشڪار هلچل وقت پهرين جيوت ۾ گهڙيو. پهرين گرفتاريءَ
وقت، جي قلم مٿس لڳايا ويا، تن سڀني قلمن هيٺ،

هن ڪتاب ۾، سيٺ نوال لال جهڙو لعل ۽ سنت پرش
پيدا ٿيو، جنهن سنڌ ديس ۾ آزاد خياليءَ جو ابج ڇٽيو.
ڪيترا سارا هندو ۽ مسلمان سندس شش ۽ مريد بڻيا.

سيٺ وشنداس جهڙي شاهاڻي درويش جو جنم ا
هن ڪتاب ۾ ٿيو. سيٺ صاحب، سنڌ ديس ۽ سنڌ واسين
جي، جنهن شاندار نموني ۾ سيوا ڪئي، انهيءَ مثال ڪي
گهوليا لڀندا. سندس زندگيءَ جو هر پهلو سندس اعليٰ
شخصيت جي ساک ڏيندو رهي ٿو، جا ڏاڍي، واپار ۽
زميندارِيءَ ۾ ۽ جا پنهنجي سڌاري ۽ سڌارڻ جي راهه ۾ جا
سنگت، ڪائن ودياڻ، ادب ۽ سماج جي ڏس ۾ جيا
روحاني راز ۽ رمزن پروڙڻ ۾ جا جدوجهد جي جدا جدا ۽
هر پهلوءَ ۾ — سيٺ وشنداس ڪماليت جو صاحب ٿيو اظهار
اچي. شاهاڻي زندگيءَ ۽ شاندار ڪارنامن سبب، سنڌ جو
هڪ شاهاڻو درويش ثابت ٿي چڪو آهي.

سيٺ ليلارام هڪ آدرشي انسان هو. دلداريءَ ۾
رهي، دلا جي ڏکن کي ڪندي ۾، جو دلجوئي ڳالهين
کان مٺي رهندو. ڏکين جو درد دور ڪرڻ سندس سهڻي
ولدر ٿي. سندس حبوب جو الله ۾ ڦرڻ ۽ مسڪينن
جي سيوا ۽ خدمت ڪندي ٿي ٿيو.

سيٺ هرچندراءِ جو نالو ته سنڌين کان ڪڏهن وسري
نٿو سگهي. گذريل ۷۵ سالن جي سنڌ جي پبلڪ زندگيءَ
جي دور ۾، جو حصو سيٺ هرچندراءِ ادا ڪيو، سو
سنڌ جي تاريخ ۾ هڪ اهم جاءِ والاريندو. سنڌ جي سڌارڪ،
سماجڪ ۽ سياسي سڌارڪيءَ ۾ سيٺ هرچندراءِ جو وڏو

# مهاڳ

رتن جوت جي پهرين ڀاڱي جي مهاڳ ۾ ڄاڻايو اٿم ته پاروائي آکھ جي پاڻين جي، واڻي جنھن ڇپجندي رهي، ليڪن اهو خيال به زور وٺندو ويو، ته ڪتب جي مختصر تاريخ ۽ ڪتب جي پاڻين جا جيون چرتر به لکجن ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ ڏجن.

سنڌي ساهت ۾ سنڌي سڄڻن جا جيون چرتر گهڻا ڇپيا آهن ۽ انگريزي ۾ به گهڻا جيترا مس آهن. هڪ ڪتب جي مختصر تاريخ ۽ انهي پاڻين جون جنم ساکيون هڪ اهم ۽ نرالي ڪوشش آهي، جا سنڌي ساهت ۾ پنهنجي قسم جي شايد پهرين پيش ٿيل چيز آهي. سنڌي ادب ۾ سنڌس درجو اوس الوکو ٿيندو.

پاروائي ڪتب جا پاڻي، سڀني پنڙهين کان، سنڌ ۾، سيٺيون ڪري سڏيا وڃن ٿا. ڌنڌي، واپار، زميداري ۽ ٺيڪيداريءَ ۾ هن ڪتب جي پاڻين چڱو چوکو حصو ورتو آهي ۽ لاچار حاصل ڪيو آهي. پاروائي ڪتب، نه فقط ڌنڌي ۽ واپار، بلڪ پر ڀلي ۽ خير جي ڪارنامن، ڀڳتي سڌارڪن، سرسوتي ديويءَ جي اپاسڪن، سنگيت جي شائقن ۽ شاعريءَ ڏاس سبب هاڪارو آهي. شاعري ڏاس جي پرک "رتن جوت" پهريون ڀاڱو آهي.

# رتن جوت

پارواڻي ڪتب جو ڪلام، ڪتب جي تاريخ
۽ پاتين جو جيون چرتر

ليکڪ

موتيرام سترامداس راموائي



ڪراچي
١٩٥٩ع

